جنوري 1998ع

# ڪينجهر

63

حسن شيخ
ڪشور ڦوهجا
رجب ٻگهيو
بخشل باغي
امر ساهڙ
محمد علي جروار
ساحر راهو
روشن ظفر راهو
ضياءُ شاهه
فضہ غزل
الطاف شيخ
وحيد علي وفا
جبار آزاد لغاري
ٻاجهي خان
لغاري
سنجها سرواڻ
ستار رند
نسيم پارس گاد

رياض راهي
مخمور بخاري
آغا زائر
وحيد ڪرن شورو
يامين مگڻ
فرزانہ سنڌو
وشنو ڀاٽيا
عبدالوهاب سهتو
ڊاڪٽر محبت ٻرڙو
محمد علي مهر
عزيز ٿالپر
راحيلہ ناز
ياسين جوٽيجو
معشوق ڏاريجو
برڪت بلوچ
مارو جمالي
مظهرالاسلام

سنڌي ساهت گهر

لاڳيتي اشاعت جو ڇهون سال




ماهوار

# ڪينجهر

ايڊيٽر:

**ناز سنائي**

سب ايڊيٽر:

**راحيله ناز**

سنڌي ساهت گهر-حيدرآباد سنڌ

## مضمون



## ڪهاڻيون



## شاعري



**ڪمپوزنگ: ناز ڪمپيوٽر اڪيڊمي.**
سيڪنڊ فلور، شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال، حيدر آباد، سنڌ. فون:784350
ڪمپيوٽر آپريٽر: **موهن لال مڪواڻا**

## ٻه اکر

ڪينجهر جو هيءَ پرچو، اُن جي ڇهين سال ۾ پهريون قدم آهي. پنجن سالن جو سفر مڪمل ٿيڻ تي، اسان کي، اسان جي پڙهندڙن کي توڙي سنڌي ادب جي سمورن مهربان دوستن کي ڪيڏي نه سرهائي ٿيندي هوندي ۽ ٿئي ٿي جو ڪينجهر، ڏاڍاين، اٽانگين ۽ ڏکين حالتن ۾ به وقت سر نڪرندو رهيو ۽ سسيءَ ۾ ساهه هئڻ تائين، اُن جي عمل کي جاري رکبو، اهو نئين سال جو اسان جو اوهان سان پهريون وَچن آهي.

سنڌي ساهت گهر طرفان نه رڳو ڪينجهر تي ڌيان ڏنو ويو آهي پر اداري طرفان ٻين ڪتابن جي اشاعت ڏانهن به ڌيان ڏنو ويو آهي ۽ ويجهڙائي ۾ اداري طرفان ڪيترائي شاندار ڪتاب پڌرا ٿيا آهن ۽ اُهو سلسلو جاري آهي. اُميد اٿئون ته اسان سنڌي ادب کي بهترين ۽ معياري ڪتاب ڏيڻ ۾ ڪامياب ويندا سين.

اُن سلسلي ۾ اَسان پنهنجي لائق پڙهندڙن جي راءِ جو به سدائين خيال رکيو آهي ۽ اسين وري به ڪين پنهنجي نيڪ راين ۽ مشورن موڪلڻ جي گذارش ٿا ڪريون، جن جي روشنيءَ ۾ اسين نه رڳو ڪينجهر کي اَجا وڌيڪ معياري بنائيندا سين پر ڪتابن جي ڇپائيءَ، لي آؤٽ ڏانهن به ڌيان ڏيندا سين. اُن سلسلي ۾ وڌيڪ گذارش ته اداري طرفان ڪتابن جي ڇپائيءَ لاءِ هڪڙي جامع رٿا تيار ڪئي وئي آهي، جيڪي اديب، ليکڪ دوست پنهنجا ڪتاب، اسان جي اداري طرفان ڇپائڻ چاهين، اُهي اسان سان رابطو ڪن.

حيدرآباد، سنڌ،

۲۱- ڊسمبر ۱۹۹۷ع

ناز سنائي

آفيس نمبر ۱۸- شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال، ڪينٽومينٽ- حيدرآباد، سنڌ.

فون نمبر: 784350

# هندستان جو چمڪندڙ ادبي ستارو
# Arundhati Roy ارون ڌتي راءِ

مترجم: محمد حبيب

[ هر سال بئي عالمي ادبي منظر نامي تي ڪو اهڙو ليکڪ نروار ٿئي ٿو، جنهن جو تعلق برصغير خاص ڪري هندستان سان هوندو آهي. ڏهه ٻارنهن سال اڳ سلمان رشدي پنهنجي ناول (Midnight's Children) سان وڏو نالو ۽ پئسو ڪمايو پوءِ وري هڪ بئي ناول The Crow eater جي ليکڪا ٻپنسي سڌاوا جو وارو آيو. چند سال اڳ وڪرم سيٺ جي طويل ناول Suitable Boy جي ڌوم مچي. انهيءَ ڪتاب جي زبردست وڪري ثابت ڪيو ته هن ملٽي ميڊيا ۽ CD-Rom واري دور ۾ به اڃا ماڻهو ڪتاب، سي به طويل پڙهڻ جو شوق رکن ٿا. هن سال عالمي ادبي منظر نامي تي جنهن ناول ۽ ان جي ليکڪ جو بول بالا آهي، سا آهي هندستان جي ڏکڻ، اولهه واري رياست ڪيرالا جي رهواسڻ محترمه ارون ڌتي جو. ٧ءِ سالا ليکڪا جو پهريون ناول A God of small things هن سال جي شروع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جو رڪارڊ وڪرو ٿي رهيو آهي. ليکڪا هن کان اڳ صرف ٻن ٽن فلمن جا اسڪرين پلي لکيا آهن.

هن ناول ۾ خانداني ناتن، ذات پات جي ورهاست ۽ سماجي حد بندين جو ورنن آهي. ناول جي ٻوليءَ کي تمام گهڻو ساراهيو پيو وڃي. ناول جي شروعات هڪ ٩ ساله نينگري صوفي مال جي تدفين سان ٿئي ٿي، جيڪا ٻڏي مُئي آهي. نينگر جي ٻن جاڙن سؤٽن ۽ انهن جي ماءُ کي ڏاڍي المناڪ نموني انهيءَ موت جو ذميوار قرار ڏنو وڃي ٿو.انهيءَ سانحي جي ڪري ڇوڪرو ايستا ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏي، ۽ ڇوڪري راحيل احساسات کان عاري بنجيو وڃي. نيوز ويڪ جي ٢٣ جون ١٩٩٧ع واري شماري ۾ ليکڪا جو انٽرويو شايع ڪيو ويو آهي. انٽرويو اليڪسز گيلبر Alexis Gelber ۽ ويڀوتي پٽيل Vibhuti Patel ورتو آهي. هتي انٽرويو جو ترجمو پيش ڪجي ٿو ته جيئن ان انٽرويو ذريعي هن ايرنڌڙ ليکڪا کي سمجهي سگهجي- (مترجم)]

**انٽرويو:**

نيوز ويڪ: ناول جي جنهن نموني پذيرائي ٿي آهي، اوهانکي ان جي ڪهڙي رخ حيران ڪيو آهي؟

راءِ: سڄي پذيرائي ئي اچرج جوڳي آهي. سڀ کان وڌيڪ حيران ڪندڙ امر اهو آهي ته هڪ اڃاتل شخص ڪنهن اهڙي جڳهه متعلق لکي، جا ڪافي ماڻهن نه سُڻي هجي، پر پوءِ به اهڙا ذريعا موجود آهن، جنهن وسيلي هي ڪتاب اهو سفرُ ڪري سگهيو آهي. منهنجو مقصد آئون ڪا آرنولڊ شيوارنگرڊ (هالي ووڊ جي مار ڌاڙ ۽ ٿرلر فلمن جو مقبول هيرو) نه آهيان.

ن.و: توهان نه صرف آرڪيٽيڪٽ آهيو پر فلمون به ٺاهي چڪي آهيو، آخر ڪهڙي ڳالهه اهو ناول لکرايو؟

راءِ: مون آرڪيٽيڪچر پڙهيو ضرور آهي پر گهر ڪونه ٺاهيا آهن. فلمن واري شعبي واقعي منهنجي صلاحيتن کي وڌايو ويجهايو آهي، پر فلمن ۾ ڪم ڪرڻ هڪ وڏو صبر آزما تجربو آهي. ماڻهو کي ڪيمرا مئن، اداڪارن ۽ پروڊيوسرن سان وڏي منٿا ماري ڪرڻي ٿي پوي. آئون ته هيڪلو رهڻ ۽ مڪمل ضابطو رکڻ جي اڇا ٿي رکان، جيڪا ڳالهه فلمي ماحول ۾ ميسر نه هئي. هن ڪتاب کي پنهنجي منشا موجب لکڻ جو مرحلو ساڍا چار سال هليو آهي. پوءِ به اهو مڪمل طرح منهنجو آهي.

ن و: ڇا ٻين ليکڪن به متاثر ڪيو اٿو؟

راءِ: ماڻهو اهو ڄاڻڻ لاءِ ته هن ڪتاب جو پس منظر ڇا آهي؟ ڪافي هٿوراٿيون پيا هڻن. مونکي هي ڪهاڻي اُٺندي جنهن شيءِ متاثر ڪيو آهي، اُها آهي ڪلاسيڪل ناچ ڪٿا ڪلي- اهو ناچ ڪيرالا جي مندرن ۾ منعقد ڪيو ويندو آهي. هندستاني انهن قصن ۽ ڪهاڻين ساڻ وڏن ٿا، جيڪي زباني روايت وسيلي انهن کي منتقل ڪيون وڃن ٿيون ۽ اهي ڪتابن ۾ موجود نه هونديون آهن. عام طور ڪتاب مان اهو معلوم ٿيندو آهي ته هيءُ اڳو آهي ۽ هي پڇاڙي آهي. منهنجي ڪتاب جو قصو ئي اور آهي. ڪتاب جي مهڙ ۾ اختتام ڏنل آهي، هيءُ گولائي نوع جو قصو آهي جيڪو اوهانجي چوڦير موجود آهي.

ن و: ڇا ڪتاب جي ڍانچي تي اوهانجي آرڪيٽيڪٽ هئڻ وارو پس منظر اثر انداز

ٿيو آهي؟

راءِ: جي ها، مڪمل طرح. منهنجو ڪتاب آرڪيٽيڪچر جو هڪ نمونو آهي، ان ڪي واضح ڪرڻ جو هڪ ئي طريقو اهو آهي ته ان کي ڪنهن عمارت جي تهن ۾ ڊزائن تيار ڪرڻ سان ڀيٽجي. شروع ۾ مون وٽ صرف هڪ تصور ذهن ۾ موجود هو ۽ پوءِ مون تصور مان ڪهاڻيءَ کي ڦهلايو آهي.

ن و: ڇا ڪنهن ان کي فلم بنائڻ جي آڇ ڪئي آهي؟

راءِ: هائو. پر ائين ڪرڻ تي منهنجي دل نٿي چئي. اصل ۾ ڪتاب ۾ جنهن نموني اونداهين، ادراڪ ۽ اندروني احوال کي چٽيو ويو آهي، تهڙي نموني فلم ۾ ڏيکارڻ ممڪن ڪونهي. سو نهنڊڙ فلم بي سري هوندي.

ن و: جيڪڏهن لکڻ ئي اوهان لاءِ وڏي شيءِ هو ته پوءِ اوهان آرڪيٽيڪچر ڇا لاءِ پڙهيو؟

راءِ: عملي ضرورت تحت ائين ڪرڻو پئجي ويو. جتي آئون نپجي آهيان، اُها جاءِ مون لاءِ دهشتناڪ هئي ۽ مون اُتان جلد از جلد فرار ٿيڻ پئي گهريو. مون کي اقتصادي طرح آزاد ٿيڻو هو، ڇو ته انهيءَ سان ئي هندستاني عورت پنهنجي انفراديت قائم رکي ٿي سگهي. سو جنهن ڳالهه جي مون وٽ اهميت هئي، سا هئي ته ڪيئن به ڪري آئون پنهنجي ڪهاڻي واري ٿيان. انهيءَ لاءِ ضروري هو ته آئون ڪو پروفيشنل ڪورس ڪريان. آئون ڊرائنگ ۾ ته پڙهيس پر حسابن ۾ ڪچي هيس. ياد رهي ته ڪاليج جي ٻئي سال دوران ئي مون کي گهر ڇڏڻو پيو.

ن و: ڇيو وجي ٿو ته توهان غير روايتي زندگي گذاري آهي؟

راءِ: منهنجي نظر ۾ فيمينسٽ (Feminist) اها عورت آهي جيڪا سماج ۾ پنهنجي حيثيت متعين ڪرڻ لاءِ ڳالهه ٻولهه ڪري سگهي ۽ پنهنجي ليکي فيصلا ڪري سگهي ۽ انهن لاءِ هوءَ پاڻ ئي ذميوار هجي. ٻين لفظن ۾ جڏهن ڪنهن کي جنسي طرح راست باز نه سمجهيو وڃي ڇو ته جڏهن مائٽن جي مرضيءَ سان شادي نه ڪئي هجي ۽ مڙس جي مار پيل هجي، تڏهن بغاوت جو جذبو پيدا ٿئي ٿو.

ن و: ڇا عورتن لاءِ هاڻي هندستان ۾ حالتون بدلجي رهيون آهن ڪي نه؟

راءِ: هائو. پر هندستان ۾ شيون مختلف سطحن تي مختلف نموني عمل ۾ اچن ٿيون. ڪن سطحن ۾ اهي بدليون آهن ته ڪن جاين تي حالتون اهي ئي ساڳيون آهن. تازو شاديءَ جي حوالي سان هڪ سروي ڪرايو ويو. جنهن مان هڪ نتيجو اهو اخذ ڪيو ويو آهي ته ٩٠ سيڪڙو مرد پنهنجي شاديءَ مان خوش هئا پر ٩٠ سيڪڙو عورتون اُرهيون هيون. مرد ڪي جيڪا شي مطمئن بنائي ٿي، سا وري مون ڪي ايذائي ٿي.

ن و: هندستان هن سال پنهنجو ٥٠ هون جنم ڏينهن ملهائي رهيو آهي. تهذيبي طرح ملڪ ڪي ڪٿي ٿيون پائنيو؟

راءِ: اسان انهيءَ جنم ڏڻ ۾ خاص اعتبار نه ٿا رکون. هندستان هڪ قديم ملڪ آهي. اهو انگريزن جي والار ڪان به اڳ.قرعہ ارض تي موجود هو. بهرحال زخم ڀرجڻ ۾ وقت ته لڳندو آهي ۽ اهو مرحلو شروع ٿي چڪو آهي. مون وارو ڪتاب اڄ ڪان ٣٠ سال اڳ لکڻ ممڪن نه هو. پر هاڻي اهو ممڪن ٿيو آهي.

ن و: ائين ڇو ٿيو آهي؟

راءِ: جڏهن اوهان غير ملڪي تسلط هيٺ هڪ عرصو گذاريندا آهيو ۽ جڏهن اها سامراجي طاقت اوهان کي آزاد ڪندي آهي ته ان سمي اوهان جو ڪلچر ڪافي پيچ ڊاهه جو شڪار هوندو آهي. اوهان عزت نفس جي جذبن ڪان عاري هوندا آهيو ۽ تنقيد تي پيا ٿهندا آهيون. هٿي اسان ڪافي پراعتماد ۽ پر اميد آهيون. منهنجو ڪتاب ڪافي حد تائين تنقيدي ڪتاب آهي، سو سخت رد عمل جو سبب نه بنيو آهي، جيڪو هوند ١٠ سال اڳ پيدا ٿئي ها.

ن و: هندستان ۾ ڪهڙو رد عمل ٿيو آهي؟

راءِ: ڪافي منجهيل نوع جو آهي. پر انن هفتن ۾ ڪتاب جا پنج ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن.

ن و: ڇا ٻيو ناول لکڻ جو ارادو آهي؟

راءِ: مون کي ڪائي خبر نه آهي ته آئون مستقبل ۾ ڇا ٿي ڪرڻ گهران. اڳ ۾ معلوم نه هئم ۽ نه ئي معلوم ڪرڻ جي خواهشمند آهيان.



# آسي زمينيءَ لاءِ آس مان لکيل

ڊاڪٽر عزيز ٽالپر

نالو "آسي زميني" الاهي وقت کان ٻڌندو پئي آيس. پڙهندو پئي آيس. ذهن ۾ سندس هڪ زبردست تصور اڀريو. هونئن ماسي آسي اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ خطرناڪ، ڪڙپيل ۽ بادي بلڊر مائي آهي. ان جي ڪري، پيو ته زميني معنيٰ سڄي زمين تي پکڙيل هڪڙي تفصيلي شيءِ ان ڪري، مون آسي زمينيءَ جو قد ڪاٺ گوگو ۽ پولو پهلوان وارو سمجهيو هو. پر هڪ دفعي ٽنڊو محمد خان جي سنڌي ادبي سنگت پاران ڪوٺايل مشاعري ۾ ٻڌايو ويو ته آسي زميني آيو آهي. غور سان ڏٺوسين، ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. ننڍڙن اکرن ڪي، پڙهڻ وارو شيشو لڳائي ڏٺوسين ته زبردست مسڪراهٽ سان خوبصورت چهري وارو، هڪ فرسٽ ڪلاس شاعر ڏسڻ ۾ اچي ويو. سائين زيب پٽي ته ويجهي واري عينڪ ڪيسي ۾ وجهي، پري واري عينڪ لڳائي خوب ديدار ڪندو رهيو. جڏهن ته اسين ٻيا بي عينڪيا ماٺهو، اکيون ڇنجهيون ڪري، مس مس ڪيس فوڪس ڪري پئي سگهياسين. هيڏي وڏي شاعر جو هيڏو مختصر وجود! ڪيس جيڪڏهن ويڙهجي ته جارجٽ جي پوتيءَ وانگر چلي مان مٿي وجي- وزن ۾ زمين جي آسيءَ ڪي ته آسمان جو ڪبوتر ئي ماري وجي!

قصو مختصر، ساڻس پهرين ملاقات، جتي منهنجي شينهن جهڙي تصور تي دانگي ملي هُئي، اُتي سندس مني ۽ شيرين طبيعت ۽ سياءُ، سندس لاءِ منهنجي من ۾ ڪوڙ ساري جاءِ ناهي ورتي هئي.

سندس مختصر وجود جو جواب سندس ئي شاعريءَ مان ملي ويم:

ڪانئر قد ڪچن، ننڍ وڏائيءَ تي نہ آ،
ڍهيو جلد وڃن، ڏگها پاڇا شام جا.

واقعي ننڍ وڏائيءَ ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي. اهي شام جا ڏگها پاڇا، جيڪي جلد ڍهي وڃن، تنهن ڪان هي، صبح جي ڪرٽي جي وجود جهڙو شاعر ڪيڏو نہ

بهتر آهي، جو پنهنجي شاعريءَ جي روشنيءَ سان زمين منور پيو ڪري.

هڪ ٻي ڳالهه ته تيل جا اگهه سرڪار چاڙهي ڇڏيا، کنڊ جا اگهه شگر ملن چاڙهي ڇڏيا، سيمينٽ جو اگهه زيل پاڪ چاڙهي ڇڏيو، بابره جو اگهه شيخ النهيان چاڙهي ڇڏيو، اسيمبليءَ ميمبر جو اگهه نواز شريف چاڙهي ڇڏيو، پاڻ ۽ بصر جو اگهه واپارين چاڙهي ڇڏيو. آهي نه ائين! پر سرمي جو اگهه آسي زميني چاڙهي ڇڏيو! جيڏي مهل ڏس، ٻنهي اکين ۾ سرمي جون ڏوڀون پيون اٿس. سرمي- داني، اصل ورهه ۾ پيئي اٿس! اٿندي وهندي ڪانيءَ جي گس گسان لڳي پئي اٿس! سرمي داني ڪانه ٿي، ناس جي دبلي ٿي، اصل ساهه کان پري نٿو ڪريس! جڻ جبل طور ڪي الله سائين ساڙيو ئي هن جي اکين لاءِ هو- ۽ حضرت موسيٰ ڪي الله سائينءَ جي ديدار جو رهڇتو به هن شخص سرمي ڪاڻ ئي ڏياريو هو!

سندس هڪ نظم آهي:

ليڪن شايد سنگت ياران ساڳي ريت نيائي ويندي:
مُئي ڪان پوءِ ٻن منٽن لاءِ مون لئه پيي خاموشي ٿيندي.

منهنجي خيال ۾ سندس سرمائي شوق جي بنسبت اهو نظم هيئن هئڻ گهرجي ها:

ليڪن شايد سنگت ياران، ساڳئي ريت نيائي ويندي،
مئي پڇاڻان ٻنهي اکين ۾ سرمي سلائي.گهمائي ويندي.

بهرحال آسيءَ جي اکين ۾ سدائين زندگي ۽ اميد جي چمڪ هوندي آهي، پيار، پاٻوهه ۽ پنهنجائپ ملندي آهي.

سندس اڪثرين ڪي سندس شاعريءَ ۾ هيئن چئون ٿا:

گوريلن جي جوڙي وانگر، هن جا بيئي نيڻ لڳن ٿا،
ساعت جي حصي ۾ جيڪي، شهزورن ڪي مات ڏين ٿا.

هاٿي اچون ٿا آسيءَ جي عشق تي:

شاه سائينءَ فرمايو آهي ته:

گولا جي گولن جا، تن جو ٿي غلام،
ته نانگا تنهنجو نام، لکجي لاهوتين ۾.

سئو پاڻ واري بادشاهه يارُ به راڻيءَ ڇڏي وجي گولي سان عشق ڪيو!

بنهجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ اشراف، الف کان بي تائين، سڄي ماجرا ٻڌائي آهي، اصل اِڪڙي ڪانهه ڇڏي آهيس جو ڪٿي ڊڪجيس! عشق جي معاملي ۾ اصل سچو پچو ٻروچ ٿي ڏيکاريو آهيس. قادر بخش ڪنبل جا تہ ريڪارڊ ٽٽي ويا، پر حضرت لوط بہ حيران آهي!

حمل فقير بہ ٻروچ هو، چيو هئس تہ-

پريان جي پار کان جي ڪُتي اچي ڪاري،
تہ اسين سڀ لغاري، قربان انهي ڪُتيءَ تان.

اتي هن پاڻ واري ٻروچ شاعر بہ گهٽ ڪانہ ڪئي آهي. صفحي ٩٢ تي فرمائي ٿو:

ٻانهن منجهہ ٻروچ جي، ساهہ ڏيان سؤڪو.

ٻروچ جي ٻانهن ڪانہ ٿي، ياسين سڳوري ٿي، ٻيو ڇا؟ معنيٰ هيڏانهن پڙهم تہ هوڏانهن مڙس رئي- وري چئي ٿو:

پنهل! تنهنجو وو!
ڳوليندي پيرو، مونکي سج لهي ويو!

هي پيو پيرو ڳولي ڪچي تي، پنهل ويو پڪي سان- سو سج نہ لهندو تہ ٻيو ڇا ٿيندو؟ بهرحال اهو عشق ئي هو، جنهن آسيءَ جهڙي مسڪين ماڻهوءَ کي شاعريءَ جي بلند آسمان تي پڄايو، ۽ زندگيءَ جي مشڪلاتن سان وڙهاند ڪارائي، سڄي انسانذات ۽ خاص ڪري مسڪين پورهيت سنڌي ماڻهوءَ کي، دگ لاءِ وات ڏسيندڙ وهائو تارو بنايو.

آءُ تہ گڏجي ڳوليون،
هوءَ وڃايل وات-
ڪائي ڏيئي لات،
ٻاريو ڪنهن آدرش جي.

آسي آدرشن جو شاعر آهي. سندس مجموعو هونئن تہ سڄو سون آهي، پر مونکي سندس ڪجهہ شعرن صفا نهوڙي وڌو آهي- ۽ زميني هوندي بہ مونکي آسمان جيڏو بلند ٿو لڳي. مثلاً ڌارين جي يلغار خلاف سنڌين کي چيلينج ڪندي چئي ٿو:

ڪيئي، بن قاسم ڪاهي پيا، هن ڌرتيءَ تي هيِر
ڏاهر ٿيندو ڪير......

دشمن کي، مخاطب ٿي چئي ٿو:

مڪليءَ جي تو مامر نہ ڄاتي،
تنهنجي سوچ سري ڪاڏي آ،
نٿو شاهد آهي تو جان،
منهن ۾ ڌوڙ گهٽن پاتي آ.

آسيءَ جهڙا تمام گهٽ شاعر آهن، جن دشمن کي پنهنجي ڌرتيءَ جي سون ورني تاريخ جي ورقن جون لپاٽون هنيون هجن.

پاڻ ذهني طرح پرولتاري طبقي سان ڪيڏي نہ محبت رکي ٿو! سندس هڪ آزاد نظم آهي "چمي":

مون چمڻ ٿي چاهيو
منهنجي سامهون
يار جا ڳل
محبوب جا چپ
زاهد جي پيشاني
۽ پورهيت جا هٿ هئا
(مونکي صرف هڪ چمي ڏيئڻي هئي)
مون
هڪ فيصلہ ڪن نظر
سيني تي وڌي
۽ پوءِ
پورهيت جي ٻنهي هٿن کي
مقدس ڪتاب جيان کولي
مٿس پنهنجون اکيون
۽ چپ رکي ڇڏيم.

آسي محبوب جي چپن، ڳلن، نمازيءَ جي نراڙ، سڀ کان وڌيڪ اهميت پورهيت جي لڦن وارن، پگهر جو پورهيو ڪندڙ هٿن کي ڏني آهي- ۽ ڪيس چميو اٿس. مون کان ڪير پڇي تہ ڇا کي چمنديں؟ آءٌ چوندس: آسيءَ جي انهيءَ زبردست سوچ ۽ لکڻ واري قلم جي نوڪ کي چمندس.

ٻيو سندس هڪ غزل جي آخري بند به ڏاڍو موهيو-چئي ٿو:

سنڌ سهڻيءَ جان ٻڌڻ آهي لڳي،
۽ سيئي پيا ٿا ڏسن ميهر جيان!

قوم ساري آ پريشان، وائڙي-
شهر ۾ گم ٿي ويل ڇوڪر جيان.

زماني وارن پنهنجن ۽ پراون جي اذيتن سهڻ ڪانپوءِ، چئي ٿو:

پنهنجي گهر ڪي ڪو به ڌاهيندو نه آ،
منهنجي دل جا ڇو ٿا هنيئن پورا ڪيو!

دل ڀورا ٿيڻ ڪانپوءِ چئي ٿو:

خواهشن جي ٿياس تي آهي چڙهيو،
تنهن ڪانپوءِ ئي ته ڪو آسي سڏيو.

آسيءَ جا سڀ بيت، نظم، وايون، ٽيڙو، آزاد ۽ نثري نظم سڀ جا سڀ، موتي، ڪوڏ ۽ هيرا آهن. آنيوءَ جا ڪچپڪا داڻا آهن، ۽ ڪچومبڙا آهن. انهن جي دل ۾ لهي وڃڻ، وٽي وڃڻ واري ڪيفيت ۽ سندن فرسٽ ڪلاس هيئت ۽ بيهڪ، لفظن جي چونڊ، ٻوليءَ جي سُهڻائي- ڇا ڇا چوان، مون وٽ سچ ته هن شاعر جي شاعريءَ جي لازواليت ۽ خوبين بيان ڪرڻ لاءِ لفظ ڪونهن:

اڄ سندس مجموعو پڙهي وائڙو ۽ موڳو ٿي پيو آهيان. مونکي ٿورڙو وقت مليل آهي، ڇا ڇا لکان، ڇا ڇا چوان، ان جي جواب ۾ آسيءَ جنو ئي هڪ ٽيڙو آهي:

شيون الاهي،
هٿ ۾ هڪڙي ٻاڱلي،
ٻالڪ توائي!

(سنڌي ادبي سنگت، ميرپور بٺوري پاران ٢٩-جنوري ١٩٩٣ع تي، آسي زمينيءَ جي شعري مجموعي "مچتا جي رُڃ ۾" جي مهورت جي موقعي تي پڙهيل.)

ooo

# نديءَ ڪناري، وڻن جي هيٺان
# شاعر سوچي ٿو
## (اياز گل جي شعري مجموعي"دکہ جي نہ پڄاڻي آ" تي ناٿر)

---

*ياسين جوڻيجو*

اسان جڏهن هن ڌرتيءَ تي پنهنجي هجڻ کي محسوس ڪيو هو، تہ ان پنهنجي هجڻ جي احساس اسان کي ٻين ڪيترن ئي شين جي هجڻ جو بہ احساس ڏياريو هو. اسان کي پهاڙن جي اوچائي، ندين جي وهڪري جي تيزي، باھہ جي گرميءَ ۽ خود پنهنجي زندگيءَ مان محسوس ٿيو تہ ڪٿي نہ ڪٿي ديوتا ۽ ديويون آهن. ڪٿي نہ ڪٿي ڀڳوان آهن ۽ پورو پورو يقين آهي تہ اسان تي نظر رکڻ لاءِ "خدا" بہ آهي. اسان کي انهن ڳالهين پريشان ڪري ڇڏيو ۽ اسان ان ڀوَ ۾ رهڻ لڳاسين تہ اسان انهن لاءِ آخر ڇا ڇا ڪري سگهون؟ اسان انهن جي ڏمر ۽ ڪاوڙ کان بچي ڪيئن ٿا سگهون؟ اسان هنن کي ڪهڙو خراج پيش ڪري ٿا سگهون؟ پوءِ اسان ان خيال کان پنهنجي گهرن جي ڀتين تي (جيڪي پهاڙن جون ڄُرون هيون) مصوري ڪئي سين، بت تراشي ڪئي سين ۽ ڪوشش ڪئي سين تہ ديوين ۽ ديوتائن جون خوبصورت تشبيهون گهڙي کين راضي ۽ خوش ڪيون. جيئن سندن ڏمر کان بچي رهون. پوءِ اسان موسيقيءَ جا سُر ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسين. انهن ۾ ايڏو ميٺاج ۽ آهنگ پيدا ڪرڻ ۾ جنبي وياسين، جو اسان کي محسوس ٿيو تہ ڀڳوان اسان کان راضي آهي ۽ اسان تي مهربان آهي. ۽ پوءِ اسان شاعري ڪرڻ لڳاسين تہ جيئن "خدا پاڪ" جي تعريف سهڻن ۽ سنن لفظن سان بيان ڪري سگهون. اسان "خدا" جي مدح سرائي ايڏي تہ سچائي سان ڪئي سين جو "خدا" اسان کان خوش ٿي ويو. هُن زمين کي اسان لئہ ويڪرو ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي فطري حسن سان مالامال ڪري ڇڏيو. زمين جي هر شئي حسين هئي، سواءِ اسان جي- پوءِ اسان وري خدا جي معتبري بيان ڪري ڪائنس پنهنجي لئہ

---

حُسن گهربوسين. الله سائين راضي ٿي ويو ۽ پنهنجي حسن مان ٿوري ذري اسان کي ڏنائين ۽ اسانجي تشبيهہ ۾ نکار پيدا ٿي پيو. پوءِ چيائين تہ "مان اوهانجي دلين ۾ رهان ٿو، توهانجي شبيهہ منهنجي محبوب جهڙي آهي، مونکي اگر ڳولهڻو هجيو ۽ خوش ڪرڻو هجيو تہ ماڻهن کي خوش ڪيو." اسان ماڻهن جي خوشيءَ ۾ خوش هئاسين تہ هڪ ڏينهن ڏٺوسين تہ آسمان مان هڪڙي شئي پهاڙيءَ تي بيٺل ٻُڙ جي وڻ مٿان ڪري آهي. ماڻهو ان ڏانهن ويا ۽ ان کي لاهي آيا جڏهن هو واپس آيا تہ هو زخمي هئا. سندن جسمن مان رت وهي رهيو هو. پوءِ شاعرن انهن تي ڪلام لکيا، شعر چيا.

تہ "عاشقو، ائين هاٺي ٿيندو رهندو. ان عشق کي لاهڻ لئہ، ماڻڻ لئہ، اسان کي پاڻ زخمي ڪرڻو پوندو جو مجبور آهيون ان آڏو". ائين اسان کي زندگي ملي ائين اسان کي ديوتا ۽ خدا مليا. ائين اسان فن ڳولهي لڌاسين ۽ ائين اسان شاعرن خدا کي راضي ڪري دنيا کي حسن ۽ جمال وٺي ڏنوسين. ۽ پوءِ خدا پاڻ ئي امتحان وٺڻ لئہ عشق جو جذبو پيدا ڪيو. جيڪو ٻڙ تي ڪريو هو. اسان فنڪار ڪيڏا نہ خوشنصيب آهيون! اسان لئہ حسن پيدا ڪيو ويو. اسان پوءِ پنهنجن محبوبن جا مجسما ۽ انهن جون دل آويز شبيهون ناهي ڪين خوش ڪرڻ لڳاسين. اسان انهن کي مطمئن ۽ مسرور رکڻ لاءِ سُرن ۽ آواز کي جاڳائي رکيوسين ۽ اسان شاعرن پنهنجي محبوبائن جي ناز ۽ ادائن تي بہ لکڻ لڳاسين پر ايتري دير ۾ اسان لئہ ذميواريون وڏي چڪيون هيون. اسناکي پنهنجي محبوبائن لاءِ بہ لکڻو هو پر ان سان گڏوگڏ ٻين شين تي بہ لکڻو هو. عشق تي، ڏک تي، پاڻ تي ٻين تي، عاشقن تي، ماڻهن تي ايتريقدر جو ماڻهن جي اندر جي لڪل احساسن تي پڻ ۽ انهن سڀني شين تي لکڻ لاءِ ضروري هو تہ شاعر واقعن کي، حالتن کي ۽ جذبن کي پاڻ تي ائين طاري ڪري ڇڏي، جو اُهي توڙي جو ٻين سان لاڳو ٿيا هجن، پر ان جو ڏک شاعر جي دل ۾ پلجي رهيو هجي. ان ڪري شاعري ڪرڻ ۽ شاعر هجڻ جو مطلب اهو ناهي تہ صوف جي وڻ جي ڇانو هيٺان سمهي ننڊ ڪرڻي آهي پر اهو تہ ائين آهي جڻ ٿوهرن جو لابارو ڪري ۽ لاباري کانپوءِ وهنجي اچجي. شاعريءَ جي تخليق دوران شاعر ائين بيچين رهندو آهي جڻ لابارو ڪندو هجي ۽ جڏهن تخليقي عمل کانپوءِ ڪوتا هن جي آڏو مڪمل پئي هوندي آهي تہ شاعر ائين محسوس ڪندو آهي جڻ ٿڌيءَ نديءَ ۾ وهنجي رهيو هجي.

اسان جي ديس ۾ تہ سچ پچ ٽڏيون نديون وهن ٿيون، جن جي ڪنڌين تي لڏندڙ وڻ ائين لڳندا آهن ڄڻ فرشتا آسمان تي پرواز ڪندا هجن. انهن نڊين مان هڪڙيءَ نديءَ جي ڪناري وٽن جي ان لوڏ هيٺيان هڪڙو شاعر پير وارا ۽ پنهنجا درد ڪٽي چهل قدمي ڪندو آهي- ۽ ڪڏهن ڪڏهن نديءَ ڏانهن ڏسي هلڪي ڪل ڪلي وئندو آهي. ڇو تہ ان نديءَ جهڙيون نڊيون تہ سندس من ۾ ڪيئن ٿيون وهن!!
ان نديءَ جي ڪناري آباد شهر سکر جي ان شاعر کان اگر نالو پڇبو تہ جواب ۾ چوندو "اياز گل" - ۽ ان اياز گل توهان لئہ گهڻو لکيو آهي. توهان جي محبتن تي لکيو آهي. توهانجي ٿهڪن تي لکيو آهي. توهان جي عبادتن تي لکيو آهي. توهان جي پوڳنائن تي لکيو آهي- ۽ هن جيڪو ڪجهہ لکيو آهي ان کي نالو ڏنو اٿائين "ڏُک جي نہ پڇاڻي آ."
ڇو ڀلا ڏک جي پڇاڻي ڇو ناهي؟
الائي ڇو ان کي چاهيندي بہ سمجهائي نہ ٿو سگهجي، لفظ ئي نہ ٿا ملن!! ڏک ڪيئن ٿيندو آهي؟
ڳاڙهي رنگ جي ڪنهن پراڻي عمارت جي روشندان ۾ ويٺل زخمي ڪبوتر جيان ٿيندو آهي، شايد ان ڪبوتر جهڙو وجود شايد اياز گل جي من ۾ بہ آهي، جو الائي ڪيترن ڏکن جي ڪٿائن جا باب لکي ويو آهي ڪاري مس سان اڇن پنن مٿان. دل جڏهن جوان ٿيندي آهي ۽ جڏهن اک جوان ٿيندي آهي. تڏهن دل کي ڪنڊي جي چڀڻ جو مس ڇو سنو محسوس ٿيندو آهي ۽ اک ڪنڊي تي ويٺل پنبيوريءَ جي پرن جا دنگ ڇو ڳڻيندي آهي؟ ان گهڻنا چڪر تي ڪنهن سوچيو آهي؟ نہ!! ها پر شاعر سوچيندا آهن. اياز گل بہ سوچيو آهي ۽ ان سوچڻ ۽ لکڻ جي چڪر ۾ جيڪا دک جي پاوڻائن کي پلئہ پئي تي اها تہ دائمي رهڻي آهي ڪڏهن نہ کٽڻي آهي. دليون تہ جوان ٿينديون رهن ٿيون، ٿينديون رهنديون. اکين کير کير کي جهليندو تہ پنبيورين جي پرن جا ونگ نہ ڳڻين. اُهي تہ ڳڻين ٿيون. ڳڻينديون رهنديون. ۽ شاعر انهن سيني تي لکندا رهندا. جيڪي اوهانجي من ۾ آهي. جيڪي سندن من ۾ آهي. ڪبوتر جي زخم جهڙو.

بسنت رُت ۾ بہ پيلاڻ ٿي ويو آهي،
هو شخص عشق جو اهڃاڻ ٿيو ويو آهي.

•

توکي جهڙو حال وٽي تو تهڙو حال ڪجانءِ،
ها! ليڪن او منهنجا جيون ٿورو خيال ڪجانءِ.

•

اسان جا خواب ورائي ڏئي تہ ڪيس مجون!
جو پنهنجي پر ۾ ڪئي معجزا هلڻ جاڻي.

•

هوريان هوريان هُن کان دُور هليو وجبو،
سورن جو سامان ضروري آ پيارا.

•

ياد ناهي ڪٿي وڃايا سي،
هلندي هلندي ها يار جا رستا.

هي شعر ان منزل جا مائيل ستون آهن. جتي شايد دُکن جي پڄاڻي ٿيندي هجي. اياز گل جي شاعري پڙهندي ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ ڪوئي نوجوان ٽر مان سفر ڪندو وڃي رهيو هجي اڳتي واري اڏامي رهي هجي. ان نوجوان جي ڏاڙهي وڌيل هجي. جن سليقي سان سبيل ڪپڙن مٿان ميراڻ جو هلڪو تُهہ ۽ ڳچيءَ ۾ ڪارو ائين وچڻ مائل هجيس جو / هڪڙي پاسي گهٽو لڙڪي رهيو هجي. ايستائين جو واريءَ تي گهلبو هلي ۽ اهو نوجوان ڪنهن گرجا ۾ ساهي ڪٽڻ لاءِ ان جي اوچي ٿلهہ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهي ۽ پرين جي ياد ۾ ڪجهہ جهونگاري ۽ ان جي جهونگار ان گرجا جي وشال ڇت سان ٽڪرائجي پڙاڏا ڪري شايد تہ هيئن سمجهہ ۾ اچي:

گهنڊ ٿا دل جي گرجا جا وڄندا رهن،
ياد پيارا اچن، گيت رچندا رهن.

•

قرب قائم تہ قائم رهن دوستيون
قرب جيئن جيئن ٽٽي هانو ڇڄندا رهن.

•

ڳوٺ جي رات جي گهگهہ پوئين پهر
ڪيترا ماڻهو لڪندا ٿا ملندا رهن.

۽ ٽڪ پڇي اهو نوجوان بس بي مزه اڳتي ويندو رهي، اياز گل جا شعر جهونگاريندو. ائين محسوس ٿيندو آهي ته محبت اهو داڳو آهي، جنهن چکيو سک جي ڏيهه مان جلاوطن ٿي ويندو. جنت مان آدم جي نڪرڻ وانگر- ۽ اياز جي شاعريءَ ۾ محبت جو ئي ته ذڪر آهي- ۽ محبتون به ته جوان محبتون. جوان محبت جا درد به ته اڻ سهائيندڙ ٿيندا آهن. لڪائي به ناهن سگهبا. انهن محبت جي لمحن جو ذڪر گهڙجي سامهون جڻ آسمان جي جسم تي لکيو پيو هوندو آهي ۽ ياد ڏياريندو رهندو آهي ان اپسرا جي، جنهن جي گهٽيءَ وڃي ناهي سگهبو. سندس گهر ڏانهن وڃڻ تي لڳل بندش کي ٽوڙڻ سنو به ناهي لڳندو. پر ڇا ڪجي حوا جي ڇڪ آدم کان ڪٿي برداشت ٿي ٿئي. ديوداس پنهنجيءَ محبوبا پارپتيءَ کان ڌار ٿي جڏهن بردوان وڃي رهيو هو ته وڃڻ وقت چيائينس ته پار بتي مرڻ کان اڳ توسان ملڻ ضرور ايندس. پوءِ هڪ طوفاني رات ۾ جڏهن درياهه ڪنارن کان ٻاهر نڪري آيو ۽ وڻ پاڙا پٽجي ڪرڻ لڳا ها، ان رات جي صبح جو جڏهن لامن تي پکي هونگارڻ لڳا ته پاربتي جي گهرجي در تي سنبل جي وڻ هيٺيان ديوداس جو لاش پيو هو.

جڏهن بندشون به نٿيون ٽوڙيون ٿين ته پوءِ ائين اندر ۾ مرڻ يا ظاهر ۾ مرڻ ڇا جي لاءِ! اها ڇڪ ايڏي اثرائتي آهي ڇا! اياز گل کان پڇئون اهو ڇا ٿو چئي؟

هن ڳلي کان هن ڳلي ڏي ذري ذري پٽڪان ٿو،
وقت جي تيز هوائن ۾، اخبارَ جي ٽڪري جيان.

•

اوهان جي در تي ائين بيٺا رهيا سي،
گهٽيءَ جي نانوَ جو جڻ بورڊ هيا سي.

•

منهنجي نظر هلي وئي آهي تنهنجي گاڏي سان،
پليٽ فارم تي بيٺو آهيان انڌن وانگي مان.

•

دل ۾ روئيندو هوندو
هو جو مرڪي ٿو وڃڙي.

•

تنهنجي پيـــرن ۾ هئي لـڱل مـــيندي،
منهنجي گـــهـــر جـــا تـہ ها ڪليل رســتــا .

•

تو در ڪيـئن اچڻ جي هينئڙي وجــهـان هيـر،
منهنجـا مـيـرا پيـر، اگڻ اُجـرو تنهنجــو.

اياز گل تہ اهوئي چوندو رهيو آهي. ۽ چئي پيو محبتون ائين ئي ٿينديون آهن. ڏاڍيون نفيس ۽ اُجريون. ان پيڙيءَ جيان جيڪا صندل جي ڪاٺ مان ٺهي هجي. ۽ جنهن ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ ترندي هجي اُها سڄي ڍنڍ ان پيڙيءَ جي خوشبوءَ سان واسيل هجي. بس ڏڪيو لڳندو آهي، تہ ان جو ڪناري ڪان دور ٿيڻ. الاهہ- جيڪر محبتن جون ڪشتيون سداً سالم رهن. نہ پچن نہ پُرن. نہ ئي دور ٿين ۽ اگر دوريون پئجي وڃن ٿيون، تہ پوءِ تنڊ ڪير ڪندو. دل سدائين در جي طاقن جي ملڻ سان ڌڙڪندي رهندي ۽ در تي ٿيل ڪائي بہ دستڪ چڻ ڪنهن بهار جي جشن جو سنديسو لڳندي.

اياز! تو سان بہ اهڙي ويڌن رهي آهي ڇا؟

شـــاعـــر جـــاڳي تارا جـــاڳن،
اڪـــڙين ۾ اوجـــاڳـــا جـــاڳن.

•

اڄ جـــــو غم ئي ڪافي آهي
اڄ تہ نہ گـــهـــاوَ پراڻا جـــاڳن.

•

گل دڪن ۾ گـــهـــيـــريل آهن،
هر پاسي تـــا ڪندا جـــاڳن.

•

اڪ پيچـــڙ ۾ قـــاتـل ڳـــوڙهو،
در تـي جڻ دربان جــــيـــــان آ.

•

هيـڏن چـهـرن ۾ هڪ چـهـرو،
دردن جي درمـــان جـــيـــان آ.

•

آئينو تـو ڏسـان تہ گـهـائن ٿـا،
لڙڪ اکين ۾ مُـسـڪـرائن ٿـا.

•

روز ملندا رهون تہ بهـتـر آ،
فـاصـلا، فـاصـلا وڌائن ٿـا.

عـاشقي ۾ ائين ٿيندو رهيو آهي. عـاشقي تي توڙي جـو سون جو پاٽي چڙهيل ناهي پوءِ بہ دليون ان جي در تي ڳـاهٽ ڪيـو بيـٺيـون آهن. ڪائي دل ان مـيـدان ۾ اگـر نئين هجي، ضـد ڪري تہ ذائقـو ڪهـڙوتـيندو آهي. تہ ان دل کي سمجهائي سگهجي ٿو. ساونڻيءَ جي مند هجي آسمان تي جهُڙ ڇانئجي وجي لس ٿي ۽ وسي پئي بوندون ڇمڪٽيءَ جي وڻ تي پون- ۽ جڏهن برسات بس ٿي وڃي، پکي وري بولڻ شروع ڪن تہ ڇمڪٽيءَ جي پَن تان ڪرندڙ بوندن کي ٻِڪ ۾ قـابو ڪري اگر چکبو تہ ان جو ذائقو ۽ محبت جو ذائقو هڪجهڙو ئي لڳندو. اها نئين ۽ سيڪڙائپ دل اگر اها تشبيهہ نہ سمجهي، تہ اياز گل جا غزل ان کي گهڻو ڪجهہ سمجهائي سگهن ٿا.

تنهنجي اکـڙين هوريان هوريان ائين ڪيـو سـوگـهـو،
جڻ ڪنهن مـاريءَ چـار ۾، پنڇي ڦـاسـايو پئي..

•

تنهن وٽ تنهنجي يادن جـا سـوَ سـورج هوندا پڪ،
رات جـو پوئين پهـر ۾جنهن ديپ اجـهـايو پئي.

•

ديوي دل ۾ يادون تنهنجون من ۾ تنهنجي مورت آهي،
دل ۾ پيار جا ديپ جلائي، پوڄاري جان پوڄيان ٿيو.

•

گل ٻـڄي مـون ڳـوليـو توکي، باغ باغ ۾ پريتم پيـارا،
سج ايـرڻ سـان نير ٻـڻائي، مـاڪ ڦڙا برسايان وينو.

•

سـڏ آهي ڪنهن جـو در تي نڪـو-کـڙکو آهي،
هو مـسـتـان ڪين اچي، دل کي هي ڌڙکو آهي.

•

تو چيــــو هاڻ ڪڏهن ڪينڪي ملنديس توســـان،
”گل“ مـــري پوندو جي سچ پچ جـــو هي ڏڙڪو آهي.

•

پٿــر جــهــڙيءَ دل وارن ســان جــيــڪــو پريت لڳائيندو،
پاڳل مــاٿــهــو روئندي رُلندي پنهنجـــو پاڻ وڃــائيندو.

•

ڪوئل پنهنجي ڪُوڪُوءَ ۾ تون جــهــيــٺــو جــهــيــٺــو ڳاءِ،
مـــسين تہ دل جـــو درد ســـتـــو آ، تنهن ڪي ڪين جڳاءِ.

•

پيــار ڪيــوسين، پاڳل تــيــاسي ســيــاٽپ وئي وســري،
رج پنـــيـــــان ٿـــا ڊوڙون ويـنـــا اج اجــــهـــائڻ لاءِ.

•

ڪونئـرا ڪونئـرا ڪچڙا من ۾ جــاڳـيــا هن جـذبا،
مـــوت پري ڪـــان پيـــارا، هاڻي آس جي آس پڄـــاءِ.

•

۽ اها بہ حــقــيــقت رهي آهي تہ محــبــتون لفظن جون محــتــاج ناهن ٿيندئيون. زليخائن جا يوسف سان عشق جا جذبا لفظ تہ ڪونہ اُياري سگهندا آهن. لفظ تہ بس خـــــراج پيـــش ڪرڻ لاءِ هوندا آهن. هر وقت تيـــــار. انهن لفظن کي وري خوبصورتيءَ سان اسـتـعـمـال ڪرڻ جو فن صرف شاعرن وٽ هوندو آهي. جيـئـن ڪوئي ميـهـار شام سمي پنهنجي مينهن کي ڏهندو آهي تہ پلي هو ڪيڏو بہ بي خيالو ڪير ڏهندو هجي، پر ڪير جو هڪڙو بہ ڦُوهو ڪهاگهر کان ٻاهر ناهي ڪرندو. ائين ئي شاعر تصور جي آليءَ، سُڪيءَ دنيا ۾ مست ۽ ڪويل هوندو آهي پر پني جي سيني تي جيڪي بہ لفظ لکندو اُهي پنهنجي صورت پاڻ ئي ناهيندا ويندا. پوءِ ڪي غزل ٿي ويندا تہ ڪي نظم ٿي ويندا تہ ڪي دوها تہ ڪي وايون بڻجي ويندا. ”دک جي نہ پڄاڻي آ“ جـو سفر اڳتي وڌندو ٿـو رهي. اياز گل جي غزلن ڪانپوءِ وايون بہ ايتريون ئي سُريليون ۽ معنوي آهن، جيترا غزل. بس فرق اِهو آهي تہ غزل ۾ محبوب سان هم ڪلام ٿيٽو آهي ۽ وائيءَ ۾ دردن ۽ سورن جو تذڪرو هوندو آهي. پر اها روايت اياز گل جن جي ٿهيءَ توڙي آهي. جو انهن وائيءَ ۾ صرف درد ۽ الم تي ئي نہ لکيـو آهي پر ٻيا ڪوڙ نفيس موضوع بہ هنن وائيءَ جي شـڪل ۾

اسان کي پڙهايا آهن. اياز گل غزل لکي يا وائي پر الائي چو ائين محسوس ٿئي ٿو ته هو جيترو صحيح محبت تي، عشق تي، ۽ درد تي لکي سگهي ٿو شايد پين موضوعن تي اهڙو پلو لکي نه سگهي. سندس وايون پڙهي ان راءِ کي توري به سگهجي ٿو.

هيڏيءَ تکيءَ اس ۾
ڪچن رنگن سان،
چا لئہ تون نڪتين پرين.
تارن رات پڇيو پئي،
پاڇن جي پويان
چا لئہ تون نڪتين پرين.

•

توکي چاهڻ جي
نينهن نيائڻ جي
لائق ئي ناهيان رهيو.
جاٺان ٿو هن موڙ تي
ڪنڌ ورائڻ جي
لائق ئي ناهيان رهيو.

•

چا تي ڪڌهن الاءِ
اوکيءَ سوکيءَ لاءِ
لڙڪ سنيالي رک تون.
ٿورو ٿورو خرچ ڪر،
وڇڙڻ ويلي تائين،
لڙڪ سنيالي رک تون.

•

عشق اسان جي آرسي،
پٿر لوڪ سجو.
ڪيئن لڪائي سگهبي،
خوشبوءِ ۽ خوشي
پٿر لوڪ سجو.

•

کسجي ويندي اوچتو،
آهي هر خوشبو،
سانديي رکجانءِ پيار کي.
رات رنس پئي آءُ ۽
مرکيا ٿي تيزو،
سانديي رکجانءِ پيار کي.

اياز گل جون وايون پڙهي پڙهندڙ شايد مٿئين راءِ سان متفق ٿي ويا هجن. ”ڏک جي نہ پڄاڻي آ“ جو سفر جاري آهي. ۽ پاڻ هاڻي اياز گل جا نظم پڙهڻ چاهيون ٿا. جڏهن بہ نظم پڙهبو آهي يا ٻڌبو آهي چاهبو آهي چوطرف ڏنڌ ڦهلجي وڃي، سناٽو ڇانئجي وڃي ۽ بس اکيون پوري نظم کي ٻڌجي. اياز گل جا نظم پڙهي تہ اجان بہ دل ۾ هڪ عجيب فينٽسي (Fantacy) جنم ٿي وني- تہ اياز گل جي شهر سکر جي گهنٽا گهر تان رات لڙيءَ جو ٽانگي ۾ چڙهجي، سڌو اڇي درياهہ جي پل واريءَ ديوار تي روڊ کي پٺي ڏئي جنگهون هيٺ لڙڪائي ويهجي ۽ پوءِ سامهون اپريل چنڊ کي دل تي گهُوري، اکيون بند ڪري ڇڏجن-۽ پوءِ آهستي آهستي ڪنهن خستہ حال ڳاڙهي رنگ جي گٽار کي وڄائي اياز گل جو هي نظم جهونگارجي.

**• ادا پَلَ جو هڪ وعدو**

مان پنهنجي پاڻ سان
اهڙو ڪيان ٿو واعدو اڄ
تہ تنهنجي نينهن جي ناتي نہ
آئيندي جيئبو
نہ مرڪبو ئي وري، هاڻي تنهنجو نانءُ وني،
نہ تنهنجي راهہ گذارن تان.گذربو هاڻي،
جي گذربو بہ تہ ڪنڌ هيٺ ۽
جهڪيل اکيون.
نہ تنهنجو خيال، نہ جذبن جي ڪائي ڪتڪتائي،
نہ جاڳ ۽ نہ وري ڪا اکين ۾ لالائي،

جي ذڪر آيو ڪٿي تنهنجو
ڪنهن بہ محفل ۾،
تہ اهڙو ڏيک ڏبو، ڄڻ نہ ڪا شناسائي.
اڪيلو ڪمري ۾ ويهي توکي ياد ڪري
ڪو غزل لکبو ۽ نہ ڪو شعر
تنهنجي نانءَ ڪبو.
جي دل گهُري ڪنهن پڇيو دوست
تنهنجي باري ۾
تہ ٽهڪ ڏيئي وڏو چئبو
ڪوڙ هو سڀ ڪجهہ
مڙئي دل پئي وندرائي سي
پہ ٿي ڏينهڙا
اسان ۽ پيار ڪو ڪوڙو
لڳي ٿو دوست پلا.
نہ تنهنجو ساٿ، نہ آٿت، نہ هانوَ تي چندبو
تہ پوءِ روز دکن جا صليب ڇو کڻجن؟
ڇو روز مرجي ۽ ڇو روز رولجن موتي.
جي جيت ناهي اسانجي تہ مات ڇا جي لاءِ،
ڊگهو سفر ۽ اداسيءَ جي رات ڇاجي لاءِ،
سدا اڪيلو رهان،
سو چڱو آهي اڳنان،
مان پنهنجو پاڻ سان اهڙو ڪيان ٿو
وعدو اڄ
تہ هاڻي ڪنهن سان بہ پُلجي ڪڏهن
نہ پيار ڪبو!!

۽ ان نظم کي ڳائيندي صبح ٿي وڃي. ها! ڪاش اگر ائين ڪري سگهجي. اهو شاعرن جو ئي ڪمال آهي جو اُهي دردن جي ڳالهہ ڪري دلين مان درد گهٽائيندا آهن. ”ڏک جي نہ پڇاڻي آ“ ۾ ئي لڳي ٿو تہ هڪڙي آٿت آهي تہ دک

گهڻي دير نہ رهندا. تڏهن ئي اياز گل اهڙا نظم ۽ گيت چيا آهن.

وســـتي هيءَ ڇـــڏيندا سين،
مـــوتي مُـــور نہ ايندا سين.

•

پاڻ رهاڪو درد شـــهـــر جـــا
ديپ اجـهـاڻل پوئين پهـر جـا،
سڪ ڇـا ڪنهن کي ڏيندا سين
مـــوتي مـــور نہ ايندا سين.

•

ياد پراڻيـــون يادون ايندي‌ون،
اکيـون اجـايل پـرجي وينديون،
جـــڏهن اڪيـــلا ٿـــيندا سين،
مـــوتي مـــور نہ ايندا سين.

•

"دک جي نہ پڄاڻي آ" جو سفر هاڻي ڪٿڻ تي آهي- ۽ آخري ڪتبو اسان جي نظرن آڏو آهي جنهن تي لکيل آهي "بيت - دوها- سوايون".

اياز گل توڙي جو بيت ڏاڍا سنا لکيا آهن ۽ اسانجي پنهنجي صنف آهي پر مونکي اياز گل جا دوها ڏاڍا وڻن ٿا. الائي ڇو اياز گل جي شاعري پڙهي منهنجي من ۾ ڇـريون خـواهشـون جنم وٺن ٿيـون. دوهن جي حـوالي سـان بہ هڪ اهڙي خواهش جنم ورتو تہ "جيڪر سائين مَرنا جيئرو هجي ها. آڪ تاري سوڏو. هو شيخ اياز جون وايون ڳائي ها ۽ اياز گل جا دوها ڳائي ها. ڪٿي بہ! سر عـام!! سنڌ جي ماڻهن کي آواز ۽ شعر جو سُر ۽ تال جومعراج نصيب ٿي وڃي ها. ڪين پتو پئجي وڃي ها تہ لفظن جو جهان ڪيڏو اثر انگيز ۽ وسيع آهي ۽ ان جهان جا فقير صفت رهاڪو دوها ڇا تہ انهن جو تصور آهي. قبرستان جي ڪبڙ هيٺيان وبهي روئڻ جهڙو! دوهن جو مزاج ئي اهڙو آهي. شروع کان اهڙو، روئاربندڙ، جيئن هي هندي دوهو آهي:

جو ميں ايسا جانتي ري، پريت ڪئي دکهہ هوئي،
نگر نگر ڍنڍورا پيٽتي ري، پريت کرو مت ڪوئي.

ان هنديءَ دوهي جهڙا دوها اياز گل به لکي سگهيو آهي. جيڪي اگر سائين مرنا ڳائي ها ته الائي ڪيڏو قهر چڙهن ها. تر ۾ رُلندڙ نوجوان جو گرجا ۾ ڳائڻ ۽ ڪنهن ٻئي جو درياءَ تي ويهي ڳائڻ يا سائين مرنا جي ڳائڻ جي خواهش ان ڪري ڌرائجي ٿي جو سنگيت ڪانسواءِ شاعري ڪجهه به نه آهي. ان ڪري ئي اياز گل جي دوهن کي هاڻي نه ضرورت آهي سُريلي آواز جي.

حيرت ۽ افسوس مان ويٺي سوچيو پئي پکوان،
مون کي واهه جو روليو آهي دنيا ۾ انسان.

•

توکي ساري نيڻ اسانجا، بادل وانگي برسيا ها،
هلندي هلندي تنهنجي در تي خيال اسان جا ترسيا ها.

•

آئون اڻين تي ويندس دلبر تسيندي توکان ڏار،
شئي ڪسجڻ تي روئي ڏين جيئن، ڪلندي ڪلنبدي ٻار.

•

شيو وڏائي ڪپڙا ڦاڙي، بن ڏي نڪري وڃجي؛
دل چاهي ٿي اڄڪلهه پنهنجي پاڻ کان وسري وڃجي.

•

دوهن جي دردیلي وجود جي اختتام تي اياز گل جي ”دک جي نه پڄاڻي آ“ جي پڄاڻي ٿئي ٿي. ۽ ڏاڍي فنتاسٽڪ قسم جي خوابيده، ۽ مدهوشيءَ مان ذهن جي آجي ٿيڻ جهڙو سُرور محسوس ٿئي ٿو. جڏهن شاعريءَ کي پڙهي پورو ڪري ۽ ڪتاب بوتجي ٿو ۽ دل ۾ اِها دعا جنم تي وٺي ته سنو ٿيو شاعر پيدا ٿيا. فنڪار پيدا ٿيا. جن ديوتائن کي پکوانن کي ۽ خدا کي راضي ڪيو ۽ ڌرتيءَ لاءِ حسن، ماڻهن لاءِ محبت ۽ پنهنجي لاءِ نفيس فن گهريا. جن جي هڃڻ سان ئي محبتن جي مينارن تي لفظن جا ڏيئا ٽم ٽم ڪن ٿا- ۽ دنيا حسين لڳي ٿي- محبوبا جي ڳلن تي چڳهن جهڙي سياويڪ، دلڪش ۽ آسوده!



# ڪيئل داس "فاني" جا نظم

آفتاب سومرو

بوند تون آهين بحر جي، يا ڪنهن آسمان جي
تون پيدائش پيار جي، يا ڪنهن جي ارمان جي.

مان 'سنڌي ادبي سهڪاري ڪاميٽي شڪارپور' جي هڪ ڪارڪن جي حيثيت سان، سنڌي ادبي سنگت شاخ شڪارپور جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان، ڪاميٽيءَ طرفان، سنگت طرفان اوهان سڀني کي پليڪار چوان ٿو، اوهان جي هت اچڻ لاءِ ٿورائتو آهيان.

هي پروگرام 'ادبي سهڪاري ڪاميٽي' طرفان رٿيل آهي ۽ ان ڪاميٽيءَ جي سيڪريٽريءَ اوهان کي ڪاميٽيءَ کان آگاهه ڪيو. پر آئون ان حواليءَ سان ڪجهه وڌيڪ چوڻ ضروري سمجهان ٿو.

اصل ۾ "سنڌي ادبي سنگت" شاخ شڪارپور اهو چاهيو پئي ته اسان هن شهر ۽ ديس جي روايتن کي مان ڏيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ادب جي ميدان ۾ ويچا نه وجهون ۽ گڏجي اڳتي وڌون. سماج جي ترقيءَ ۾ ادب جي پتوڙ جيئن ته گڏيل عمل آهي، ان ڪري ان گڏيل عمل کي ڏار ڪندڙ ۽ علم، ادب، ذهني ۽ سماجي ترقيءَ جي انهن نام نهاد ۽ اجاين عذرن کي ڳولهيون ۽ انهن کي مات ڏئي، پنهنجي لاءِ ايندڙ نسلن لاءِ بڌيءَ ۽ گڏيل علم ۽ انهن کي مات ڏئي، پنهنجي لاءِ، ايندڙ نسلن لاءِ بڌي ۽ گڏيل علم ۽ عمل جي راهن کي همؤار ڪيون. ان حوالي سان اسان جڏهن ڪوششون ورتيون ۽ ادبي تنظيمن ۽ ڪجهه ادبي فردن کي گڏ ٿيڻ جي دعوت ڏني ته سامهون اهو آيو ته خاص اختلاف، ڪارڻ وغيره ته هيائي ڪونه، ڪي دوست صرف مولودن کي ئي شاعري ۽ ادب سمجهن پيا، ڪي وريءَ پاڻ کي وڌيڪ ذهين ۽ ترقي پسند سمجهڻ جي ناداني‌ءَ ۾ ترقي پسندي ۽ ايڪي کي نقصان ڏئي رهيا هئا. ڪي دوست فنڊ نه هئڻ ڪري، محدود پروگرام ڪري رهيا هئا، جنهن ڪري نه ته

اهي ٻين تنظيمن سان رابطي ۾ اچڻ پيا نہ ڪم اڳتي وڌائي سگهڻ پيا- بهرحال اسان جون گڏجاڻيون ٿينديون رهيون، ماڻهن جا تبصرا ٿيندا رهيا ۽ "ادبي سهڪاري ڪميٽي" جڙي ۽ اڄ اوهان جي اڳيان هي پروگرام ڪري رهي آهي. وڌيڪ وقت ڀڄائيندو تہ ان ٻوٽي ڪو ٻوٽو ٻاريو يا ڪونہ!

آئون دوستن کان معذرت خواهہ آهيان جو ڪجھ عرصو شهر کان ٻاهر هجڻ ڪري سندن هٿ ۾ ذهن نہ ونڊائي سگهيو آهيان. باقي جيستائين مونکي خبر آهي تہ هن پروگرام جي حوالي سان سندن اهو فيصلو تہ هر ليکڪ دوست،فانيءَ جي ڪنهن بہ هڪ پهلوءَ تي ڳالهائيندو ۽ اهو بہ لکيل- تہ اها تمام سٺي ڳالهہ آهي ۽ اسان سڀني کي آئنده بہ ائين ڪري وقتءِ ورجاءُ جي نقصان کان بچڻ گهرجي.

مونکي چيو ويو هيو تہ آئون ڪيئلداس 'فاني' جي ڇپيل مجموعي "سمنڊ سمايو بوند ۾" آيل نظمن جي حوالي سان پنهنجي سوچ اوهان اڳيان رکان.

فانيءَ ڪي سنڌي نظم يا هيئن چئجي تہ جديد نظم جو باني بہ چيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ نظم بہ اصل ۾ سنڌي صنف نہ آهي اها يورپ جي Blank verse جو تسلسل آهي. جيستائين منهنجي سوچ آهي تہ ڪنهن صنف جي مخصوص ٿي وڃڻ يا ڪنهن خاص ٻوليءَ کان ابتدا ڪرڻ جو دارومدار ان ٻوليءَ جي Structure ۽ ان ڪانپوءِ اتان جي ماحول ۽ گهرج تي هوندو آهي. پر ان صنف جو اتي يا ڪنهن ٻئي هنڌ جڳهہ وٺڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ جو دارومدار، ان ماحول، جيڪو نفسياتي اجتماعي ڪيفيت کي جنم ڏيندو آهي ۽ اها ڪيفيت جيڪو اظهار ۽ ڦهلاءُ لاءِ وسيلو ڳولهيندي آهي ان تي ۽ فنڪار تي هوندو آهي، ڪوڙ هنڌن تي نهن ٻنهي يا ٽنهي يعني ٻوليءَ جي Structure ماحول ۽ ان جي گهرج ۽ فنڪار جي بهتر ميلاپ نہ هجڻ ڪري ڪيترين ئي صنفون، مواد ۽ فن پنهنجي ڪامل شڪل وٺي نہ سگهيا بلڪہ انهن ٽنهي گهرجن مان ڪي گهرجون ٻي يا ٽين فيڪٽر نہ ملڻ ڪري بي موت ۽ بي لاپ مري ويون.

ان ئي حوالي سان اسان جڏهن "فاني" جي نظمن کي ڏسون ٿا اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ سندس سوچ - ۽ انڪري چوند آفاقي آهي. هونئن بہ اهو فنڪار جي اندروني ڪائنات تي منحصر هوندو آهي تہ پنهنجي لاءِ ڪهڙا ذريعا ۽ رنگ چوندي ٿو ۽ پنهنجي پيغام کي پڄائي ٿو. فانيءَ پنهنجي شاعريءَ کي عنوان بہ ڏنا آهن ۽ مختلف صنفن ۾ مختلف موضوعن تي طبع آزمائي بہ ڪئي آهي. اسان جي

سچي دنياجي ڪامياب شاعرن يا اڄ جي مڄيل ڪلاسڪ ڪي پڙهندسين ته ڏسڻ ۾ ايندو ته انهن سڀني جي شاعري يا فن پنهنجي پنهنجي مخصوص ماحول ۾ رڱيل هوندو پر ان جا جزبا، ڏس، پيڊ وغيره سڄي سنسار لاءِ هوندا، سندن تڙپ ۽ ڏاهپ پوري انسانذات لاءِ هوندي- ته ساڳئي طرح فانيءَ جي به سموري شاعري پنهنجي عنوانن، موضوعن ۽ مخصوص ماحول جي مظهرن سان Universal آفاقي ۽ تجرباتي ڏاهپ سان پر نظر ايندي.

بي جيڪا وڏي خوبي سندس شاعريءَ ۾ ملي ٿي اُها آهي سادگي. اسان سندس ڪهڙي به صنف پڙهون يا ڪوبه ٿوري سمجهه رکندڙ به سندس شاعري پڙهي ته هڪ دفعو ته هو آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو ته هو ڇا پڙهي رهيو آهي، ۽ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ ڇو ته سندس تخليق ايتري ته سادي انداز ۽ بيان ۾ آهي جو اهائي هن جي شاعري آهي ۽ اها ئي ان جي معنيٰ آهي. پر حيرت جي ڳالهه اها آهي ته هڪ سٺي پڙهندڙ، هڪ سٺي تخليقڪار، هڪ ڏاهي ۽ فلسفي جهڙي مضمونن سان دلچسپي رکندڙ ۽ هڪ سٺي نقد.ڪي سندس شعري ڏين ۽ گيان جي ڏاڪن تي پنڌ ڪرائي ٿي، سندس موتين جهڙا لفظ ۽ آبشارن جهڙي رواني هن ڪي هوا جي دوش تي ڪڪرن جيان اڳتي وٺي وڃي ٿي. پر سادن لفظن ۾ ڏاهپ ۽ مشاهدي جا گر ڪيس مينهن ڪٽيءَ مان روشنيءَ جي گذر ۽ اندلٺ جي خوبصورتي ۽ وکريل رنگ ڪثرت ڪان وحدت ۽ وحدت ڪان ڪثرت، ڪل ۽ جز، ذات ۽ وجود، ازل ۽ ابد جهڙن پيرن جي ڏاڪن تي ڪن پل ۽ ڪي صديون ڪڏهن اڳتي ڪڏهن پٺتي نهارڻ ۽ پروڙڻ لاءِ بيهارين ٿا:

- تُنهنجي منهنجي ســـــاڳي صـــــورت،
  تون صـــــورت مـــــان تنهنجي مـــــورت.
- خـــــود راز لڪل آهي، اڇڻ ۾ ئي وڃڻ جـــــو.
- در ڪلي اميد جو جيئن گهر ڇڏي بي گهر ٿئي.
- پڇو جن ڪان اٿم سي خود پڇن منهنجي پڇائن ڪان.
- تنهنجي قطره مـــان تُـــو درياهه جـــو ديدار بڪي.
  ٿي عجب ۾ وجهي وحدت منجهان ڪثرت تنهنجي.

اهڙي نموني فانيءَ جي شاعري انيڪ ڏاهپ جي ڏسن ۽ فن جي بهتر ۽

صحتمند بيهڪ سان پري پئي آهي ۽ جي اسان سندس ڪنيل يا ڏسيل نقطن تي ڳالهائيندا سين ته اسانکي ڪوڙ مواد ملندو.

فاني جيئن ته ويهين صديءَ جي شروعات ۾ پيدا ٿيو ۽ صديءَ جي اڌ ۾ پنهنجي عمر جي به اڌ حصي ڪي پهتو ۽ اهوئي وقت سندس فن ۽ فڪر جو به جوان دور چئي سگهجي ٿو. ويهين صدي برابر علم ۽ ادب جي حوالي سان هڪ خاص اهميت رکي ٿي. پر اسان واري خطي ۾ اهو سڄو عرصو مذهبي جنونيت ۽ مذهبي سياست جي حوالي رهيو، ۽ ان حوالي سان ئي جاگرافيائي نيون سرحدون طئه ٿيون، جڏهن ته ان مدي ۾ دنيا جون سرحدون قومي ۽ ثقافتي بنيادن تي طئه ٿيڻ لڳيون هيون. فانيءَ پنهنجي علم ۽ عمل ۾ اهڙن ڏارائن جي خلاف صحيح سوچ جي وڪالت ڪئي ان جي باوجود ته هو پڻ انهن روين جو شڪار ٿيو.

چوڻ جو مطلب ته ان وقت جيڪا ماحول جي نفسيات هئي، ان جو سڄو مواد ڪيفيت جي حوالي سان بيت، ڊائلاگ ۽ وائيءَ جو جڙي پيو ۽ آئون اڳ ۾ اهو چئي آيو آهيان ته ڪنهن صنف جي ڪاميابيءَ ۾ ٻوليءَ جي Structure ڪيفيت ۽ فنڪار جي سهٽي ميلاپ تي دارومدار رکي ٿو. پر ان وقت ڪيفيت کان علاوه ٻوليءَ يعني سنڌي ٻوليءَ ۽ پختي فن جي ميلاپ ئي اسان وٽ سنا نظم ڏئي نظم کي بقاعده هڪ ڪامياب صنف جي شڪل ۾ بيهاريو ۽ ان حوالي سان پختي فن ڏيندڙن مان ”فاني“ جو نالو صف اول ۾ آهي.

اصل ۾ فانيءَ جا سادا لفظ، عڪس، فطرت جي داخليت ۽ جماليات جو سهٽو استعمال ئي سندس شاعري ۽ خاص طور نظمن کي جلا بخشي ٿو، ڇو ته نظم جي خاص خوبين ۾ هڪ بند جو ٻي بند سان پيوستہ ۽ منحصر هجڻ آهي. ”فاني“ جا صرف بند نه پر سٽون ۽ لفظ به اهڙي انداز ۾ آهن چڻ ريشمي ڪپڙي جا ٿان ميچنگ ۾ هڪ ٻئي جي سهاري رکيا ويا هجن ۽ هڪ ٻي مٿان سرڪي ترڪي مختلف پرنٽ جو دل لبائيندڙ ماحول پيد ڪندا هجن. اهوئي سبب آهي جو سندس ٻين صنفن ۾ به نظم جهڙي رواني ۽ ميناج ملي ٿو.

سندس شاعريءَ ۾ هڪ ئي وقت هڪ ئي هنڌ مڙئي خوبيون گڏيل ملن ٿيون، جن تي تفصيل سان ڳالهائبو ته وقت گهڻو لڳي ويندو، آئون سندس نظمن مان ڪجهه سٽون پڙهان ٿو اوهان غور ڪيو ته اهي ڪيڏيون نه ساديون آهن، معنيٰ سان پر آهن، جماليات جي سهٽي عڪاسي ڪن ٿيون:

- بوند تون آهين بحر جي، يا ڪنهن آسمان جي،

تون پيدائش پيار جي، يا ڪنهن جي ارمان جي.

• ٻَلي لڳي آڪاس ۾ وڇــــڙيا ٿي ڏينهن رات،
ٻن پريمين جي ڪنٺ ۾ هئي برهہ جي بات.

• ”فــــاني“ روشن ٿي ويا ٻئي پڙ فــــرش آڪاس،
ٻن پريمين جي فــراق تي ڪيــو نہ قــدرت قــيــاس.

• دل جـــــا بادل اک تي ڇـــــانيـل،
بوند ۾ منهنجي بحــر ســمـــايل.

• پرهہ ڦــٽيءَ جــو صــبح ســويرو،
سج کي هو ڪــرن جــو گــهــيــرو،
مــاڪ اگــهــيــو گل جــو منهن مــيــرو،
مـــــون وٽ اپ مــــــان اڏري آئـي.

فــاني جي شــاعــريءَ کي لافــاني ڪنڌڙ ۽ صحتمند ڪنڌڙ سندس هڪ ٻي خصوصيت بہ آهي تہ هن جي مشاهدي نوان خيـال، نوان انداز ۽ نيون تشبيهون ڏنيون آهن ۽ فن جي ڏکي ڪم يعني جذبن جي لفظن ۾ نمائندي کي نواڻ بہ ڏني آهي ۽ هوش جي دائري ۾ بہ رهيو آهي، ان مان اسانکي هڪ خاص سبق بہ وٺڻ گهرجي تہ خاص طور انهن تخليقڪارن کي جيڪي جدت جي چڪر ۾ غير علمي ۽ غير عقلي ڳالهيون ڪري دليل ڏيندا آهن تہ شاعريءَ ۾ منطق ۽ دليل ناهي هلندو، فاني چوي ٿو.

• دريا پيئي پانهون ڪوليون سمهي پيون ساٿيون ٿي ڇوليون
پن اپون ۾ پون پن ۾ سپ ۾ ســــانت ســـمــــائي.

• لنبـــا پاڇــا پــڄندا پــڄندا پردن وانگر ڪــڄندا ڪــڄندا.

• مڪڙيون مشڪڻ جي لئہ آتيون پکين اپ ۾ پاتيون جهاتيون.

• انڌيريءَ کي شــــــام هٿن ڪــــــان هوريان وٺندي آئي.

• ســـاگــر ۾ ســـورج جـــا ڪرٽا تڙگن تپت ٻجـــهـــائي.

انهن ٻن سٽن کي ”زندگي جي شام“ مان ڏنو ويو آهي. هاڻي ويچار ڪيو، شاعريءَ جي لوازمات تي، منطق تي ۽ فنڪار جي Representation تي.
سندس مڙني نظمن ۾ هڪ سٽ مونکي خيال جي حوالي سان منجهايو:

ساڳي "زندگي جي شام!" ۾ پهرين سٽ اٿس:
"اوندهه ننگريءَ مان ٿو سورج ڪري وجڻ چوڻ وايون"
منهنجو محدود مشاهدو ان ڪي متضاد سمجهي ٿو پر پوءِ به رواني ڏسو حيرت جو مقام آ!
ڪوتا لاءِ ٿو چوي:

جت سورج پهچي نه سگهيو ٿي،
چنڊ جت چمڪي نه سگهيو ٿي،
واءُ جو سر ٻڌجي نه سگهيو ٿي،
اُت پر ڪولي آئي ڪلپنا،
هر آستان تي ڇائي ڪلپنا،
ندي جيان ڪٿ ٽپندي وئي،
ڊيل مثل ڪٿ نچندي ويئي،
ڪوتا ڪومل آهه ڪماري،
نرم نفيس نزاڪت واري.

فڪر جي حوالي سان به فاني هميشه چٽو، پختو ۽ مسئلن جو ادراڪ رکندڙ ۽ واضح طور تي Universal نظر ايندو. اڄ اسين ڏسون ٿا ته نظرين جي پرچار ڪندڙ ۽ دعويدار عملي زندگيءَ ۾ ٿڙڪي وڃن ٿا ۽ سندن سامهون سامهون نظريا لڙهندا وڃن ٿا. پر فانيءَ وٽ ڏاهپ ۽ قول ۽ فعل جي ثابت قدمي نظر اچي ٿي.

- قاتل جي ڪات ڏي ڇو، تون رحم لئه نهارين،
  چشمن مان تنهنجو چشمو، وئرٿ وڃي ٿو وهندو.
- فرض پهريون آ غلامن جو غلاميءَ سان لڙڻ.
- قوميت جي دهل تي جت ڊونگ جو ڏونڪو هٽي،
  ٿا اچن اجلاس ۾ اڳواڻ خود غرضي ڪٽي.
- ڏري چرڪي ڪڏهن ڪائنر ٿي پت ڪي پوت ٿو سمجهي،
  ڪڏهن هٽ سان ٿو پالي شير، ناهر، آفتون اجگر.
- ڪڏهن باتيون فلسفي جون ڪري ٿو آتمائن سان،
  ڪڏهن پوڄي پيپل، قبرون، ته واتا، ڏوڙ ۽ پٿر.
- ڪڏهن قارون جي ڌن مان نه ڌاپي لالچيءَ جو من
  ڪڏهن خود موه مايا جو ڇڏي راضي رهي بي زر.

● ٻانگ تنهنجي ڪي ٻڌي، ڏس، آئون بہ ٻي خود ٿي چوان،
خير جا والي ڪندين تون خير پنهنجي مهر سان.

اسان ۽ توهان اڄ جنهن حوالي سان گڏ ٿيا آهيون ان حوالي جو مهندار آهي سائين انور ”فگار“ هڪڙو، جنهن ظاهر آهي تہ سخت محنت ڪري هن وڻ ونان جي جهان ۾ ۽ بگڙيل سماج ۾ اسانجي علمي، ادبي ۽ ثقافتي ورسي ڪي پنهنجون خدمتون ارپيون آهن، ۽ اهوئي وسيلو اسان جي صبحاڻي جي تجات آهي، سندس جاڪوڙ سان مرتب ٿيل ”سمنڊ سمايو بوند ۾“ لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون. سندس محنت جو ڪاٿو سواءِ انهن مرحلن مان گذرڻ جي ڪٿي نہ ٿو سگهجي.

آئون ڪجهہ ڳالهيون هن ڪتاب جي حوالي سان ڪندس ۽ جن جو سڌو تعلق ان ڳالهہ سان بہ بيهي ٿو تہ اسان جي محنتي ماڻهن جي جاڪوڙ ڪي وڏ ۾ وڏ فائديمند ڪيو وڃي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ اسانجي ٻولي ۽ ادب جي نمائندگيءَ جي دعوئٰ ڪري ٿو پر سندس ڪاوشن ڪي ڏسي افسوس ضرور ٿئي ٿو. هن ڪتاب ۾ نہ تہ پنو سنئو استعمال ٿيل آهي ۽ نہ ئي ٽائيٽل. ان حوالي سان جواز پيش ڪري سگهجن ٿا پر ڪي اهڙيون ڳالهيون بہ آهن جن لاءِ ڪوبہ جواز جڳهہ وٺي نہ ٿو سگهي:

١- جنهن صفحي جي هڪ پاسي ڪان لکيو ويو آهي ”سهيڙيندڙ: انور ’فگار‘ هڪڙو“ ان جي ٻي پاسي ساڳي جڳهہ تي قيمت پنجهتر روپيا "Price Rs. 75-00" ڇاپيو ويو آهي ۽ ان سنهي پني تي ٻئي لکٿيون عجيب صورتحال پيدا ڪن ٿيون.

٢- فهرست ۾ ڇاٿايل آهي ”فاني آ غير فاني“ پر نہ اتي لکندڙ جو نالو آهي نہ وري ان چوڏهن صفحن جي ليک جي شروع يا آخر ۾ ڪنهن جو نالو آهي يعني خبر نہ ٿي پئي تہ اهو ڪنهن لکيو.

٣- فهرست ۾ ڇاٿايل آهي ”رباعيات“ ٨٣ ڪان ٨٦ پر ٨٣ ڪان ٨٦ تائين غزل جي عنوان سان ”ترانہ“ ڏنل آهي.

٤- فهرست ۾ ٨٧ ڪان ١٣٠ تائين ”غزل“ ڏنل آهي پر ٨٧ تي عنوان رباعيات ڏنل آهي.

٥- ١٨٥ تي ”ترائيل“ ڏنل آهي پر ان لاءِ الڳ پنو ناهي ڏنو ويو جڏهن تہ ان ڪي فهرست ۾ بہ شامل ڪيو ويو آهي ان جو جي اهو جواز آهي تہ هڪڙوئي ترائيل آهي تہ غزل جي عنوان ۾ بہ هڪڙوئي ”ترانہ“ ڏنو ويو آهي، پر ان لاءِ الڳ صفحو ڏنو ويو آهي.

٦- آخر ۾ سندس چيپيل خطن جي فهرست ۾ ڪابه ڄاڻ نہ آهي.

هڪ ڳالهہ تہ محترم انور "فگار" هڪڙي "ڪجهہ ڪتاب بابت" ۾ لکيو آهي تہ "٢٢ اپريل ١٩٩٢ع جي ملاقات ۾ جڳ مشهور شاعر شيخ اياز صاحب جن منهنجي همت افزائي ڪندي، ان ڪي ڇپائڻ ۽ مٿس مهاڳ لکڻ جي ذميواري کنئي. اهو سندن مون مٿان ايڏو وڏو احسان آهي، جو زندگي ڀر نہ لاهي سگهندس، پر ڇڙو ڳائي سگهندس. جيڪڏهن پاڻ اهڙو احسان نہ ڪن ها، تہ جيڪر هي املهہ ڪلام هيءَ صورت وٺي نہ سگهي ها۽ سندس آخر ۾ وري بہ ٿورا ڳايا اٿس.

هاڻي هڪ نظر ان مهاڳ تي ٿا وجهون تہ نظر ٿو اچي تہ: ان ٩٢ سٽن جي مهاڳ ۾ "اياز" فانيءَ جو ذڪر صرف ڏهن سٽن ۾ ڪيو آهي سو بہ ان حوالي سان تہ سندس جي ڳالهہ ۾ ۽ سندس ڏسيل خوبين ۾ ان جا ليئا ضروري هيا. دل تہ چوي ٿي تہ سڄو مهاڳ اوهان ڪي پڙهي ٻڌايان پر انتظاميہ ۽ وقت اها اجازت نہ ڏيندو. اسان ڪي اياز جي اهڙي خود تعريف تي ڪوبہ اعتراض نہ آهي پر اسانکي خبر آهي تہ اياز جا لکيل مهاڳ پڙهي ماڻهو گهٽ ۾ گهٽ اڌ دنياجي علم، ادب ۽ معاشري ڪان واقفيت حاصل ڪري وٺندو آهي پر "فاني" جيڪو هن جو استاد بہ آهي ۽ جنهن لاءِ پاڻ لکي ٿو تہ "فاني منهنجي زندگيءَ ۾ منهنجي شاعريءَ جي اوسر ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ مان هن جا ٿورا نہ ٿو لاهي سگهان - جي "فاني" منهنجي رهنمائي نہ ڪري ها، تہ منهنجي شاعري اتي نہ پهچي ها، جنهن جاءِ تي اڄ آهي."

اُستاد ۽ زندگي ۽ فني ۽ فڪري سجاڳپ ۾ ايڏو ڪردار ادا ڪندڙ ڏانهن ان سرد ۽ رکي رويي جو ماڻهو ڪونہ ڪو يا ڪي نہ ڪي دليل ۽ سبب ضرور ڳولهيندا.

محقق ۽ علم پرائيندڙ دوستن ڪي منهنجي گذارش آهي تہ زندگيءَ جي نشو نما سان سچي هجڻ ۽ غير حقيقي ۽ غير علمي روين ڪي پاسي رکڻ جي ڪوشش ڪن، ٻي صورت ۾ سندن محنت عوام بجاءِ ڪنهن نہ ڪنهن ديوتا جي پيٽ جي رک ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو.

آخر ۾ مان اهو چوندس تہ "فاني" جو اهو ڪارنامو تہ هو پاڻ ڪي فاني" ڇورائي بہ پنهنجي شعور جي سگهہ ۽ فڪر ۽ فن جي اڏام وسيلي لافاني ٿي ويو آهي.

آئون هڪ دفعو وري اوهان سڀني جو شڪريو ادا ڪيان ٿو.



# محبتن جو شاعر - سائل لاکو

(محمد هاشم سائل لاکي جي شاعريءَ جو اڀياس)

*معشوق ڏاريجو*

کر کٹا لاهي، سک نہ سُتا کڏهين،
اوسيئڙو آهي، کاهوڙين کي پنڌ جو.
(شاهہ)

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سُر کاهوڙيءَ ۾ ڏنل مثيون پيغام، کنهن هک فرد لاءِ نہ، پر کيترن ئي فردن لاءِ آهي، جن پنهنجي ڌرتيءَ پنهنجي محبوب، پنهنجي رب/ڀڳوان، پنهنجي آجپي ۽ پنهنجي قوم جي بقا لاءِ تتيءَ ٿڌيءَ جاکوڙيو آهي. اهڙن جاکوڙيندڙ انسانن جي ڊگهي قطار اسان وٽ موجود آهي. اُهي کاهوڙي، کوپا ۽ کنڌار، سورهيہ ۽ سرويچ، باغي ۽ بهادر، اٽل اڏول ۽ ارڏا آدمي پوڄا لائق آهن، جيکي سک نہ سُتا، جن کرکٹا نہ لاٿا ۽ مسلسل جاکوڙيندا رهيا. اهڙن کاهوڙين جي ساٿ جو هکڙو کاهوڙي، سنڌوءَ ماءُ جي مانائتي مٽيءَ مان جنم وٺندڙ مان ڀريو شاعر محمد هاشم سائل لاکو بہ آهي.

سائل لاکو هک زندهہ دل، حسن پرست ۽ محبت پرست شاعر آهي جيکو پنهنجي پوڙهي وجود ۾ بہ جوان جذبن جو مالک آهي- ۽ سندس شعري اڏام عقاب جي اڏام جيان تيز ۽ تکي آهي. سائل جي شاعري، جمالياتي رنگ ۾ رنگيل بهترين جمالياتي شاعري آهي. هو جمالياتي شاعر آهي. هيٺيان بند سندس جمالياتي شاعريءَ جو دلکش نمونو آهن:

مون مٿي کانپوءِ ماٺا، يار تون کنهن سان ڪندين،
سؤ ستم جور و جفا، يار تون کنهن سان کندين؟
روز شب آريون انگل هي کير تو کنهنجا کٽي،
سائل سوا ايڏا انگل ۽ آر تون کنهن سان کندين؟

•

خار گلڙن کي بچائيندا رهيا،
خار کٽجي ويا گلن روئي ڏنو.

ڇا مسافر ٿو پڇين سائل ڪنان،
بار دل تي پيـــو اڪين روئي ڏنو.

يار جي حسن جي واکاڻ، يار جا انگل آرا ۽ رسڻ پرچڻ سائل جي شاعريءَ جو اهم موضوع آهي. سائل پنهنجي شاعريءَ جيان خود به ڏاڍو رومينٽڪ شخص آهي. هو جڏهن به ڪنهن سان ملندو آهي ته جام ساقي وانگر ياڪر پائي ۽ چميون ڏئي ملندو آهي. جام ته هڪڙي چمي پائيندو آهي پر سائل ملندي ئي ڊزن ڪن چميون ڏئي ونندو آهي ۽ ائين لڳندو آهي جيئن سندس چمين جو قرض اسان ڏانهن ڪوڙ عرصي ڪان رهيل هجي. سائل چميون ڏيندي ڏاڍو وڻندو آهي، ان لاءِ ته هو نهايت ئي پيارو ۽ پرخلوص ماڻهو آهي. سندس چمين ۾ به سندس شاعريءَ وانگر سندس اندر جي محبت پرين جذبن ۽ احساسن جي اڻ مٽي اوت هوندي آهي، جنهن ڪي سمجهڻ هر ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهه ناهي.

سائل لاکو ڪافي، قطعي، نظم، وائيءَ ۽ غزل جو ڪهنا مشق ۽ قابل شاعر آهي. هن جا غزل رات–راڻيءَ جيان نازڪ، نفيس ۽ من موهيندڙ آهن:

پنهنجي زلفن ۾ لڪائي آفتاب،
عشق جي دنيا ۾ آندئي انقلاب.
رُخ مٿان زلفن کي واري تو ڪري،
عشق وارن جي نگاهن ڪان حجاب.
اندلٺ جهڙو پرينءَ کي ڄـان تي،
ويس پهريل آ سراپا ڪيم خابُ.
پيٽ ان جي سونهن جي ڪنهن سان ڪريان،
چنڊ چوڏهين ڪان مٿي حسن و شبابُ.
رات مان تو ڏينهن ٿئي يارو تڏهن،
تو جڏهن منهن تان سڄڻ لاهي نقاب.
سين هنئين سائل سڄڻ جي در اڇي،
حسن جي خيرات ڏي عالي جناب.

سائل لاکو، حسن، پيار، محبت، پنهنجائپ، امن ۽ آشتيءَ جو سائل آهي. هن سادڙي سباجهڙي شاعر ڪڏهن به ڌنُ دولت ۽ مال ملڪيت جي صدا ناهي

هنئين. سائل نہ صرف منين ۽ محبتن جو سائل آهي. اُهي ڳل ۽ ڳچيون کيڏيون نہ خوبصورت ۽ مهان آهن جن تي سائل چمينون ڏنيون آهن. سائل لاکو منين ۽ محبتن جو شاعرُ آهي. نج ڳوٺاڻو سپاءُ رکندڙ هي شاعر جنتي بہ ملندو آهي تہ کوڙ سارا کوڏاٽا ڏئي انتهائي گهڻي پيار، محبت ۽ خلوص سان ملندو آهي.

وائي نج سنڌي صنف آهي جنهن ۾ اڻ مئي موسيقيت ٿئي ٿي. سائل جون وايون موسيقيءَ جي رس ۾ ٻڏل وايون آهن. جن مان سائل جا رومينٽڪ احساس ليئا پائيندي نظر اچن ٿا:

مون سان ڪر نہ پيارُ-
پيارُ ڪرڻ جي پاپ ٿو سمجهين.
عشق اوپڙو اڻ جهل، ابتو ڪري ٿو عارُ.
منهنجي نظر ۾ نازڪ آهين، جهڙُ نندڙو ٻارُ.
تنهنجي ڪٽڻ ڪان يار ڳرو آ، برهہ سندو هي بارُ.
سائل سمورو راز اوهان سان، آهي ڪيو اظهارُ.

سائل لاکو عشق، محبت جي معاملي ۾ مزاحمتي شاعر/عاشق نظر اچي ٿو، جيڪا شي تمام ٿورن شاعرن/عاشقن ۾ نظر ايندي آهي.

بي سمجهہ رقيبن سان ڪرين ٿو پيارُ، اجان تون ٻارُ آهين.
بيدردن سان چو انگل ڪرين ٿو آرُ، اجان تون ٻارُ آهين.
چا عشق صنم چا تنهنجو وزن، تون پاڻ اجان معشوق آهين.
ڪيئن عشق جا ايڏا سهندي هي آزار، اجان تون ٻارُ آهين.

سائل رڳو سونهن جو ثناگر شاعر ناهي، پر هن جي دل ۾ پرينءَ جي پيار سان گڏ، هڪ باضمير شاعر وانگي ديس جو درد ۽ وطن جي حُب بہ آهي، هي مزاحمتي شاعر آهي. سندس ڪيترائي شعر سماجي ۽ طبقاتي مسئلن تي لڪيل/چيل آهن. سائل جا هينيان ڏوهيڙا/بيت مزاحمتي شاعريءَ جو جاندارُ مثال آهي.

وڻ چڙهي واڪا ڪيا، سنڌڙي سارو ڏينهن،
ڪو آهي ڪيهر شينهن، جو مون مٿان صدقو ٿئي.

•

سنڌ وني سڏ ڪيا، منهنجو آهي اللہ،
اتيو هڪڙو شاهُ، سو، سوگهو آ سَنُ ۾.

•

سنڌ وني سڌ ڪيا، نيڻين وهائي نيرُ،
اتيو هڪڙو پيرُ، جو سنڌ مٿان صدقي ٿيو.

سائل لاڪو سنڌ ڌرتيءَ جو سيلاني شاعر آهي. پنهنجي قميص جا مڙئي ڪيسا ڦڪين، ڦوٽن ۽ ڪاڳرن سان ڀري ڦرندڙ هي شاعر سنڌ جي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ وجي محبتون، مرڪون ۽ ٽهڪ ورهائيندو آهي. سائل وڏو سچارُ ۽ بي باڪ ماڻهو آهي، ڪيس ڪيترن ئي هنڌ تي سچ جي گلابن جي ورڪا ڪندي، ظالم دنيا وارن جي نفرت جا پٿر به سهڻا پيا آهن پر هي سيلاني رمتو ڪڏهن به ان ڳالهه جي ڪا پرواهه نه ڪندي پنهنجي رمز سان رمندو رهيو آهي.

سنڌي شاعريءَ ۾ مزاحيا ادب ۽ مزاحيه شاعريءَ جي تمام گهٽي کوٽ رهي آهي. مزاحيه شاعريءَ جي حوالي سان سومري سودائيءَ کانپوءِ سائل لاڪو سنڌي مزاحيه شاعريءَ جو تمام وڏو شاعر آهي پر سندس اها شاعري سواءِ ذاتي محفلن جي منظر تي گهٽ آئي آهي.

جيئن هلي تيئن سنئون-

ڪير هُلي چئي رئيس جي اُٺ ڪي.

سائل لاڪي پنهنجي شاعري تڪي توري ڪئي آهي. جنهن ۾ فن توڙي فڪر جي ڪافي پختگي آهي. مون ڏٺو آهي ته اسان جي شاعرن کي پنهنجي شاعري بنهه گهٽ ياد هوندي آهي. پر سائل لاڪي کي سندس سموري شاعري بر زبان ياد هوندي آهي. سڄي سنڌ ۾ سائل جا ڪيترائي شاگرد آهن جن کي هن باقاعدا وزن بحر جي تربيت ڏني آهي ۽ سندن شعر جي اصلاح ڪئي آهي.

سائل لاڪي کي سندس شاعريءَ جي مڃتا طور گل مليا آهن يا خار، انهن بابت ته هو خود ٻڌائي سگهي ٿو، بهرحال آئون ايترو چوندس ته: هن هميشه مُکن، محبتن ۽ مسڪراهٽ جو وکرُ ونڊيو آهي.

اسان جي دُعا آهي ته سائل لاڪو وڏي حياتي ۽ تندرستي ماڻي ۽ خوبصورت شاعري تخليق ڪندو رهي.

(سنڌ جي جهوني شاعر محمد هاشم سائل لاڪو سان، شهدادپور ۾ ملهايل رهاڻ ۾ پڙهيل پيپر) ■

# موزون آکاڻين تي مشتمل پهاڪا ۽ چوڻيون - ٣

*انجنيئر عبدالوهاب سهتو*

ڪيترا ئي موزون قصا/ڪهاڻيون/آکاڻيون، روزمره جي زندگيءَ ۾ رونما ٿي، ذهن جي ڪنڊ ۾ جاءِ والاري، زبان زدن ٿي وڃن ٿا. هر زبان تي اچڻ بعد، عوام جا پنهنجا يا عوامي ٿي، مشهور ٿي وڃن ٿا. تشهير جي وهڪري ۾، ليٽي پيٽي، سهڻو/سلوڻو/ سولو پيرايو اختيار ڪري يا بيان جي سهڻن لفظن ۾ جڙجي وڃن ٿا.

ورجاءُ، پوءِ پلي من وسلويٰ جهڙي من پسند ڪاڌي جو چو نہ هجي، ڪڪ ڪندڙ هوندو آهي. ان ڪان بچڻ لاءِ، اختصار کي اختيار ڪيو وڃي ٿو. نتيجي طور، ساڳيو قصو سوڙهو ٿيندي/ سوس ڪائيندي، قطري ۾ بند درياهہ وانگر ٿي وڃي ٿو. جنهن کي ان قصي جو عنوان بہ چئي سگهجي ٿو ۽ پوري قصي کي عنوان جو پس منظر.

هر شيءِ جي گهٽائي، غافل ڪندڙ آهي، جڏهن تہ ساڳي ساڳي شيءِ، وڻي بہ نہ ٿي. انساني سياڻ، مٺ سٺ کي پسند ڪندڙ آهي. چاڪائو طبيعت کي، نئين سج نئين شيءِ کپي. اها طلب، ٿوري پر مايہ دار شيءِ مان، پوري ٿي سگهي ٿي. اهڙا قصا/ ڪهاڻيون/ آکاڻيون، جيڪي پاڻ ۾ فهم جو نقطو/ پهہ رکندا هجن، سي هر ذي شعور کي، پاڻ ڏانهن متوجہ ڪن ٿا. منجهن ٿور-اکرائيٰ، گهرائي، سلوڻائي ۽ عوامي پسنديدگي شامل رهي ٿي.

قصي جو عنوان، جيڪو مڪمل جملو هوندي، مٿين چئن مرحلن مان گذرڻ بعد، عوام ۾ پسند ڪيو وڃي، ان کي پهاڪو/ چوڻي چئبو آهي. مڪمل جملو، جيڪو فقط پنهنجيءَ مخصوص معنيٰ ۾ استعمال ٿئي، ان کي چوڻي، ۽ جيڪو پنهنجي مخصوص معنيٰ سان گڏوگڏ، مخفي معنيٰ جي صلاحيت رکي، ان کي پهاڪو چئبو آهي. پهاڪي/ چوڻي جو جيستائين پس منظر اوجهل آهي، تيستائين ان جو پهہ ۽ استعمال بہ اوجهل آهي. پهہ تڏهن اوجل ٿيندو، جڏهن پس منظر جي،

مختصر لفظن ۾، جاڻ هوندي. نثر توڙي نظم ۾ استعمال ٿيل، اهڙن جملن مان پوءِ ئي چس ايندي.

هن سلسلي جو پهريون مضمون ڪينجهر جي پرچي ۾ ڇپجي چڪو آهي (۱). موضوع جي ضروري تمهيد، ان ۾ ڏني وئي آهي. تمهيد جي ورجاءَ کي پاسيرو رکي، هن وقت تائين هٿ آيل، موزون آکاڻين تي مشتمل پهاڪن/ چوڻين جو پس منظر هيٺ ڏجي ٿو. ضروري ناهي ته اهي، هر علائقي ۾ هڪجهڙا پسند ڪيا وڃن. بهرحال، ڪن حلقن ۾، انهن کي پهاڪي/ چوڻيءَ جي حيثيت آهي.

**1- ايپي ڳئون، ٿر ڳابا، چي: "ڏايا ڙي ڏايا!"** (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙي ماڻهوءَ جي ڳئون، گهر جي جنڊي ۾ ٻڌل هئي ۽ ڳابو، ٿر ۾ چرڻ لاءِ موڪليو هئائين. شام ڏاري، گهر آيو ۽ گهر واريءَ کي چيائين: "ڳئون ته ڏهي ڇڏ!"

جوڻس ڏاڍي سست هئي، تنهن روزاني وانگر نٽائيندي، بهانو ڏنس: "ڳئون ته ڏاڍي وئي آهي، ڏهان ڇاکي؟"

"ڇا تي چوين!" مڙس حيرت مان پڇيس.

تنهن تي ننهڻس، اٿو ڳوهڻ اڌ مان ڇڏي، تپ ڏئي چيو: "ها چاچا! چشڪو مون به ٻڌو هو!"

"هي! ڪوڙن گهپتي!" سهري حيرت مان ننهن کي چيو: "ايپي ڳئون، ٿر ڳابا، چي: 'ڏاياڙي ڏايا' !"

مطلب: جيڪو پڙري پٽ/ سُڪيءَ ۾ ڪوڙ ڳالهائي، تنهن کي ٽوڪ طور، ائين چيو ويندو آهي.

**2- اڌ ٽيڙ تون ڪڻ، اڌ ٽيڙ مان ٿو ڪڻان** (سرو، چوڻي)

هڪڙو سرڪاري ملازم، رٽائر ٿيڻ بعد، سمورا ٽيڙ ريل ۾ رکائي، پنهنجي شهر جي اسٽيشن تي اچي لٿو. سامان پليٽ فارم کان ٻاهر ڪيرائي، گڏهه گاڏي/ ٽانگي تي رکرائڻ لاءِ، هڪڙي قليءَ سان ڳالهايائين. تنهن سامان ڪيرائڻ جو، سؤ روپيو گهريس. حيرت مان قليءَ کان پڇيائين: "سامان ته ٿورو آهي! تون وڏا پئسا ٿو ٻڌين! سو ڇو؟!"

"سائين! سامان تمام گهڻو آهي، پئسا مناسب آهن!"

"يار! ڪهڙو سامان آهي!"

"سائين! هي ڪتون ٻتون، ڪرسيون پرسيون، هنڌ ٻنڌ، پيتيون ٻيتيون، چِپيون ٻپيون، وغيره وِغيره آهن!"

"اڌ ٽپڙ تون ڪڻ! اڌ مان ٽو ڪٽان!" همراهه وضاحت ڪندي چيس: "ڪتون تون ڪڻ، ٻتون مان ٽو ڪٽان! ڪرسيون تون ڪڻ، پرسيون مان ٽو ڪٽان، هنڌ تون ڪڻ، ٻنڌ مان ٽو ڪٽان، پيتيون تون ڪڻ، ٻيتيون مان ٽو ڪٽان، چپيون تون ڪڻ، ٻپيون مان ٽو ڪٽان. تنهن ڪري اڌ پئسا تون وٺ، اڌ مان ٽو رکان!"

مطلب: جيڪو ماڻهو، ننڍيءَ ڳالهه کي وڏو ڪري پيش ڪندو آهي، تنهن کي ٽوڪ طور ائين چيو ويندو آهي.

### 3- اسان سان هوندين تہ اهڙيون عياشيون ڪندين (سرو، چوٽي)

هڪڙي وڏيري، گهوڙي تي چڙهئي، پڳڙا وِيني ڪاڌا تہ هڪڙو ڪٽو، پٽ تي ڪري پيس. پري بيٺل نوڪر کي سڏي چيائين: "وليداد! پڳڙا بہ رزق خدا جو آهن. خواهہ مخواهہ پٽ تي ڪرن تہ اهو بہ خدا جي روزيءَ جي ناشڪري آهي."

"هائو پوتار!" نوڪر هٿ ٻڌندي چيس.

"هڪڙو پڳڙي ڪٽو هيٺ ڪريو آهي، سو تہ کڻ!"

نوڪر حڪم جي تعميل ڪئي تہ وڏيري چيس: "اهو چنڊ!"

نوڪر چنڊي بس ڪيو تہ حڪم ٿيس: "هاڻي کائڻ ۽ خبر ڏي تہ ڪيئن آهي؟"

"پوتار! ڏاڍو خاشو هيو، کائڻ ۾ ڏاڍو مزيدار هيو!" نوڪر کائڻ بعد، انهيءَ نيت سان تہ مِن ٻيا ڏئي، پوتار کي چيو.

"متان نہ مڃين!" وڏيري مڇ تي هٿ رکندي چيس، "اسان سان هوندين تہ اهڙيون عياشيون ڪندين!" (٢)

مطلب: پوءِ ڊائو، پنهنجو ننڍڙو احسان بہ، وڏي طمطراق سان جتائيندو آهي.

### 4- اسان فقط ونڻ سکيا آهيون، ڏيڻ نہ (لاڙ، چوٽي)

هڪڙي ملان، هڪڙي ڪڏ ۾ ڪرڻ بعد، نڪرڻ لاءِ ڏاڍا وس ڪيا پر نڪري نہ سگهيو. پَوُ ۾ رڙيون ڪيائين تہ، ڪڏ جي مٿان، ماڻهن جو ميڙ لڳي ويو. رحم کائيندي، هر ڪنهن هٿ پئي وڌايس تہ، جيئن نڪري اچي.

"ملان! هٿ ڏي! تہ ڇڪي ڪيانءِ!" هر ماڻهوءَ ائين پئي چيو ۽ تڪليف ۾

هوندي، ملان کنهن کي بہ هٿ نہ پئي ڏنو. ماڻهو بيزار ٿي پيا.

هڪڙي سمجهوءَ، مام کي سمجهندي، ملان کي چيو، "ملان! هٿ وٺ!"

ملان يڪدم سندس هٿ کي چنبڙي پيو. جنهن تي چوڻ واري ڇڪي ٻاهر ڪڍيس.

"پوءِ ايڏي گيسر ڇا لاءِ ڪيئي؟!" ڪنهن ملان کان پڇيو.

"اسان فقط وٺڻ سکيا آهيون، ڏيڻ نہ!"

مطلب: حريص، تڪليف ۾ هوندي بہ، لچائيءَ کان نہ مڙندو آهي.

## 5- اکين وارا دنيا ۾ ٿورا آهن (ساهتي، چوٽي)

ٻن دوستن جو ڳاڻ ۾ بحث ٿي پيو. هڪ جو چوڻ هو، "دنيا ۾ انڌا گهڻا آهن."

"دنيا ۾ اکين وارا گهڻا آهن" ٻئي جو موقف اهو هيو.

"آزمائي ٿا ڏسون تہ دنيا ۾ ڪنهن جو تعداد گهڻو آهي!" جڏهن بحث وڌي ويو تہ ٽئين سنگتيءَ صلاح ڏنن.

صلاح بيني تہ، بہ ڄڻا، سر مُڇي منجهائين نوڙ وٽيندا ۽ ٽيون ڄڻون، لنگهندڙن کي جاچي، انڌن ۽ سڄن جي لسٽ تيار ڪندو ويندو.

جڏهن نوڙ وٽڻ وينا تہ، پهرئين لنگهندڙ پڇين: "ڇا ٿا ڪيو؟"

"نوڙ ٿا وٽيون!" لسٽ تيار ڪندڙ ڏانهن منهن ڪري چيائونَ: "ان جو نالو، انڌن ۾ لِک."

ڪوڙ ماڻهو لنگهيا، سيني ساڳيوسوال پئي پڇيو. آخر هڪڙو همراهہ لنگهيو، جنهن چيو: "نوڙ ٿا وٽيو ڇا؟"

"هائو! نوڙ ٿا وٽيون!" لسٽ تيار ڪندڙ کي چيائون: "ان جو نالو، اکين وارن ۾ لِک!"

شام جو، جڏهن ٻئي لسٽون پيٽيائون تہ انڌن واري لسٽ تمام ڊگهي هئي. لسٽ تيار ڪندڙ رڙ ڪري چيو، "اکين وارا دنيا ۾ ٿورا آهن." (٣)

مطلب: حياداريءَ، سمجهہ ۽ عقل وارا، دنيا ۾ تمام ٿورا آهن.

## 6- اڀءَ جي پونترپا پونءِ ۾، تہ گهنا بہ گهوڙي چڙهيا (لاڙ، پهاڪو) (۴)

گهُنو، ملاح قوم جي ذات جو فرد، نئينءَ مان گهوڙي وني، چڙهيو پئي آيو. رستي ۾، زمين جي رنگ جو پونتريو/ ٻتيرو/ ڳُتو پکي وينو هئو، جيڪو گهوڙيءَ

جي سنبڻ جي آواز تي، پڙڪو ڪائي اڏاڻو. پونتريي جي اوچتي اڏام تي، گهوڙيءَ به ٽاه ڪاڍو ۽ گهُنو به وڃي پٽ تي ڪريو.

گهُني، پاڻ سنڀالي، ڪپڙا لٽا ڇنڊيا ۽ پٽڪو پيهر ٺاهي ٻڌو ۽ گهوڙيءَ کي واڳ کان جهلي، پنهنجي منهن چوڻ لڳو: "ايءُ جي پونتريا پونءِ ۾، ته گهُنا به گهوڙي چڙهيا."

مطلب: ١- جي اهڙا پُونتريا، زمين ۾ ڇُپيا لڪا ويٺا هوندا ته پوءِ گهُنا/ نوان سئس به گهوڙن تي نه چڙهيا. ٢- خراب حالتون، مهم جوئيءَ تان ارواح ڪٽائي ڇڏين ٿيون.

## 6- تون ٺي ماڻهو ٿي پؤ (لاڙ، چوٽي)

هڪڙي در تي فقير صدا هنئي: "ابا! الله جي نالي جو خير ڪپي! آهي ڪو، جو فقير کي الله جي نالي جو روپيئڙو ڏئي."

گهر ۾ ان وقت فقط هڪ مرد هيو، جيڪو مٿين منزل تي لکڻ ۾ مشغول هيو. فقير جي صدا تي، مٿان دريءَ مان بوٿ ڪڍي چوڻ لڳو: "فقير! گهر ۾ ڪو ماڻهو ڪونهي، توکي ڪير خير ڏيڻ اچي. تنهن ڪري معاف ڪر!"

"سخي! فقير کي نر جيَ ٻهٽي ڪراءِ!" فقير خير لاءِ سئن هٽندي چيس: "تون ٺي ماڻهو ٿي پؤ!"

مطلب: غلط عذر ڏيڻ واري کي، ائين چيو ويندو آهي.

## 7- ٿنيءَ کي تاڪو ٺي نه لڳي (ساهتي، چوٽي)

هڪڙي پائيبند وٽ، مسلمان نوڪر بيٺل هو، جيڪو گهر ۾ به ايندو ويندو هئس. هلندي نوڪر جي دل ڪني ٿي پئي ۽ نوڪري ڇڏڻ لاءِ: ارادي جو اظهار ڪيائين. پائيبند، انهيءَ اظهار جو مطلب، پگهار وڌائڻ سمجهو. ڪڏڻ بجاءِ پگهار ان ڪري وڌايائينس، جو سمجهيائين ته گهر هڪڙي نوڪر کي ڏيکاريو آهي ۽ ٻئي کي نه ڏيکاريان. تنهن هوندي به مسلمان جو زور، نوڪري ڇڏڻ تي هيو.

جڏهن پائيبند کيس نه ڇڏيو ته تنگ ٿي، نقصان ڪرڻ شروع ڪيائين. ڪڏهن ٿانءَ ڀڄڻ، ڪڏهن سودو غلط تورڻ، ڪڏهن پائيبند جي ننڍي پٽ کي دڙڪا دهمان ڪرڻ. تنهن هوندي به، پائيبند کيس نوڪريءَ مان نه ڪڍيو.

هڪ ڏينهن، اونهاري جي منجهند جو، پڪي هيٺان پائيبند کي زور ڏيندي، پيٽ تيَ ٿڪ وهائي ڪڍيائين. پائيبند، ٿڪ جو مطلب سمجهي ويو ۽ چوڻ لڳو:

"ها! ڏاڍي ٿڌي آهي."

"وڃي انهن کي رک! جن جي ڪوسي هجي." تپ ڏئي اٿندي چوڻ لڳو:

"مان نوڪريءَ ۾ نه ويهندم."

"سچ ٿو چوين!" پائيبند فيصلي واري لهجي ۾ چيس: "ٽُٽيءَ کي ٽاڪو ئي نه لڳندو آهي." (٥)

مطلب: جنهن جي دل ٽُٽي پئي آهي، تنهن کي ڪيڏي به ڪوشش ڪجي، جوڙي نه ٿو سگهجي.

8- ٿلهن نڪرن تي ڏڪا ڪير جهليندو؟ (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙيءَ ڳوناٺيءَ ڪچهريءَ ۾، ڪنير جي گهر جي ڳالهه نڪتي ته هڪڙي همراهه چيو: "ڪنير جي گهر ۾ سون پوربل آهي."

"ها ها! مون به ٻڌو آهي! آويءَ جي پِر ۾ پوربل اٿس!" ٻئي سندس ڳالهه کي وزن ڏنو.

ٽئين گهرجائوءَ به ڪَن ڪڙا ڪيا ۽ دل ۾ پهُه ڪيو: "اڄ رات ئي ڪنير جي گهر کي ڪاٽ هڻي، سون هٿ ڪرڻو آهي ته جيئڻ باقي عمر عيش ۾ گذري."

ڪچهريءَ جا موضوع بدلجندا رهيا ۽ مداءَ تي ڪچهري به پوري ٿي. هرڪو اٿي پنهنجي پنهنجي گهر ويو. جنهن همراهه، ڪاٽ هڻڻ جو سوچيو هئو، سو مڙني کان آخر ۾ اٿيو ۽ جهنگ جي خيال جو بهانو ڪري، ٻنين ڏانهن نڪري ويو. اتي ڪاني ٽڪر هٿ آيس، جيڪو گهوپاٽي طور ڪنيائين. هئو مئو تربو ۽ ڪَن پڻنڪڻ بند ڪيو ته اچي ڪنير جي ٻاهرين پٽ کي پٽو. اڪيلو ۽ وقت گهٽ هئڻ ڪري، ننڍڙو ڪاٽ هڻي، تڪڙ تڪڙ ۾ اندر گهڙيو ته اڻ لکو وڃي نڪر جي ٿانون ۾ لڳو. اتان پاڻ ڇڏايائين ته آويءَ ۾ پوربل ٿانون ۾ وڃي لڳو. مسلسل کڙڪن تي ڪنيارڻ کي سونچو ٿيو، جيڪا ٻتي ڪٽي سماءَ لاءِ نڪري پئي.

ٻتيءَ سان ڪنهن کي ايندو ڏسي، چور انهن ئي پيرن تي موٽيو. سوڙهي ڪاٽ مان، تيز ڪائي نڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين ته پيٽ وٽ، تڪڙ سبب ڦاسي پيو. پويان ڪنيارڻ اچي چتڙن واري لت وهائي ڪڍيس. لت لڳڻ سان، ٻوٽ پر وڃي ڦهڪو ڪيائين. اٿي ڪپڙا ڇنڊيائين ته، مائيءَ ڪاٽ جي ڳڙڪي مان ٽوڪ طور چيس: "پورل پاءَ! پيرو نه پڇجانءِ!"

"ادي!" ڪلهي جو ٻوڇڻ سنياليندي چوڻ لڳو: "ٿلهن نڪرن تي ڏِڪا ڪير جهليندو!" (٦)

مطلب: جنهن ڪم ڪرڻ ۾ سواءِ ڏکن ٿابن جي، ڪجهه نصيب نہ ٿئي، تنهن لاءِ ائين چيو ويندو آهي.

9- **پنڻ کان وڏيڪ کھڙو نياڳ!** (ساهتي، چوٽي)

هڪڙو پينو فقير، گهوڙيءَ تي چڙهيو، گداگريءَ لاءِ وڃي زهيو هو تہ هڪڙي لالچيءَ ڏسي چيس: "فقير! گهوڙي تہ ستار پيشاني آهي. سِتار پيشاني، نياڳ جي نشاني آهي."

فقير بہ سندس، مدعا کي سمجهي ويو. چوجو فقير بہ سولو وٽ جو نہ هيو. تنهن يڪدم وراڻيس: "ابا! ستار پيشاني هوندي تہ مون کي ڇا ڪندي؟"

"فقير! ستار پيشاني، نياڳ جي نشاني آهي. مان تہ تنهنجي ڀلائيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪيان."

"پنڻ کان وڌيڪ کھڙو نياڳ؟!" فقير، بحث جا دروازا بند ڪندي چيس: "ستار پيشانيءَ کان ڇو ڊڄان!" (٧)

مطلب: نياڳ/ سياڳ، ڪنهن بہ شيءِ جي هجڻ/ نہ هجڻ سان منسلڪ ناهي.

10- **پهرينءَ رات ٻلي مارجي** (سنڌ، پهاڪو)

هڪ همراهہ، شاديءَ جا ٽي سال، سور سهڻ بعد، هڪ دوست کان، راز جي ڳالهہ پڇي: "يار! تنهنجي ڪامياب ازدواجي زندگيءَ جو راز ڇا آهي؟"

"مون شاديءَ جي پهرين رات، زال جي آڏو، ٻليءَ کي ماري وڌو!" دوست راز ٻڌائيندي چيس: "اهو ڏسي، منهنجي زال ڏاڍو ڊڄي وئي ۽ ان کان وٺي، منهنجي فرمانبردار آهي."

اها ڳالهہ، هن همراهہ کي بہ، بظاهر ڏاڍي سولي نظر آئي. تنهن ڪري هڪ ٻلي هٿ ڪري، ڪمري ۾ ويهاري ڇڏيائين. رات جو، موقعو ڏسي، ان کي ماري وڌائين. اهو لقاءُ ڏسي، زال تهائين ڪاوڙ ۾ اچي چيس، "ماريا ڊڄٽان! حياءُ بہ نہ ٿو اچئي. ٻليءَ مسڪين تنهنجو ڇا ڪيو آهي؟! جي ٻلي مارڻي هيئي تہ پهرينءَ رات مارين ها! هاڻي ٽن سالن بعد هليو آهين ظلم ڪرڻ، ٻڌي نہ ٿو مرين!" (٨)

مطلب: ١- پهريون اثر ئي آخري اثر آهي. ٢- جنهن اڻندي تاءُ نہ ڪيو، سو لهندي ڇا ڪندو؟

11- **پئسي پلو مهانگو، رپئي پلوءَ سستو** (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙو همراهہ، ڳوٺان ڪمائڻ جي نيت سان، پائٽيو ساڻ ڪري نڪتو.

رستي ۾ هڪڙو ميرُ بحر مليس، جنهن پلا پئي ڪپايا. تنهن کان پلو چُڪايائين.

”پائيءَ پلو ڏيندس!“ پلن واري چيس.

همراهه کي ڪيسي ۾ پئسو هيو ڪونه، سو يڪدم بهانو ڪندي چيائينس: ”نه ادا! پلا اجا ايڏا مهانگا ڪونه ٿيا آهن. ظلم آهي! پائيءَ ۾ پلو!“

”نصيب وارا وٺي کائيندا! سچن سڪڻن لاءِ ته بلڪل مهانگا آهن. انهن لاءِ پلا نه پر پلي، سابه چٽن جي، پلي آهي“. پلن واري ٺوڪيندي چيس.

همراهه ڪنڌ هيٺ ڪيون، شهر وچي نڪتو. جتي چاچي پائتي، مُزوريءَ مان چڱا خاصا پئسا ڪمايا. ڳوٺ موٽندي، پلن وارو منهن پيو، تنهن کان وري پلا چڪايائون. پلن واري خار ۾ اگهه ئي وڌو ٻڌايو، ڇو جو سندس خيال هيو ته هيءُ فقط چڪائيندا آهن، وٺندا ناهن.

”بابا! اڄ پلو وٺنداسين!“

”نه بابا! توهان رڳو چڪائيندا آهيو، وٺندا نه آهيو. بهرحال وٺڻو اٿو ته، روپئي پلو ڏيندس. پڃاءُ پئيوَ ته وٺو، نه ته راهه وٺو.“

’رُپئي ۾ پلو، ڏاڍو سستو‘ ڪري ورتائون. رستي ۾ پائتي چاچي کان پڇيو: ”چاچا! پائيءَ ۾ پلو نه ورتئي ۽ چيئي ته مهانگو آهي. هاڻي رپئي ۾ سستو سمجهي ورتئي. سو ڪيئن؟“

”ابا پئسا آهن ته هر شيءِ سستي آهي، ناهن ته هر شيءِ مهانگي آهي.“ چاچي چيس: ”پئسا ناهن ته پائيءَ پلو مهانگو آهي، آهن ته رپئي ۾ به سستو آهي“ (٧)

مطلب: ١- هوند تي هونگر آهي. ٢- پئسن واري لاءِ هر شيءِ سستي آهي، غريب لاءِ هر شيءِ مهانگي آهي.

## 12- جارا! خير ڏي! (سنڌ، پهاڪو)

هڪڙو امير، هڪڙيءَ فقيرياڻيءَ تي عاشق ٿي پيو ۽ شادي ڪري گهر وٺي آيس. فقيرياڻي ڦري اميرياڻي ٿي ته حڪم جي دير هئس. هر شيءِ هڪي حاضر. جا شيءِ طلبي سا موجود ٿئي. انهيءَ عيش جهڙي سهوليت هوندي به، مائي صاحبه جي طبيعت خراب ٿي پئي ۽ اهڙي بگڙي جو سڌرڻ جو نالو ئي نه وٺي. ڏاڍا ويج طبيب آيا پر ڦڪين فرق نه ڪيو. مهينو به گذرڻ بعد، نيٺ مائي صاحبه چاق چڱي ڀلي ٿي پئي. خبر نه پئي ته ڪيس، دوا ڪهڙيءَ اثر ڪيو.

هڪ ڏينهن مڙسهنبس گهر ۾ مانيءَ لاءِ آيو تہ ڪيس سندس ڪمري ۾ نہ ڏسي، ٻين ڪمرن ۾ ڳولهڻ لڳو. هڪڙي ڪمري ۾ اچي ڏسي تہ هر جاري ۾ ماني پئي آهي ۽ مائي صاحبہ هر جاري وٽ اچي پئي چوي: "جارا! خير ڏي!" پوءِ پاٺمرادو، هر جاري مان ماني ڪڍندي هڪ وڏي ٿانءَ ۾ وجهندي پئي وڃي ۽ چڱي ماني ڪٺي ٿيڻ بعد، وڏي ٿانءَ مان کائڻ لڳي. اهو لقاءُ ڏسي، مڙسهنس کي خبر پئجي وئي تہ سندس صحت جو راز ڇا ۾ هئو. (٧)

مطلب: عادت، عضوو آهي، ڪنهن بہ حالت ۾ متجڻي ناهي.

13- جنهن جي ناني نياڳي، تنهن جا ڏوهٽا کهڙا ڏاتار ٿيندا (سنڌ، چوٽي)

هڪڙي همراهہ جو ڪنهن نوجوان عورت سان عشق ٿي ويو. ٻنهي جا مائٽ، سندن شاديءَ ۾ راضي نہ هئا. تنهن ڪري ڀڄڻ جو پروگرام رٿيائون. مقرر رات، مرد عورت جي گهر ٻاهران آيو. طئي ٿيل اشارن تي، سندس محبوبہ گهر ڇڏي نڪتي. پنيان ڪتن جي ٻاهوڙ ٿي وئي ۽ سونچو بہ ٿي ويو. جيستائين گهر ڏٽي، گهر سنڀالين ۽ سمجهن تہ ڇاجي چوري ٿي آهي، تيستائين هنن ٻنهي کي وٺي ملي وئي.

پر واري ڳوٺ ۾ مرد جو سنگتي هيو، جنهن جو گهر پرٻاهرو هيو. ان کي اچي اٿاريائون. ان هڪڙي ڏاچيءَ ڏيندي تاڪيد ڪين: "ڏاچي ڏيانو ٿو پر هڪڙي ڳالهہ اٿو. ڏاچي اٿو نانيءَ ڪري، جتي پاڻي ڏسندي، اتي ويهي رهندي ۽ اٺڻ ۾ ڏاڍي گيهہ ڪندي. تنهن ڪري پاڻيءَ واري پاسي کان ڪيس نہ ڪاهي وڃجو."

ڏاچي وٺي روانا ٿيا. تيستائين مائيءَ جي گهر ياتين سنڀالي ورتو. راتو واهہ پيرادو اچي ويا. ٻتيون ۽ لنيون ڪٽي، پيرن جي نشانن تي نڪري پيا.

سڄي رات، ٻک اڄ تي هلڻ ڪانپوءِ، سڄ ايريو تہ ڏاچيءَ کي پاڻي نظر آيو ۽ لڙي پئي. ياڳيلن گهڻو ئي جهليس پر ڪين جهل نہ ڏنائين. پاڻي پيئڻ ڪانپوءِ، ڌُهي هٽي ويهي رهي. اٺڻ جو نالو ئي نہ ورتائين.

ايتري ۾ پيري بہ، ساڳيا رند ڪنيو اچي ويجها پين. مرد جيئن ڪين ڏٺو، تيئن ڏاچيءَ کي ڏاڍا ڌڪ هنيائين. جڏهن ڏاچيءَ اٺڻ جي نہ واري ۽ پيري بہ ويجهو اچي پيا تہ تلوار ڪڍي پهرين ڏاچيءَ جي منڍي لاٿائين، ان بعد مائيءَ جي.

جڏهن راڄوٽو فيصلو ٿيو. مرد کان ڳوٺ جي پٽيل پڇيو: "تو ڏاچيءَ کي ان لاءِ ماريو تہ اها ڌُهي هٽي ويهي رهي. پر مائيءَ کي ڇو ماريئہ؟ جڏهن تہ ان تو خاطر سڀ ڪجهہ ڇڏيو!"

"ڏاچي واري مونکي چيو هئو ته ڏاچي نانيءَ کري آهي، پاڻي ڏسندئي ته ڊوهي کٽي ويندءِ اوڏانهن. پاڻي پيئڻ بعد ڏُهي هٽي ويهي رهندءِ ۽ اٿندءِ نه. جڏهن ڏاچيءَ جي ان بد عادت سبب موت مٿان ڏنم، تڏهن دليل ڊوڙايم ته هيءَ جو ٻچايون ٿو وڃان. سياڻي ان جو اولاد ٿيندو. اهو جي ناني تي وڃي ته پوءِ مان کنڌ کٽڻ جهڙو ته نه ٿيندم. تنهن کري کيس ان غيرت مان ماريم." مرد صفائي پيش ڪئي. (٩)

مطلب: والدين جي اخلاق جو سٺو سنئون اثر اولاد تي پوندو آهي.

## 14- جهڪ لڳي، ڏار ڪري پيو (لاڙ، پهاڪو)

هڪڙي طبيب وٽ هڪڙو مريض آيو، جنهن کي ٻن طرن وارو پٽڪو ٻڌل هيو. طبيب، پٽڪي ۾ ٻه طرا ڏسندي، کانئس پڇيو: "پٽڪي ۾ ته اڪثر هڪ طرو هوندو آهي، تنهنجي کي ٻه آهن، سو ڇو؟"

"هي هڪ طرو، مرداڻو شان آهي ۽ هيءُ ٻيو طرو، جوانيءَ جو ڏار آهي!" سندس ان جواب تي طبيب صاحب ڏاڍو محظوظ ٿيو.

پنجن ستن سالن کانپوءِ، ساڳئي طبيب وٽ هڪ همراهه زال ۽ ٻن ٻارن سان آيو. سندس ٻئي ٻار بيمار هئا. هڪڙو ٻار مائيءَ کي ڪڇ تي هئو ته ٻيو سندس ڪلهي تي هئو. سامان جي هڙ، ان کان علاوه هئس. مٿي کي پوچڙي ٻڌي پئي هئس. طبيب صاحب، ٻارن کي تپاسي دوا ڏنس. پئسن ڏيڻ جي وقت، طبيب پڇيس: "لاشڪ مان ڀُلجان نٿو ته تون اهو ته نه آهين، جنهن کي ٻه طرا هيا؟!"

"هائو! اهو مان آهيان!" هيٺائيءَ مان همراهه ٻڌايس.

"پوءِ ڀلا جوانيءَ جو ڏار، ڪيڏانهن ويو؟"

"هيءَ ڏسين نه ٿو!" زال ڏانهن اشارو ڪندي چوڻ لڳو: "جهڪ لڳي ته ڏار ڪري پيو!" (١٠)

مطلب: گهر گرهستيءَ ۾، فيشن وغيره اڏاميو هليا وڃن ٿا.

## 15- چريءَ چڪي ڏنو، چي: "هل ڪالهوڪي هنڌ!" (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙي ڳوٺ ۾، هڪڙي چري ڇوڪري سامائي، ته وتندي هئي ملڪ هٿندي. ڪيڏي مهل هُن گهٽيءَ ۾ ته ڪيڏيءَ مهل هن دڪان تي يا هن ٻنيءَ ۾. جوانيءَ جي مستيءَ ۾ هڪ هنڌ ٽڪاءُ ئي نه هئس.

هڪڙو گروشڙو همراهه، جنهن کي ڪا ڳاهه ٻه نه وجهندي هئي، سو ٻه پيو

پريشان ڦرندو هو. هڪ ڏينهن سندس نظر، ان چريءَ تي وڃي پئي. دل جهلي چريءَ کي پاسو ڏنائين ۽ پٺتائي پنين ۾ وڃي ويس. پنهي کي خوب مزو آيو. چريءَ ته پڇي به ورتس ته: 'چا ٿا ڪيون پيا؟'

ان ڪانپوءِ چري اهڙو هري جو، نه ڪندي هئي ماڻهن جي نه چيٽن جي، سامهون اچي بيهي چوندي هيس: "ماما! هوڏي!" هٿ جو اشارو ڪندي چوندي هئس: "ڪالهوڪي هنڌ! هان! ماما! هلون!"

انهن حرڪتن سبب، ڏاڍو خوار ٿيو.

مطلب: ١- نه چرئي کي دل جو راز ڏجي ۽ نه چريءَ سان دل جو احوال اورجي. پئي خوار ڪندا آهن ٢- فائدي جي ڳالهه، چرين کي به سمجهه ۾ ايندي آهي.

## 16- چڙي تي سب ڪجهه کا جاندي هي (اردو، پهاڪو)

پاڪستان ٺهڻ بعد، هندستان کان آيلن کي زمينون مليون پر ڪاهڻ جو تجربو نه هين. هڪڙي همراه، پنهن نئين جوئر ڪاهي، پر جهار لاءِ هڪ ڳوڙهو ته ڇا هڪل به نه ڏنائين. سدائين ڪن تي پٽڪو رکي پيو چوندو هو: "چڙي ڪيا کاتي هي؟!"

لابارا پيا ته، پنهن کي ڪڙپ ۽ ان آيو. هن کي ان ته ڪونه آيو پر ڪڙپ به ڏيڍن ڍورن وڃائي ناڙڪئي هئس، سا به مزي جي نه آيس. ڏاڍو پشيمان ٿيو.

ڪٽڪ جي مند آئي ته پنهن سئين ڪٽڪ پوکيائين ۽ پوکڻ شرط اچي ان ۾ پيهو هنيائين. ماڻهن پڇيس: "ڪٽڪ ۾ پيهو ڇا لاءِ ٺاهيو اٿئي؟ ڪٽڪ جو فصل قد جو ننڍو آهي. ان جي جهار ته ائين به هڪلي سگهجي ٿي."

"چڙي تي سب ڪجهه کا جاندي هي!" چڙ مان جواب ڏنائين. (٧)

مطلب: ڪنهن به ننڍي شيءِ کي هلڪو ڪري نه ڄاڻجي.

## 17- ڏنڊو ته منهنجو به ياد ڪندو (موالي، پهاڪو)

هڪڙو موالي، رات جو مي خاني ۾ ستو پيو هو جو، ننڊ جي گهيرٽ ۾، پنهنجي اپي گوڏي تي نظر پيس. دل ۾ سمجهيائين ته ڪو چور آهي، جيڪو چوريءَ جي نيت سان مٿان بيٺو آهي. اٿڻ جي همت ڪانه پڳس، پر مٿن کان رکيل ڏنڊو، ستي ستي کسڪائي ڪڍيائين ۽ پنهنجي گوڏي کي بيٺل چور سمجهي، ان ۾ وهائي ڪڍيائين. ڏک لڳڻ شرط، نشا ئي اڏامي ويس، ته ويٺو رڙيون ڪرڻ.

سندس رڙين تي بہ چار ماڻھو آيا، ڪين پڌائڻ لڳو، "چور بينو هو، مون ڏنڊو هنيومانس، پر مون کي ڏاڍو ڏک وهائي ويو آهي." رڙيون ڪندي وري پاڻ کي تسلي ڏيڻ واري انداز ۾ چيائين: "ڏنڊو تہ منهنجو بہ ياد ڪندو."

مطلب: ٻئي کي نقصان پهچائڻ وارو، دراصل پاڻ کي ئي نقصان ڏئي ٿو.

18- ڏوهاريءَ جي من ۾، سڀ کو سندس ڳالهہ ڪري ٿو (سنڌ، چوٽي)

هڪڙي واٽئي، پاڙيواري جو ڇيلو چوري ڪري، جهنگ ۾ وڃي ٿمايو. سمجهيائين تہ ٻن ٽن ڏينهن ۾، اها ڳالهہ ماڻهن کان وسري ويندي، پوءِ وڃي پڙيءَ تي ڪپائيندس. پهرينءَ ٻاهہ ۾ ڪپائڻ سان، جهلجڻ جو بہ خطرو هو ۽ ٻها بہ گهٽ ملي ها.

هاٽي ڪنهن بہ اوطاق، دڪان يا ماڻهن واريءَ جاءِ تي اچي تہ، پهريائين ڪن لائي ٻيهي، اتان اٿي ايندڙ کان، موضوع بابت تسلي ڪري پوءِ اندر وڃي. هر ايندڙ کان سندس سوال ساڳيا ئي هئا.

"ڪهڙي ڳالهہ پئي هلي؟!"

"زماني جي ڳالهہ پئي هلي!" ڪچهريءَ مان اٿي ايندڙ جو جواب.

"ٻي ڪهڙي ڳالهہ پئي هلي!؟" ائين ٻي ٻي ڳالهہ ڪري، گهڻيون ڳالهيون پڇي وڃي. مطلب جو جواب نہ ٻڌي، وري پاڻ ئي پڇي: "ڏي خبر! ڪنهن ڇيلي جي تہ ڳالهہ ڪانہ پئي هلي؟"

ائين تسلي ڪري پوءِ ڪچهريءَ ۾ اچي. ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ، ساڳيءَ پڇ پڇ سبب، هڪ همراهہ ڳنڍ کان ڪٽي جهليس: "اهو ڇيلو تو تہ چوري نہ ڪيو آهي!"

نيٺ سچي ڪيائين ۽ ڇيلو واپس ڪيائين (٥)

مطلب: چور کي پنهنجو اندر، ڪائيندو رهي ٿو.

19- ڏيکڻ دا گندڙا هي، باقي ناظرو ڪتا هي. (سرائڪي، پهاڪو)

هڪڙي غريب هاريءَ وٽ، سندس مرشد آيو تہ ڪيس گهر ۾ پليءَ ڪٽ تي، پلو هنڌ وڇائي تعظيم سان اچي ويهاريائين. لٽ ڏئي ڪڪڙ کي بہ ليٽائي وڌائين. پلاءُ بہ تيار ڪرايائين ۽ ڏن ڏيڻ لاءِ پئسي پنجڙ جي بہ پٽ سٽ ڪيائين. گهر ۾ رکيل، ٽُڪ جون پليون رِليون بہ هڪيون حاضر ڪيائين.

سندس ئي ڳوٺ جو همراهہ، جيڪو شهر ۾ پڙهندو هئو، تنهن اهو لقاءُ ڏسي چيس، "مرشد تہ بد شڪليو ۽ گروشڙو اٿئي! نہ ڪپڙو چڱو اٿس نہ منهن

ڏوتل اٿس. ان لاءِ ڪٿي پاڙو اوڙو ڦٽيو اٿئي. ان ۾ ڏنو ڇا اٿئي؟"

"ابا توکي ڪهڙي خبر!" مرشد جي لکل خوبين کان ڪيس واقف ڪندي چيائين: "ڏيکڻ دا گندڙا هي، پر ناظرو ڪتا هي."

مطلب: ظاهري شڪل شبيهه سان، ڪاني ڪرامت جو ڪوبہ تعلق ناهي.

### 20- سمجهڻ وارا سمجهي ويا، ڇا سمجهن ڳنوار، اڪريون ٻڌي پيرن ڪي، سيهڙ چري ويا واڙ (سرو، پهاڪو)

هڪڙي هاريءَ جي گدرن جي واڙ ڪي، ڊينگهرن جو لوڙهو ڏنل هو. تنهن جي باوجود بہ انن جو وڳ، رات جي اونداهيءَ ۾ ڪاهي پيو ۽ گدرن جون وليون وڃائي هليو ويو.

هاري صبح جو آيو تہ تيلو ثابت نہ ڏسي رڙيون ڪوڪون ڪيائين. جنهن تي سچو ڳوٺ اچي مڙيو. بجاءِ لٺ ڏکو ڪٽڻ ۽ پيرا کڻڻ جي وينا انومان ڪڍڻ تہ اهو زيان ڪنهن ڪيو.

"گدڙن واڙ وڃائي آهي!" هڪڙو.

"گدڙ گدرا کائن ها، ول ڇو وڃائن ها. پڪ سوئرن واڙ وڃائي آهي!" ٻيو.

"سوئر ول وڃائيندو آهي تہ زمين بہ کرڙيندو آهي. کرڙي جو ڪٿي بہ نشان ناهي. پڪ هاٿي هئا، جن واڙ ويران ڪئي آهي!" ٽيو.

"هاٿي هجن ها تہ ول کي سونڍ سان پاڙان پٽن ها ۽ لوڙهو هنڌان هنڌان نہ ڇنن ها. پڪ ڪا جناتي مخلوق آهي!" چوٿون.

پنجين همراهہ سيني کي ڳنوار ۽ بيوقوف سمجهندي سيني جي راءِ تي رد ڏيندي چيو:

"سمجهڻ وارا سمجهي ويا، ڇا سمجهن ڳنوار،
اڪريون ٻڌي پيرن کي، سيهڙ چري ويا واڙ". (١٢)

مطلب: هر ڏوهہ ۾ ڪمزور کي ئي مجرم قرار ڏنو ويندو آهي.

### 21- سؤ قرآن کڻاءِ ڪڻندم، پر ٻنڊ نہ ڪڻندم.

هڪڙي سردار جي سرداريءَ ۾، جڏهن ڪنهن ملزم کان ساک پت وٺڻي هوندي هئي تہ ان کي چر-پيلي ڏيڻي پوندي هئي. هڪ وڏي چري پٽي، باهہ سان پربي هئي ۽ ملزم کي، ان منجهان لنگهڻو پوندو هو. سچو هوندو تہ صحيح سلامت بچي نڪرندو ۽ ڪوڙو هوندو تہ باهہ ۾ لهساڄي ويندو.

ان سردار وٽ هڪ ڏينهن، هڪ ملزم پيش ڪيو ويو. فيصلي ۾ ملزم تي ساک پٽ ڏيڻ واري ڳالهه اچي بيٺي. چري ته ان وقت پٽيل نه هئي. البته اوطاق جي اڳڻ ۾، هڪڙو وڏو بنڊ پيو هو، جيڪو وزن ۾ ڏهه پندرهن مڻ ٿئي ها. سردار جي جيئن ئي ان تي نظر پئي، تيئن ملزم کي چيائين:

"سچو آهين ته ساک ڏي ۽ ساک ۾ هيءُ بنڊ کڻ!"

"سائين! مان بنڊ نه کڻي سگهندم!" ملزم هٿ ٻڌندي چيو.

"توکي سچي ثابت ٿيڻ لاءِ بنڊ کڻڻو پوندو." سردار رڙ ڪري چيس. جنهن تي چمچن به، سردار جي فيصلي جي تائيد ۾ واهه واهه ڪئي.

"سائين! سؤ قرآن ڏي، مان کڻان، پر بنڊ نه کڻي سگهندم!"

"اڙي سؤ قرآن کڻين ٿو! باقي هڪ بنڊ نه ٿو کڻين!"

"سائين! بنڊ ڳؤرو آهي!" هٿ ٻڌندي عرض ڪرڻ لڳو، "سؤ قرآن کڻاءِ کڻندم، پر بنڊ نه کڻندم!" (١٣)

مطلب: وس کان ٻاهر ڪم ڪرڻ لاءِ، ڪير به آماده نه ٿيندو آهي.

## 22- عزت لهڻ کانپوءِ، خيرات ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟

هڪڙي ملان جو گذر سفر، جنازا وهنجارڻ، نماز پڙهائڻ ۽ قرآن بخشائڻ وغيره تي هيو. هڪ دفعي ڪيس ڪمائي ڪانه ٿي هئي ۽ تنگي هئس. پاڙي ۾ هڪڙو اڻ پڙهيو نوجوان رهندو هئو، جنهن وٽ مال ۾ ڳابو به هيو. ملان جي في الفور نظر وڃي ان ڳابي تي پئي. ٻئي ڏينهن علي الصبح جو، ان جوان جي در تي وڃي سڏ ڏنائين. همراهه نڪتو ته ڪيس چوڻ لڳو: "رات تو وارو پيءُ مرحيات، مون کي خواب ۾ نظر آيو آهي. هونئن ته ويچارو حورن جي هنج ۾ خوش هو پر اوچتو، تو وارو ڳابو ڪيڏانهن اچي نڪتو ۽ اچي ڪيس دڪائڻ لڳو. ڊيڪائي ڊيڪائي، ويچاري جو بنڊ ئي ڪڍي ڇڏيائين، جنهن ۾ سنڌس پٽڪو به لهي ويو. آخر ۾ ڳابي اچي اکين تي ڪنيس، پوءِ ته الامان والحفيظ! پير زور هيس، جن اچي ڇڏايس! سامت ۾ آيو ته مون تي نظر پيس. مون کي چوڻ لڳو: 'جڏهن کان مون واري پٽ اهو ڳابو ڌاريو آهي، تڏهن کان وني مون سان اهائي ويڌن آهي.' تو ڏانهن نياپو ڏيندي چيائين، 'مون واري پٽ کي چئجانءِ ته اهو ڳابو ته الله جي واٽ ۾ ڪنهن غريب کي ڏئي ڇڏي!'

نوجوان، ٻڌڻ شرط، ڳالهه جي تهه تائين پهچي ويو. سُر سمجهندي چوڻ

لڳس: "ملان! ڳالھہ ٻڌ! بابي جي عزت لھڻي ھئي سا لھي وئي، عزت لھڻ کانپوءِ، خيرات ڪرڻ مان ڪھڙو فائدو؟" (١۴)

مطلب: مصيبت اچڻ کان اڳ، خير خيرات ڪرڻ گھرجي.

23- قباڪچي سٽي تہ ھنسي ھنسي مري وڃي (ساھتي، پھاڪو)

ھيءَ تن ڏينھن جي ڳالھہ آھي، جڏھن روھڙي ڪئنال، نئون نئون تعمير پئي ٿيو. سڄو ڏينھن واھہ جي ڪپرن لاءِ ڏلھا ڪڍڻ بعد، ھڪ واھڙ تي ٻن مسلمان مردن پئي ھٿ منھن ڌوتو تہ سامھون، ٻہ گرگليون مايون بہ اچي ھٿ منھن ڌوئڻ لڳيون. ھڪڙيءَ مائيءَ، مسلمان مرد کان پڇيو:

"تيرا نان ڪي؟"

"صديق!" نالو ٻڌنديئي، چپن تي طنزيہ مرڪ تري آيس ۽ يڪدم ٻئي کان پڇيائين: "اور تيرا نان ڪي؟"

"جُمن!"

ٻئي مرد جي جواب ٻڌڻ کانپوءِ، پر واريءَ مائي سان مخاطب ٿيندي چوڻ لڳي: "ادي ڪرڪوج!"

-"جي! ادي لبڪي!" ٻيءَ وراڻيس.

"ادي! ڪدي صديق ۽ جمن نالا سٽيا ھئي؟" لبڪيءَ، ڪرڪوج کان پڇيو.

"نہ ادي!" ڪرڪوج بہ ٿھڪ ڏيندي ۽ چيڀارا ڪيندي جواب ڏنس.

گھر ۾ وينل ٻيءَ غورت بابت چوڻ لڳس، "ادي! جي، قباڪُچي سٽي! تہ ھنسي ھنسي مري وڃي!" (٧)

مطلب: ھر ڪنھن کي، پنھنجو عيب نظر نہ ايندو آھي. ٻين منجھان جھٽ عيب ڪڍي وٺندو آھيان.

24- ڪتا چوڙي چڏيا اٿائون ۽ پٿر ٻڌي ڇڏيا اٿئون (فارسي، پھاڪو)

ايران ۾ ھڪڙو شاعر ھو، جنھن جو آواز تمام بي سُرو ھو. ھڪ دفعي، ھڪ محفل ۾ ڪيس دعوت ھئي، جتي اچي شعر پڙھيائين. سندس مڪروہ آواز تي، ماڻھن کي ڏاڍا جڪ آيا. پر ھن جان نہ پئي ڇڏي. نيٺ ھڪ ھڪ ٿي ماڻھو اٿڻ لڳا ۽ ڪيس ٻاھران ٻيھي ڦوڙھہ ھڻڻ لڳا. جڏھن جنبن تي جان نہ ڇڏيائين تہ اچي ڏندا نوڪيائونس ۽ ٿيلھا ڏئي ڪڍيائونس. ٻاھر نڪتو تہ مٿس ڪتا بہ ڇوڙي ڇڏيائون. ڪتن جي حملي کان بچاءَ لاءِ، نوڙي پٿر کنيائين تہ ڪٽي نہ سگھيو. چو جو

پٽ زمين ۾ ڪتل هو. اتي رڙ ڪري چيائين:

"ماڻهو، ظالم ته ڏسو، ڪيڏا آهن. ڪتا ڇوڙي ڇڏيا اٿائون ۽ پٿر ٻڌي ڇڏيا اٿائون!" (١٥)

مطلب: جيڪو جنين مٿان جنيون ڪري، تنهن لاءِ ائين چيو ويندو آهي.

25- ڪائڻ ته اصل ۾ غريب ٿا، اميو ڇا ٿا ڪائڻ؟ (سرو، چوٽي)

اڳئين زماني جي، هڪ خدا ترس بادشاهه ڪي، هڪڙيءَ ڳٽتيءَ اچي ورايو. وزير کي چيائين: "اسان محلن ۾ وينا ٿا عياشيون ڪيون. رعايا الائي ڪهڙن حالن ۾ آهي. غريب ويچارا ڇا ٿا ڪائين؟"

"سائين! غريب ويچارا، سادڙين شين تي گذر ڪندا آهن. جهڙوڪ ڪٽڪ جو پٽ، سانئين جو پٽ وغيره." وزير عرض ڪيو.

"غريب جيڪو ڪائن ٿا، سو اسان به ڪائينداسين. حڪم جي تعميل ٿئي!" بادشاهه حڪم ڪيو.

ملڪ ۾ ڦڙڦوت پئجي وئي. پلي ۾ پلي جنس جي ڪٽڪ، هٽ ڪئي وئي، جنهن کي چنڊي، ڏوئي، سڪائي، ڪنهي ڪئي وئي. خاص بورچين جي هٿارئون، سچي گيهه ۾، بادامين، پستن، ڏونگهين، مصرين ۽ خوشبوئن جي ريهي سان رڌي، پٽ تيار ڪيو ويو. خاص ٿانون ۾، بادشاهي آدابن سان، دسترخوان جي زينت بڻايو ويو.

پٽ ڪائڻ سان، بادشاهه صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گهڻو ڪائي ويو. ڪائڻ بعد پڇيائين: "غريب، هي: ڪاڏوڪائيندا آهن؟!"

"ها! جيئندا قبلا!" وزير، جهڪي عرض ڪيو.

"ڪائن ته اصل ۾ غريب ٿا، امير ڇا ٿا ڪائن!" بادشاهه صاحب، حيرت جو اظهار فرمايو. (١١)

مطلب: هرڪو ٻين ڪي خوشحال ۽ پاڻ ڪي تڪليف ۾ ڦاٿل پائيندو آهي.

26- گهر سو سڙيو، باقي حقا ڏاڍا ڇڪياسين. (لاڙ، پهاڪو)

هڪڙي وڏيري جو پوٽو، پاڻ جيڏن سنگتين سان، اوطاق ۾ آيو ته اتي ڪير به ڪونه هو. ڪٽن ۽ مُوڙن جي وچ ۾ حقو رکيو هو. ٻيا مُوڙن تي وينا، پوٽو ڏاڏي واريءَ کٽ تي وينو ته ڪيس يڪدم خيال آيو، 'هن کٽ تي ويهڻ کان پوءِ ڏاڏو ته حقو به ڇڪيندو آهي.' حقي جو نڙ پاڻ ڏانهن سوري، ٻڙڪو ڪڍيائين ته نلهي رڪ جي ڏپ ۾ ٻڙ ٻڙ ٿي.

"حقو تازو ڪري چڪڻ گهرجي!" هڪڙي سنگتي چيو.

"توکي حقو تازو ڪرڻ ڏانءُ ايندو آهي ته ڪري اچ!" پوٽي چيو.

اهو سنگتي نڙ ۾ گوءِ ڪيي، پاڻ توبيءَ ۾ ٽاندو وجهڻ ويو ته ٻئي دوست ڪي گگهي جو پاٽي تازو ڪرڻ لاءِ چيائين. ٻئي جڏهن موٽيا ته گگهيءَ ۾ نڙ ۾ گوءِ وجهي، مٿان ٽوبي رکي ٻڙڪا ڪيائون ته ٻڙڪي جو مزو نه آين.

"اڙي هن ۾ تماڪ ناهي ڇا؟" پوٽو.

"تماڪ تو ڏنو ڪاٿي؟" هڪڙو سنگتي.

"هُن جاري ۾ پيو اٿئي، ڪٿي وجهينس!" پوٽو.

اهو سنگتي اٿيو ۽ تماڪ کڻي آيو. توبيءَ کي اونڌو ڪري ڇنڊيائين ته گليلو به ٽاندي ۾ هليو ويس. تماڪ پير ۾ رکي، ڪاني جي تيلين سان ٽاندي مان گليلو ڪوٺي ڪڍيائي. توبيءَ ۾ گليلو وجهي، مٿان تماڪ رکيائين. چمٽي جو ڪم، ڪاني جي به چانگهيءَ ڪان ورتائين. ٽاندو پيري، ڪانو اڇلايائين.

وڏيري جي پوٽي، ڏاڏي جو پٽڪو مٿي تي رکي، حُقي مان ٻڙڪا ڪڍڻ شروع ڪيا. تيستائين اڇلايل ڪانن سان، پر ۾ رکيل ڪڙٻ جي بند کي چڳي باهه لڳي چڪي هئي. هڪڙي دوست جو اوڏانهن ڌيان ويو، سو اوڏانهن وسائڻ لاءِ ڀڳو. وڏيري جو پوٽو به ڀڳو ته، پٽڪي جو پويون طرو، حقي جي توبيءَ ۾ لڳو. حقو ته ڪريو پر ٽاندي جي چڻنگ پٽڪي کي چنبڙي پئي، جيڪا ابهرائيءَ ۾ هنن سنڀالي ئي ڪانه. يڪدم پٽڪو لاهي ڪٽي ڪٽ تي اڇلايائين ۽ ڪڙٻ چڻڻ لاءِ ڀڳو.

ڪڙٻ کي لڳل باهه ته چني وڏائون، پر پٽڪي کي لڳل چڻنگ سان ڪٽ کي هنڌ سميت باهه لڳي چڪي هئي. ٻن باهين جي وچ ۾ هنن جا اوسان خطا ٿي ويا. وسائڻ وسائڻ جي ماڳ، اوطاق ڇڏي رڙيون ڪندا وٺي ڀڳا.

جيستائين ڳوٺ جا ماڻهو مڙن ۽ پاڻي هٿ ڪن، تيستائين گهڻو نقصان ٿي چڪو هو.

جڏهن وڏا ٿيا ته هڪ ڏينهن ڪچهريءَ ۾ پراڻيون ڳالهيون ياد ڪندي، اها ڳالهه به نڪتي. هڪڙي سنگتيءَ چيو: "ڏيو خبر! ننڍي هوندي حقا ڪيئن ڇڪيا سين!"

"ها سائين! ڪهڙي ٿا ڳالهه پڇو؟! هونئن به پاڻ ۾ وينا آهيون...." وڏيري

حي پوتي چيو: ”.... گهر سو سڙيو، باقي حقا سي ڏاڍا چڪيا سين.“

مطلب: پنهنجي هٺ سان ڪيل زيان کي ڪير به تسليم نه ڪندو آهي.

27- مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي. (سنڌ، چوٽي)

پيٽرول سان ڀريل آئل ٽئنڪر، نانگي شاهه جي موريءَ وٽ ڪلٽي ٿي پيو. مـٿـئين هودي ۾ ويٺل ڪلينر، ڪلٽي ٿـيڻ کـان اڳ ئي وڃي ڪچي تي ڪريو ۽ ٽئنڪر به وڃي سندس ٻانهن تي پيو. سندس ٻيو جسم ته ٻاهر هو. البته ٻانهن، ٽئنڪر هيٺان اچي وئي ۽ مڙس ڦاسي پيو. ڪئبن ۾ ويٺل ڊرائيور ۽ ڪلينر ڪي ته ڀرواريءَ هوٽل تان، ماڻهن ڊوڙي اچي ڪڍيو. انهيءَ اپرانڌ، ٽئنڪر جي انجڻ کي باهه لڳي چڪي هئي.

هاڻي هڪڙن ماڻهن مٽيءَ سان باهه وسائڻ لاءِ جتن پئي ڪيا ته ٻين، ڦاٿل ڪلينڪر کي ڪڍڻ جا. نه باهه پئي وسي، نه ئي ڪلينر پئي نڪري سگهيو. تڪڙ ۾ هڪڙي همراهه صلاح ڏني: ”جي پٽرول کي باهه لڳي ته همراهه سڙي ڪوئلا ٿي ويندو. بهتر آهي ته ڪاتيءَ يا ڪهاڙيءَ سان ڦاٿل ٻانهن ڪپي، باقي مڙس کي زنده سلامت بچائي وٺجي.“

ان صلاح کي خيال ۾ رکي، ٻه ٽي همراهه ڪاتيءَ- ڪهاڙيءَ لاءِ ڀڳا. پر وقت تي، ننڍي شيءِ به مشڪل ملندي آهي. سو ڪين ڪاتي يا ڪهاڙي هٿ ڪانه آئي. انهيءَ گيسر ۾ ڪين ڏاٽو هٿ اچي ويو، سو به جيستائين ڪٺي آيا تيستائين ٽئنڪر مان سمنڊڙ پيٽرول کي باهه لڳي چُڪي هئي.

ڦاٿل همراهه جا ڪوڪريا هجن. ڏاٽي وارو همراهه، باهه جي ڄر کان ويجهو نه پئي ويو. نيٺ ڏاٽو ڦاٿل همراهه ڏانهن اڇلايائين ته هاڻي پنهنجي ٻانهن، پنهنجي هٿن سان پاڻ ڪپي، پاڻ کي آزاد ڪر. ڏاٽو به پريرو وڃي ڪريو. ڦاٿل همراهه، ڏاٽي ڏانهن پاڻ کي سورڻ جي ڪوشش ڪئي پر پهچي نه پئي سگهيو. ايتري ۾ ٽئنڪر ۾ پيل پٽرول کي وڏي ڌماڪي سان باهه لڳي وئي. انهيءَ ڌماڪي تي گاڏي ٿورو اڏامي وئي، جنهن تي ڦاٿل ٻانهن کي ساهه ملي وئي ۽ همراهه ڏاڪو فوٽ وڃي پري ڦهڪو ڪيو. جنهن تي سندس جان بچي وئي. ٻيٺلن مان هڪ چيو: ”بيشڪ! مارڻ واري کان، بچائڻ وارو ويجهو آهي“.

مطلب: خدا تعاليٰ طرفان موت به لکيل ۽ مقرر وقت تي اچي ٿو.

28- مان به چوان ته تيڏو تيڏو پئي اڏامئين. (اردو، پهاڪو)

هڪڙي درويش تان، گهر واريءَ جي ڪاوڙ لهندي ئي نه هئي. وقت تي نه

ماني ملندي هيس، نہ ڪپڙا ڏوپي ملندا هيس. سُهمن جو ساڳ ۽ موچڙن جي ماني، هڪي حاضر رکي هوندي هيس. هڪ ڏينهن دل ۾ چيائين: ”جيڪر گهر واريءَ کي هڪ ڏينهن بزرگيءَ جي ڪرامت ڏيکاري چڙيان تہ جيئن سدا لاءِ مرعوب ٿي پئي خدمت ڪري.“

اهي خيال پچائي، صبح سان سوير گهران نڪتو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ گهر جي مٿان اڏامندو نڪري ويو. مٿس گهڻن ماڻهن جي نظر پئي. ڳوٺ ۾ چوٻول ٿي ويو. سندس گهر واريءَ بہ، آسمان ۾ اڏامندڙ جيئرو جاڳندو بزرگ ڏسي ڏاڍا عجب ڪاڏا ۽ ڪلما پڙيا.

شام جو درويش گهر ۾ جيئن پهتو، تيئن گهر واري مٿس ڏاڪا ٻڌي چڙهي وئي: ”مئا! روز ڌاڙون هڻندو آهين تہ مان بزرگ آهيان. اڄ صبح هجين ها تہ ڏيکاريانءِ ها تہ ڪيئن ٿيندا آهن بزرگ. هڪڙو الله جو پهتل ٻانهڙو، سڄي ڳوٺ مٿان اڏامندو نڪري ويو. سڄي جهان ڏٺو، پر تو بد بخت کي تہ اهو ڏسڻ بہ نصيب نہ ٿيو.“

”شڪر آهي! تہ تون بزرگن جي بزرگيءَ کي مڃين تہ ٿي!“ ٿڌو شوڪارو ڀريندي گهر واريءَ کي چيائين.

”چو؟ مان ڪا ڪافرياڻي آهيان ڇا؟ خدا جا سچا بزرگ هجن تہ ڇو نہ مڃيندس.“

”خبر اٿئي اهو ڪير هئو!“ بزرگ وضاحت ڪندي ٻڌايس: ”اهو مان تہ هيس“.

”هون!“ سندس گهر واريءَ ويتر چڙ ڪائيندي ۽ اکيون ڦوٽاريندي چيس، ”مئا! مان بہ چوان تہ ٽيڏو ٽيڏو پئي اڏامئين. لاشڪ تون هوندين.“ (١٥)

مطلب: ١- گهر جو پير چلهہ جو مارنگ، ٢- گهر ڪي مرغي دال برابر ٣- ويجهو، ڪوجهو، ۴- ويجهڙائپ سبب، هر شيءِ / ماڻهوءَ جي عزت/حرمت/محبت دل مان نڪريو وڃي.

**29- مان تہ ڪمبل کي ڇڏيان، پر ڪمبل مون کي نہ ٿو ڇڏي.**
(پشتو، پهاڪو)

ٻہ پناڻ، سياري جي صبح جو، هڪ نئن جو پاسو ڏيو پئي ويا تہ ڪن نئن ۾ ڪمبل جهڙي ڪاري شيءِ لڙهندي نظر آئي.

"مڃاڻ! اهو ڪمبل آهي، جيڪو لڙهندو ٿو وڃي. ڇو نہ اهو ڪڍي وٺان. سُڪڻ ڪانپوءِ، سيءَ ۾ ڏاڍو ڪم ڏيندو!"؛ هڪ چيو.

"ها! تون تري ڄاڻين، تنهن ڪري تون ئي ڪڍي سگهين ٿو. جلدي لهہ تہ ڪاٺي لهوارو نہ ٿي وڃي!"؛ ٻئي چيو.

پهرئين همراهہ، لٽا لاهي، لانگوٽو ٻڌي ڪٽي نئن ۾ ٽپو ڏنو. تڪڙو وڃي لڙهندڙ شيءِ کي جهليائين. جبلن تان، برف جي ڇپن سان گڏ برفاني رڇ بہ ڪريو هو، جيڪو پاڻيءَ ۾ لڙهندو پئي ويو. گهڻي لڙهڻ ڪري لڙهڪي پيو هو. پناڻ هٿ وڌس تہ ٻڏندڙ رڇ کي بہ سهارو ٿي پيو. ان بہ ڪٽي پناڻ کي ٻليءَ وارو ٻڪ وڌو. هاڻي پناڻ ڇڏائڻ تي، هيءُ نہ ڇڏڻ تي.

"جلدي ڪر! ٻاهر نڪر! سرديءَ ۾ گهڻو پاڻيءَ اندر رهڻ چڱو ناهي. ڪمبل ڳوريءَ شيءِ ۾ اٽڪيو آهي تہ ڪٽي ڇڏينس". ٻاهران بيٺل همراهہ چيس.

"مان تہ ڪمبل کي ڇڏيان، پر ڪمبل مونکي نہ ٿو ڇڏي!" (١٦)

مطلب: لالچ ۾ اچي ئي، ماڻهو وڏي ٻوهي ۾ ڦاسندو آهي ۽ جان ڇڏائڻ مشڪل ٿي ويندي اٿس.

30- **ماڻهو قلفيون چوڙي، تيليون ٻڌي ويا آهن.** (سرو، پهاڪو)

هڪڙو ڪراڙو شهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيو تہ ڏيئن قلفين آڻڻ لاءِ انگل ڪيس.

"ها بابا! ڪوڙ قلفيون وٺي ايندس!"؛ ڪراڙي چيو.

ڪراڙي شهر ۾، چار پنج قلفيون ورتيون ۽ پوتڙي جي پَلو ۾ ٻڌيون. ٻيو سودو سلوڪ وٺي، گاڏيءَ ۾ چڙهي اچي ڳوٺ پهتو.

"بابا! اسان لاءِ قلفيون آنديئي؟!" ڏيئن پڇيس.

"ها بابا! پوتڙي جي پَلو ۾ ٻڌل آهن".

"بابا! هي تہ رڳو تيليون ٻڌل آهن!" پوتڙي جا پلو جاچيندي، ڏيئن چيس.

"ابول! ظلم تہ ڏسو! ملڪ ۾ ڪهڙو نہ انڌير ٿي ويو آهي. پوتڙي مان."

ڪراڙي پريشان ۽ حيران ٿيندي چيو، "ماڻهو قلفيون چوڙي، تيليون ٻڌي ويا آهن!"

مطلب: جيڪو پنهنجي حفاظت پاڻ نہ ڪري سگهندو آهي، سو ٻين تي الزام هڻندو آهي.

31- **مٿي الله تہ هيٺ الهڙي بہ آهي** (ساهتي، چوٽي)

هڪڙي ڳوٺاڻي، رمضان شريف جو روزو رکيو تہ ڪيس صبح سان ئي اچي

اچ نڪي. هيڏي هوڏي ڦري، اچ جي احساس کي گهٽائڻ جي ۽ ڏادي ڪوشش ڪئي اٿين. منجهند ڏاري، تڏهن ٻچن ۾ ويهي وقت گذاريائين پر اچ پوءِ ۽ تنگ ڪيس.

ٻيهري لڙي، ڳوٺ جي پرسان وهندڙ شاخ ۾، ٻين ماڻهن سنين اچي ويٺو. پاڻيءَ ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ، ڪجهه گهڙيون ناپر هيس. نيٺ وري ساڳي ڳالهه ٿيس. اچ ڏاڍو تپايس ته دل ۾ خيال ڪيائين، "پاڻيءَ ۾ ويهي ٿو اچ مران، جيڪر ماڻهن کان لڪي سرڪڙي پي وٺان!" اهو خيال ايندي ئي، وري دل ۾ ٻيو ۽ خيال آيس: "ٻاهر الله ۽ ڏسي ٿو ۽ ماڻهو ۽ ڏسن ٿا. ڇو نه ٽٻي هڻي، اندر ئي اندر سرڪڙي هڻي وٺان."

انهيءَ خيال سان ٽٻي هنيائين ته سرڪڙي هڻڻ کان اڳ، هڪ ڏيڏري اچي وات ۾ لڳس. يڪدم ٽپو ڏيئي ٻاهر نڪتو ۽ چوڻ لڳو: "متي الله ته هيٺ الهڙي ۽ آهي." (٥)

مطلب: ١- الله ڏٺي پر الهڙي نه سهي ٢- خدا تعاليٰ هر هنڌ حاضر ناظر آهي. اهو اسان کي ڏسي رهيو آهي. سندس ٻيءَ مخلوق جي نظر ۾ ۽ اسان آهيون. بهتر ائين آهي ته ڏوهه جو ڪم، نه ظاهر ظهور ڪيون ۽ نه لڪ ڇپ ۾ ڪيون.

32- مرشدن جا نالا ڪتن تي رکيا آهن؟! (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙو خانداني مرشد، هڪڙي ڇڳ وڏيئي مريد وٽ، شام ڏاري اچي ڪڙڪيو. مريد کي لاچار، رهڻ ۽ ڪائڻ لاءِ بندوبست ڪرڻو پئجي ويو. گهر ۾، وچ اڱڻ تي مرشد جي سمهڻ لاءِ بندوبست ڪيائين. مرشد ۽ سج لٿي کان اڳ ئي، کٽ تي آلٿي پالٿي ماري ويهي رهيو.

سج لٿي کان پوءِ، مريدياڻيءَ چلهه تي ماني پئي پچائي ته مرشد جي سموري نظر سندس چرير تي هئي. اها ڳالهه مريدياڻيءَ کي ۽ ڪکي پئي.

اينتري ۾ هڪڙو ڪتو آيو، جيڪو چلهه تي مانيءَ ۾ نگهه وجهي ويهي رهيو. مريدياڻيءَ ڪتي کي تڪيندو ڏسي، خار ۾ سڪل ڇيٽي جو پور هڻندي چيس: "هل ڪتا! مرشد وانگر نگهه وڏي اٿئي ته ڪڍين ئي نه ٿو!".

اها ڳالهه مرشد کي نه وڻي ۽ مريد آيو ته ان کي دانهن ڏنائين.. مريد سربستي ڳالهه ٻڌي، زال کي چيو: "مرشدن جا نالا، ڪتن تي رکيا آهن؟! (٥)

مطلب: ١- دنيا جي شين ۾ نگهه-وجهڻ واري جو مثال، ڪتي جي مثال وانگر آهي ٢- سٺن ماڻهن کي، غليظ شين سان ٻيٽ نه ڏيي آهي.

**33- مون بہ ڪڏهن وضو ڪئي تہ ڪڏهن نہ.** (سرو، چوٽي)

هڪ مولانا، هڪڙي ڪڙميءَ کي، جنهن عمر ۾ سجدو نہ ڏنو هئو، ٻهراڙيءَ جي نفسيات آهر، نصيحت ڪندي چيو: ”تون جي هڪ مهينو پابنديءَ سان نماز پڙهندين تہ توکي هڪ ٻلو ڏاند وٺي ڏيندس.“

ڏاند جي آسري تي همراهہ نماز تي اچي زور ڏنو. مهينو پورو ٿيو تہ، اجوري جي نيت سان، مولانا وٽ حاضر ٿيو ۽ چوڻ لڳو: ”مهينو نمازون پڙهيون اٿم. هاڻي واعدي وارو ڏاند وٺي ڏي؟“

مولانا صاحب، اها ڳالهہ ٻڌي وٺجي ويو ۽ ڦڪائيءَ جي ڪل ڪلندي چيائينس: ”توکي الله تعاليٰ ڏاند کان وڌيڪ اجورو ڏيندو. مهينو لاڳيتو پڙهڻ سان عادت پئجي وئي هوندئي. هاڻ نماز ڇڏجانءِ نہ.“

ڪڙميءَ بہ ٺهڪ ڏيندي چيس: ”تون پاڻ ٺٺينگ! مون کي ڪٺان ڏاند وٺي ڏيندين. مون کي بہ خبر هئي، تڏهن تہ مون بہ دل سان نماز ڪانہ پڙهيئي، ڪڏهن وٽ پڇايم تہ ڪڏهن نہ...“ اجا بہ وضاحت ڪندي چوڻ لڳو: ”.... مون بہ ڪڏهن وضو ڪيئي تہ ڪڏهن نہ!“ (١٧)

مطلب: جيڪو ماڻهو نيڪ عمل ڪري ٿو، سو پنهنجي لاءِ ٿو ڪري ۽ جيڪو بد عمل ڪري ٿو، سو بہ پنهنجي لاءِ.

**34- نہ پرڻ ۾ پاڻي ايندو، نہ ئي ڏوڙ جون ڏاٿيون وٿبيون**

(ساهتي، پهاڪو)

هڪڙي ڳوٺ وارا، ٻئي ڳوٺ مان گهوٽ پرڻائڻ پئي ويا تہ ڳوٺ جي ڪراڙي مڙس بہ ڪين ايلاز ڪيو: ”مونکي بہ وٺيو هلو!“

”ڪراڙا! تون سفر ۾ تنگ ڪندين. تنهن ڪري تنهنجي هلڻ مان اسان کي تڪليف آهي.“

گهوٽيتا ڪيس ائين چئي، ڦٽي ڪري هليا ويا. ڪراڙي جي دل نہ مڙي، سو بہ ٽڙي ٽڦڙي، ڪنهن ذريعي سان وڃي اتي نڪتو. اتي وڃي ڏٺائين تہ ڄڃ ڪنهن مسئلي ۾ منجهيل ويٺي آهي ۽ گهوٽ تہ پرڻائين ڪونہ پيا. پاسڙو وٺي هڪڙي همراهہ کان پڇيائين: ”ڄڃ ڇا ۾ مُنڌي آهي“.

”ڪراڙا! ڪنواريتا ٿا چون تہ، ڏوڙ جون ڏاٿيون وٺي ڏيو. هاڻي تون ٻڌاءِ، ڏوڙ مان ڏاٿيون وٿبيون آهن؟“ ان همراهہ جواب ڏنس.

"ابا! ان جو جواب تہ سولو آهي!" پوڙهي چيو.

پوڙهي جي اها ڳالهہ ٻڌي، همراهہ ڪنواريتن ۽ گهوتيتن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيو. جتي ڪراڙي چيو، "پرڻ ۾ پاڻي آڻيو تہ، ڏوڙ جون ڏاٽيون وٺي ٿا ڏيون."

"پرڻ ۾ پاڻي ڪيئن اينديو؟!" ڪنواريتن پڇيو.

"پرڻ ۾ پاڻي نہ ايندو تہ ڏوڙ جون ڏاٽيون بہ نہ وٽبيون" ڪراڙي چيو. (١٨)

مطلب: نہ پرڻ ۾ پاڻي ايندو، نہ ڏوڙ جون ڏاٽيون وٽبيون. ٢- نہ نو مڻ تيل ايندو، نہ راڌا نچندي، ٣- نہ عراق مان ترياق ايندو، نہ نانگ ڏنگيل بچندو.

## 35- واڻيا ٺڪيا آهن تہ مٽي وهندا آهن. (ساهتي، چوٽي)

هڪڙيءَ جاءِ جي ڪم تي، مزدورن مزدوري پئي ڪئي. منجهن هڪڙو واڻيو بہ هو، جنهن ڏينهن ۾ ڪيترائي ڀيرا، جهنگ جي خيال جي بهاني سان موڪل ورتي هئي. سندس انهيءَ حرڪت تي، ٺيڪيدار جي منشيءَ کي ڏاڍي بڇان پئي آئي ۽ شڪ بہ ٿيس، تنهنڪري ٻئي مزدور کي، جاسوسيءَ لاءِ پٺيان روانو ڪيائين.

"واڻئي ڪاڪوس نہ پئي ڪيو!" ٻئي مزدور موٽي اچي ٻڌايو: پر مٽيءَ جي ڍيري ناهي، ان جي مٿان، ڪاڪوس ڪرڻ واري نموني ۾ ويٺو هيو."

"تون ڪم کان نٽائين ٿو." جڏهن واڻيو آيو تہ منشيءَ دپ پٽيندي چيس، "هتان جهنگ جي خيال جي موڪل ٿو وٺين ۽ اتي وڃي مٽيءَ جي ڍيري ناهي، ان جي مٿان ٿو ويهين. اهڙي ٺڳي ڪرڻ تي، توکي شرم اچڻ گهرجي."

"سائين! منهنجو عرض بہ ٻڌو!" واڻئي هٿ ٻڌندي چيو: "اوهان کي ان بابت ڪا ڄاڻ ناهي!"

"ڇا جي ڄاڻ ناهي؟" منشيءَ وڏي واڪي پڇيس.

"انهيءَ جي تہ جڏهن ..." واڻئي هٿ ٻڌندي عرض ڪيس، "... واڻيا ٺڪيا آهن، تہ مٽي وِهندا آهن." (١٩)

مطلب: ١- واڻيو، هندو دڪاندار، جيڪو سڄو ڏينهن ٺوٽين وانگر، هڪ هنڌ ويهڻ جو عادي هجي. ان کان محنت مزوري ڪهڙي پڄندي. اهو تہ اهڙا ڪچا دليل ئي ڏيندو. ٢- ڪمزور ماڻهوءَ وٽ، ڪمزور بهانا ئي هوندا آهن.

## 36- واهہ سنڌي ٺنهنجو اٽڪل، دري نہ دروازو، پکوڙي ۾ پهہ (سرو، چوٽي)

هڪڙو بروهي جبل کان لٿو، قبي سعيد خان کان ٿيندو، شهداد ڪوٽ ۾

اچي پهتو. ڪيس بڪ بہ ڏاڍي لڳي هئي، سو ڪوتو موتو چوڪ وٽ، هڪڙي پڪوڙائيءَ جي دڪان تي اچي پهتو. پڪوڙائيءَ وٽ چئن قسمن جا پڪوڙا هئا. مڪس، مرچائي، پٽاٽن وارا ۽ بهہ وارا. بهہ وارو پڪوڙو، مڙني کان وڏو ۽ سُئالو هيو. گهٽي بڪ سبب دل ۾ هندايائين: "اهو وڏو پڪوڙو ئي بڪ سان منهن ڏيندو."

چئين روپئين جا پڪوڙا ۽ پاسي واري هوٽل تان بہ مانيون وٺي، پر واريءَ بينچ تي ڪائڻ وينو. پڪوڙو پڳائين تہ منجهانئس، ڏوتل ڏپويل، وڌيل بهہ جو چگيرڙو ڳترو نڪتو. تنهن تي حيرت ڪائي چوڻ لڳو: "واهہ سنڌي تنهنجو اٽڪل! در نہ دروازو، پڪوڙي ۾ بِهہُ". (١١)

مطلب: ڪنهن اٽڪل واريءَ ۽ ڏکيءَ شيءِ کي ڏسي هر ڪو ائين حيرت جو اظهار ڪندو آهي.

**37- وڏيري لطف الله جي فيصلي کان، ڍڳو ويو پلو آهي.**
**ڄام نور الله جي دوا کان، مريض مئو پلو آهي.**
**سوائي گهانگهري جي ٽانگي کان، ماٺهو پنڌ پلو آهي.**
(ساهتي، چوٽي)

ڳوٺ ڄام نورالله، تعلقو ڪنديارو سان تعلق رکندڙ قصو آهي. اتفاق سان ٽئي همراهہ خدا کي پيارا ٿي چڪا آهن. خدا کين جنت ۾ جاءِ ڏئي.

١- ڳوٺ جو وڏيرو، مرحوم ڄام لطف الله هيو. هيو تہ خانداني وڏيرو، پر يتيم ٿي پليو هئو، ان ڪري تمام نرم مزاج ۽ درويش صفت انسان هيو. صوم و صلواة جو پابند هئڻ سان گڏ حج بہ ڪيائين. سندس نرم مزاجيءَ ڪري، ڪوبہ هاري ناري سندس سڏ تي يا اوطاق تي نہ ايندو هيو. سندس فيصلي تي ڪابہ ڌر عمل نہ ڪندي هئي ۽ نہ ئي ڏوهہ ڏنڊ ڀريندي هئي. هڪ دفعي هڪڙي هاريءَ جو ڏاند چوري ٿي ويو تہ فيصلو وٽس آيو. اکين ڏٺن چورن کان بہ ڍڳو موٽرائي نہ سگهيو. تنهن بعد ڪانئس ڪوبہ فيصلو نہ ڪرائيندو هو ۽ چوندو هو: "وڏيري لطف الله جي فيصلي کان، ڍڳو ويو پلو آهي."

٢- ڄام نورالله، جنهن جي نالي تي ڳوٺ آهي، ان جي پوٽاڻ مان هيو. خاص پڙهيل نہ هو. ٻني ٻارو پنهنجو هيس، جيڪو هاري ڪاهيندا هيا. سندس واندڪائيءَ جي وندر، طبي ٽوٽڪا جوڙڻ هئي. قوتِ باهہ، هڏن جوڙڻ وغيره جا نسخا، ٻُڌي سُڌي هٿ ڪيا هئائين، جيڪي هر وقت پيو تيار ڪندو هو. پاڻ تي بہ

آزمائيندو هو تہ مٿن مائٽن تي بہ. نسخو فائدو ڏئي يا نہ، اثر ضرور ڪندو هيو. ڪنهن جا پير سڳل تہ ڪنهن جو منهن، ڪنهن کي ڏاڙهيءَ ۾ خارش تہ ڪنهن جي ٻانهن ڪريل. ڪاٻئس ٻاهريان ماڻهوتہ سُتي ڦڪي وٺندا هيا پر ڳوٺ جو ڪوبہ ماڻهو نہ وٺندو هيوءِ چوندا هيا: "چامر نور الله جي دوا ڪان، مريض مئو ڀلو آهي."

٣- سوائي خان گهانگهرو، ٽانگو وهائيندو هيو. اڪثر ڳوٺ ڪان ڪنڍياري تائين ڀاڙو ڪٽندو هيو. سڀني سان لحاظ مروت هيس. سواريءَ سان ڪڏهن تڪڙ نہ ڪندو هيو. ڀاڙو بہ مناسب/ واجبي وٺندو هيو. ٻارن وارو ماڻهو، سندس ٽانگي کي ترجيح ڏيندو هو. منجهس هڪڙي هيءَ عادت هئي تہ جيڪو واقفڪار رستي ويندي مليس، تنهن سان باقاعدي، ٽانگو روڪي، ڪيڪر بازي ڪندو هيو. جيئن سلامر ڪندو هيو، تيئن گهوڙو بہ ازخود رستو ڇڏي، هيٺ ڪچي ۾ لهي بيهي رهندو هيو.

چڱي خوش تازا ڪرڻ ڪانپوءِ، بہ چار گاريون ڏئي ۽ چهبڪ هڻي، گهوڙي کي رستي تي آڻيندو هيو تہ وري ڪو ٻيو واقفڪار سامهون ايندو ڏسي ساڳيو عمل پيهر دهرائيبو هيو. روز رستي هلندڙ ماڻهوءَ جا واقف بہ گهڻا. تنهن ڪري پنڌ وارو ماڻهو، سندس ٽانگي ڪان اڳي شهر پهچي ويندو هيو. ماڻهن سندس ٽانگي ۾ چڙهڻ ئي ڇڏي ڏنو ۽ چوندا هيا: "سوائي گهانگهري جي ٽانگي ڪان، ماڻهو پنڌ ڀلو آهي." (٧)

مطلب: ١- منهن جي ڪنئري، ڳنا پٽائي ٢- ايڏو بہ منو نہ ٿجي جو هرڪو ڳهي وجي ٣- ايڏي شرافت!جوائه مظاهرو نہ ڪجي جو بدنامي تي پوي.

38- وٺي تہ آءٌ، نہ تہ وينو آ عرضي، پوءِ بہ عرضيءَ جي آ مرضي
(سرو، پهاڪو)

رضو ۽ عرضي، بہ پائر هئا ۽ ڏوڪري تعلقي جا وينل هئا. رضو وڏو ۽ شادي شده هو، جڏهن تہ عرضي ننڍو ۽ غير شادي شده هيو. غريبي حال ۾ پليا ۽ وڏا ٿيا هئا. ڏڪا ڏوٺا ڪائي رضو تہ پرڻيو هيو پر ڪيس اولاد ڪونہ هيو. عرضيءَ کي بہ ڪٿان سڱ نہ ٿي مليو. ان جو بہ هڪ سبب هيو. رضوءَ کي، اولاد جي نہ هئڻ سبب، ٻيءَ شاديءَ جي بہ خواهش هئي.

جنهن وٽ سڱ لاءِ ويا پئي تہ رضوءَ، وڏي هئڻ جي حيثيت سان، پئي ڳالهايو. سندس مبهم ڳالهين تي اڳلا پڇن تہ: "ڪير پرڻبو؟"

"وٺي تہ آئون، نہ تہ وينو آ عرضي، پوءِ بہ عرضيءَ جي آ مرضي." رضو يڪدم جواب ڏيندو هيو. جنهن تي هر ڪو کين لٺ ڪٺي ڊوڙائي ڪيندو هيو. (٢٠)

مطلب: ١- هڪڙو وٺي ڪونہ، پيو ادنگائي ڪري ٢- هڪڙو پنڻ پيو مهائڻ ٣- هڪڙو الله جي نالي تي، پيو ڪرياتو.

39- **هجئي واندڪائي، تہ وڃ وڏيراڻي گهر** (سرو، چوٽي/پهاڪو)

هڪڙي وڏيري جي اوطاق تي ڪچهري لڳي پئي هئي. مهمان مڙا بہ تڪيل هئا. جيڪي هنڌ وڇائڻ جي آسري، في الحال ڪچهريءَ ۾ مگن هئا. اينتري ۾ ڳوٺ جي هڪڙي واندي نوجوان اچي منهن ڪڍيو. ڪيس ڏستدي ئي وڏيرو مٿس ٽٽي پيو: "اڙي! واه ڙي ولو واه! هونءَ پيٽا ڪم نہ هجي تہ سجو ڏينهن وينو اوطاق جو حقو ڇڪين ۽ ڪتون چنين. اڄ مهمان آيا آهن تہ وري گهر تر وارو ٿي ويو آهين. شام ڪان ڊڳا بک تي بيٺا آهن. انهن کي گاهہ ڪتر وجهڻي هئي. دلا تہ دلا بہ خالي پيا آهن، تنهنجي آسري ڪنهن پريائي ناهن. مهمان آسري ۾ آهن تہ اجها ٿي حاويليءَ تان ماني اچي، هنڌ الڳ ڪٽي اچٽان آهن. حقو تہ حقو مزو نہ ٿو ڏئي. اهو بہ تازو ڪرٽو آهي. اڙي! وري ويهين ٿو! اٺ بابا! پهرينءَ سٽ تہ کوه تان پاڻي ڀري آ! پوءِ اچي ڪچهريءَ جو مزو ڏس. اٺ شاباس! يچ! جلدي ڪر!"

وڏيري حسبِ عادت، حسبِ روايت ۽ حسبِ رواج جهاڙ ڪڍي بس ڪئي تہ ولوءَ جو ويهڻ وهُ ٿي ويو ۽ ڪم ۾ جنبي ويو.

"سائين برحق تا چئو! غريب ماڻهو سڪين وٺ ايندا ئي انهيءَ لاءِ آهن." اهو لقاءُ ڏسي، هڪڙي مهمان ائين چيو: "هجئي واندڪائي تہ وڃ وڏيراڻي گهر." (٢١)

مطلب: وڏن ماڻهن وٽ جيڪي وڃن ٿا، تن لاءِ اتي اڻ ڪُٽ ڪم آهن. سندن چئين آني جو مطلب ترندو تہ کين هزار ڪن جي مزوري/ ڏنب والي ڪرٽي پوندي.

40- **هونءَ سائين آن، وڏو آن، پر گهوڙو واڙ ڪان ٻاهر ٻڌ** (ساهتي، پهاڪو)

هڪڙي نوجوان هاريءَ، پاڃين جي واڙي ۾ ڳُڏ پئي ڪئي تہ پريان، گهوڙي تي، موروثي مرشد ايندو نظر آيس. ڏسندي ئي اندر سڙي ويس. دل ۾ چوڻ لڳو، "هيءَ جزا وري ڪٿان پئي اچي. گهر ۾ ليپي ان ڪاڻ لاءِ ڪونہ، هيءُ وري گهوڙي سميت پڳر لاءِ نڪتو آهي. هڪڙو تہ چرسي پنگئي، پيو ڏئي گاريون، تيون ويهي

گهرجي وچ ۾." اهو خيال پچائي، دل ۾ پَڪ ڪيائين تہ: "اڄ تہ ڪيس ويجهو اچڻ ناهي ڏيڻو."

بظاهر بيعزتي ڪرڻ ڪان بہ ڊڄو پئي. سو دل ۾ تليائين تہ جٺ اهڙي ڪبس جو نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي.

مرشد واڙيءَ جي ڳليءَ وٽ اچي گهوڙي تان لٿو. گهوڙي ڪي.واڳ مان وٺي، واڙ ۾ گهڙڻ لڳو تہ هن هڪل ڪيس، "هونءَ سائين آن، وڏو آن، پر گهوڙو واڙ کان ٻاهر ٻڌ!"

"اڙي پيرن پٽيا! چو مرشد جي گهوڙي سان وير رکيو اٿئي. اڙي گهوڙا بہ ساهدار آهن، انهن سان وير نہ رک!"

"مرشد سائين! پڙ بہ منهنجو گهٽو زيان ڪيو هئائين. هيل مان اندر ٽپڻ نہ ڏيندوسانس."

"انهيءَ جو مطلب آهي تہ تون مرشد کي اندر اچڻ کان روڪين ٿو!"

"مرشد سائين! تون منهنجي اکين تي ويهہ، پر گهوڙو ٻاهر ٻڌڻو پوندئي!" هاريءَ ضد ڪندي چيس.

مرشد بہ خار ۾ پٺ، پاراتا ڏيندو هليو ويو (٥)

مطلب: ١- ڪم اهو ڪجي جو نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي ٢- نفرت جو اظهار بہ ڪجي ۽ گار گند بہ نہ ڏجي.

## 41- يارو بہ ٽا چور وٺن (ساهتي، پهاڪو)

هن ڳالهہ جو تعلق ڪنڌيارو تعلقي سان آهي.هيءَ تن ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن ماڻهوءَ- ڪڻ نہ هئي.

هڪ دڪاندار ڦٽين جي برڪي ورتي هئي. دڪان ڳوٺ جي ٻاهران، روڊ تي هو، رستو وهندڙ هو. ان ڪري يار محمد نالي هڪ همراهہ کي، برڪيءَ جي چوڪيداريءَ لاءِ، دڪان جي اڳڻ ۾ سمهاريائين. سياري جي رات هئي. سوڙ وجهي همراهہ ليٽيو تہ ننڊ الوٺ جي ڪنيو وبس. رات جو ڪي شاهينگ آيا، جيڪي ابتي پير برڪي ريڙهي رستي تي پهتا ۽ اتي اڏو اڏ ڪري، ڪٽي هليا ويا.

صبح جو يار محمد اٿي تہ برڪي نهي ئي نہ، پيرا ڪڻ تہ ڪيڏانهن؟ ۽ ڪنهن جا؟ ڪچي ۾، پيرن جي نشانن مٿان، برڪيءَ جي گيهي سبب، چورن جا پيرا هٿ نہ آيا. رستي تي پهچڻ ڪانپوءِ خبر ناهي، ڪهڙي رخ ۾ ويا. الائي اولهہ ويا، الائي اوڀر ويا. ماڻهن منجهان ڪنهن هڪڙي چيو: "يارو بہ ٽا چور وٺن!" (٧)

مطلب: ١- يارو چــور ڪونہ وڻندا ٢- ياروءَ بہ ڪڏهن چــور ورتا ؟ ٣- جيڪو ماڻهو، سونپيل ڪم ذميواريءَ سان سرانجام نہ ڏئي سگهي، تنهن لاءِ ائين چيو ويندو آهي.

**حوالا:**


١- سـهتو، عـبدالوهاب، انجنيئر: موزون آڪاڻين تي مشتمل پهاڪا ۽ چوڻيون، ماهوار ڪينجهر حيدرآباد نمبر ٦٠، آڪتوبر ١٩٩٧ع
٢- صديقي، نصرالله، انجنيئر: شڪارپور
٣- ٻڙ، محمد ڪامل، مرحوم: ڳوٺ عدر ٻڙ، ڪنڍيارو.
٤- سنڌي، حبيب، حافظ: ماجر، ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد.
٥- ڏنگراج، منظور احمد، قاري: ڳوٺ وڏا ڏنگراج، نوشهرو فيروز.
٦- سهتو، محمد ڪامل، ڳوٺ ڄام نورالله، ڪنڍيارو.
٧- سهتو، محمد بچل، مرحوم: ڳوٺ ڄام نورالله، ڪنڍيارو.
٨- الطاف شيخ، رڳي آهي گهوٽ سان، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد سال ١٩٩٦ع، ص ١٨٣.
٩- جروار، امداد علي، ايڊووڪيٽ: ڳوٺ گل محمد جروار، شهدادڪوٽ.
١٠- عباسي، غلام صديق، مرحوم: شيخ زيد ڪالوني، لاڙڪاڻو.
١١- بروهي، نور محمد، ٺيڪيدار: ڪوثر مل محلو لاڙڪاڻو.
١٢- ڪولاچي، عبدالمجيد بلوچ: پنو عاقل.
١٣- ڪناراڻي، عبدالغفور، ٺيڪيدار: ٺُل، جيڪب آباد.
١٤- گهانگهرو، عبدالرزاق، ڊاڪٽر: ڳوٺ ڄام نورالله، ڪنڍيارو.
١٥- سعدي، مشرف الدين شيرازي: شيخ: گلستان، مترجم مولانا محمد قاسم سومرو، روشني پبليڪيشن ڪنڍيارو، سال ١٩٩٧ع.
١٦- پناڻ، حليم شاهہ، ٺيڪيدار: زوب، بلوچستان.
١٧- بلوچ، عنايت: پرديسي ڪهڙا پرين، بزم تعـمير ادب ڪراچي، حيـدرآباد، نومبر ١٩٨٧ع ص ٤١
١٨- ملاح، محمد خان، ڳوٺ ڄام نورالله، ڪنڍيارو.
١٩- ملاح، حاجي ڪوڙو: ڳوٺ ڄام نورالله، ڪنڍيارو.
٢٠- مشوري، شهاب الدين، ڊرائيور: مشوري شريف، لاڙڪاڻو.
٢١- مغيري، رجب علي: ڳوٺ ميٺا، قمبر علي خان.

ليکڪ: اي. اسپرڪن ۽ او. ياخوت — سنڌيڪار: ڊاڪٽر محبت برڙو

# جدلي ماديت جا بنيادي اصول

## باب پنجون

## جدليات جا بنيادي قانون ۽ درجا

### قانون ڇا آهي؟

قانون شين يا لقائن جي وچ ۾ يقيني قسم جو ڳانڍاپو يا رشتو آهي.

اهو سمجهڻ لاءِ ته هتي ڳانڍاپو ڪهڙي مفهوم ۾ استعمال ٿئي ٿو، اچو ته هڪ مثال وٺون. جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪڙو پٿر اڇلائي ٿو ته اهو ڪيڏانهن ويندو؟ اڇلايل پٿر اڳي پوءِ وڃي زمين تي ڪرندو. اهوئي ساڳيو عمل هوا ۾ اڇلايل تير يا ڪنهن به ٻي شيءِ سان ٿيندو. اهو سڀ ڪجهه ڪنهن مخصوص سبب ڪري ٿئي پيو. اهو مخصوص سبب هتي ڌرتيءَ جي ڪشش واري قوت ۽ ڪنهن به هوا ۾ اڇلايل شيءِ جي وچ ۾ اهو اڻٽٽ ڳانڍاپو آهي جيڪو لاڳيتو عمل ۾ اچي رهيو آهي. هيءُ جيئن ته هوا ۾ اڇلايل هر شيءِ سان ٿئي ٿو تنهن ڪري هيءُ ڳانڍاپو عارضي يا اتفاقي به ڪونهي، پر هر حالت ۾ ٿيٽو آهي. هڪ ٻيو مثال وٺو: پاڻيءَ سان ڀريل ٿانوَ هيٺان باهه ٻاري وجي ته ڇا ٿيندو؟ پاڻي نيٺ ابرڻ لڳندو. اها هڪ يقيني ڳالهه آهي، ان ۾ڪوبه شڪ شبهو ڪونهي. هن عمل ۾ اها ڳالهه ڪانهي ته ٿئي الائي نه، پر هتي اهڙن عملن جي ڳالهه ڪجي ٿي جيڪي يقيني ٿين، پڪئون پڪ ٿين، ڪنهن به حالت ۾ ضرور ٿين. اڇلايل پٿر جي سلسلي ۾ ڪوبه ائين چئي نه سگهندو ته ڪرندو الائي نه، يا پاڻيءَ جي سلسلي ۾ ته ابرندو الائي نه. پٿر جو زمين تي ڪرڻ وارو عمل ۽ پاڻيءَ جي ابرڻ وارو عمل ايترو ته باقائدي ٿين ٿا جو هر هڪ اهو پڪو يقين رکي ٿو ته ائين لازمي ٿيندو. اهي عمل شين جي وچ ۾ هڪ ضروري، بنيادي ۽ باقائدي ظاهر ٿيندڙ ڳانڍاپي کي ظاهر ڪن ٿا. ٻين لفظن ۾، قانون باڻ ۾ لاڳاپيل شين جي وچ ۾ اهو بنيادي رشتو آهي جيڪو اتفاقي، مڙئي رواجي نه آهي، پر اهو رشتو آهي جيڪو شين جي اندروني فطرت مان ڦٽي نڪري ٿو، جيڪو يقيني، باقائدي، بنيادي، لازمي ۽ ضروري آهي. اڇلايل پٿر پري به

وجي سگهي ٿو ۽ ويجهو بہ ڪري سگهي ٿو، ٿئي بہ سگهي ٿو ۽ نہ ٿئي بہ سگهي ٿو. قانون اهڙين شين کي ظاهر نہ ٿو ڪري. قانون لقائن جي وچ ۾ سمورن ڳانڍاپن کي ظاهر نہ ٿو ڪري پر وڌيڪ بنيادي، لازمي ۽ ضروري ڳانڍاپن کي ظاهر ڪري ٿو.

پر هيءَ اڃا بہ قانون جي پوري، مڪمل تشريح ڪانهي. اوهان کي ان چوٽيءَ جي خبر هوندي تہ "قانون وٽ ڪا بہ ڇڏ ڇوٽ ڪانهي." - اهو آهي قانون لاءِ سچو مڪمل نُڪتو. قانون ڪنيل شعبي جي ڪن ٿورڙن لقائن سان نہ، پر ان شعبي جي سمورن لقائن سان لاڳو ٿئي ٿو. آرڪمديز جو قانون (١)، مثال طور، هر ان شيءِ سان لاڳو ٿئي ٿو جيڪا پاڻياٺ ۾ وڌي وئي هجي. ٻين لفظن ۾، آرڪمديز جي قانون ۾ جيڪو ڳانڍاپو ظاهر ٿئي ٿو (يعني هڪ جسم جي والاريل جاءِ ۽ ان جي رڪاوٽ) اهو فطرت ۾ سڀ طرفو آهي، عالمگير آهي. ڪا بہ شيءِ هوا ۾ اڇلائي وڃي تہ اها بهرحال، زمين تي ڪرندي. هن قانون ۾ بہ هڪ همہ گيري آهي. اينجلس مشاهدو ڪيو تہ "قدرت ۾ سڀ طرفائي (همہ گيري، عالمگيري) جو روپ قانون آهي." <u>هڪ قانون اسان کي جاڻ ڏئي ٿو تہ جيا وڌيڪ گهرو ۽ وڌيڪ عام آهي.</u>

جيئن تہ شيون ۽ لقاءَ معروضي طور وجود رکن ٿا، تنهن ڪري انهن جي وچ ۾ ڳانڍاپا بہ معروضي طور وجود رکن ٿا يعني، ڪنهن بہ <u>قانون جي وڌيڪ اهم خاصيت اها آهي تہ اهو معروضي آهي.</u> نہ رڳو قدرت جا قانون، پر سماج جا قانون بہ انساني شعور يا خواهش جا پابند ڪونہ آهن. جهڙيءَ طرح مادي، قدرت انسان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ وجود پئي رکيو اهڙيءَ طرح قدرت جي قانونن بہ انسانن کان اڳ وجود پئي رکيو. ڌرتيءَ تي ساهوارن جي تاريخ جي حساب ڪتاب سان انساني هستي ڇڻڪ ڪالهہ پيدا ٿي آهي. اسان جي ڌرتيءَ جو سج جي چوڌاري ۽ پنهنجي محور چوڌاري ڦرڻ وارا قانون بہ ايتري ئي عرصي کان وجود رکن ٿا جيتري عرصي کان اسان جو سيارو وجود ۾ آيو آهي. اهي قانون انساني شعور کان آزاد وجود رکن ٿا.

سماجي واڌاري جا قانون پڻ ڪردار ۾ معروضي آهن. ماڻهو نہ ئي نوان قانون ٺاهي سگهن ٿا، نہ ئي موجود قانونن کي ختم ڪري سگهن ٿا ۽ نہ ئي انهن کي پنهنجي ارادي سان بدلائي سگهن ٿا. اهي بہ مادي جيان هميشہ کان رهندڙ ۽ هميشہ رهندڙ آهن.

خيال پرست فلاسافر ٻئي قسم جا خيال رکن ٿا. اهي قانونن جي معروضي وجود کان انڪار ڪن ٿا. جرمن فلاسافر ڪانٽ دعويٰ ڪئي ته قدرت جا ڪي به قانون ڪونه آهن. هنن ان ڳالهه تي زور ڀري ڏنو ته هر شيءِ گڙٻڙ جي حالت ۾ آهي ۽ اهو رڳو انساني ذهن ئي آهي جيڪو قدرت ۾ باقائدگي ۽ ترتيب مهيا ڪري ٿو. پر خود ماڻهوءَ لاءِ ڪي به قانون ڪونه آهن. جديد بورزوائي انهن خيالن کي سوين مختلف نمونن ۾ ورهائن ٿا، پر ڇا اهي خيال صحيح آهن؟

پراڻن سماجن وٽ اهو خيال ئي ڪونه هو ته ڪو قدرت جي قانونن باقائدي وجود ڀئي رکيو ۽ نه ئي وري هنن ڪڏهن انهن قانونن جي جاچ ڪئي. سماجي ارتقا دوران جڏهن ماڻهو پنهنجي عملي سرگرم زندگيءَ ڪري شين جي وچ ۾ باقائدي ڳانڍاپي جي وجود جي باري ۾ سکيو تڏهن ئي هن انهن ڳانڍاپن کي جاچڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن کي حقيقتن ۾ ڳولڻ شروع ڪيو. ان ڪري ئي اهو نتيجو ڪيون ٿا ته قانونن جي موضوعي هجڻ جو خيال، هڪ غير سائنسي خيال آهي، جيڪو عمل جي تجربي سان ٽڪر کائي ٿو. اسان جو روزانو عمل قدرت ۽ سماج جي قانونن جي معروضي ڪردار جي تصديق ڪري ٿو.

<u>قانون، حقيقي دنيا جي شين ۽ لقائن جي وچ ۾ وڌيڪ عام، لازمي، معروضي ۽ نسبتن دائمي پر هر حالت ۾ ظاهر ٿيندڙ ڳانڍاپن کي ظاهر ڪن ٿا.</u>

خيال پرست قانونن جي وجود کان انڪار ڇو ٿا ڪن؟ ان ڪري جو قانونن کي مڃڻ ڪري سندن مفادن کي ڌڪ لڳي ٿو، سندن آقائن، استحصالي طبقن کي ڌڪ لڳي ٿو، ڇو ته ڪين سچ بگاڙڻ سان دلچسپي آهي، ڇو ته قانون سامراج جي مفادن ۾ ڪونهن، ڇو ته قانون جاگيرداري سرمائيداري سماج جي تباهه ٿيڻ جي نشاندهي ڪن ٿا. اهوئي سبب آهي جو هو مجموعي طرح سائنس کان ڊڄن ٿا.

سماجي قانون اسان کي ٻڌائن ٿا ته ڦرلٽ ۽ ظلم، جاگيرداري سرمائيداري کي اوس ختم ٿيڻو آهي، پورهيت طبقي ۽ مظلوم قومن جي سوڀ يقيني ٿيڻي آهي، انسان ذات کي آزاد ٿيڻو آهي، سچ نيٺ سوڀارو ٿيندو.

### ماڻهو قانون ڀٽاندر ڪم ڪن ٿا:

ڪڏهن ڪڏهن اهڙو اعتراض به ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته جيئن ته قدرت ۽ سماج جا قانون معروضي آهن، اهي سوچ کان آزاد آهن ۽ انهن کي تبديل ڪري نه ٿو سگهجي، ان ڪري اهو نتيجو نڪري ٿو ته ماڻهو انهن جي آڏو بيوس آهن. اهو به

هڪ غير سائنسي خيال آهي ۽ ماڻهن کي نقصان ڏئي ٿو، ڇو تہ "نظريو" حقيقت ۾ بي عمل ٿيڻ ۽ ويهي رهڻ جي پرچار ڪري ٿو ۽ انقلابي جدوجهد جي ڪارائتي هجڻ کان انڪار ڪري ٿو ۽ اهڙيءَ طرح استحصالي طبقن جي زبردست حمايت ڪري ٿو. اهو پورهيت ماڻهن جي پنهنجي قوت ۽ سُوڀ ۾ يقين کي لوڏڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، مظلوم قومون ۽ پورهيت آزادي ماڻڻ ۾ "بيوس" آهن، واري خيال کي ٽيڪ ڏئي ٿو. ڦورو طبقا ۽ انهن جا دلال هن خيال جي پروپيگنڊه ڪن ٿا.

پاڻي ڦوڪن ڏيڻ ۽ خواهش رکڻ ڪري گرم ڪونہ ٿيندو، انقلاب ڳالهين ڪرڻ ۽ نعرن وسيلي ڪونہ ايندو. جيڪڏهن ڪو پاڻي گرم ڪرڻ چاهي ٿو تہ اول پاڻيءَ کي ڪنهن ٿانو ۾ ڪٺو ڪرڻو پوندو، ڪاٺيون گڏ ڪرڻيون پونديون، باهہ ٻارڻي پوندي ۽ اها باهہ بہ پاڻيءَ جي ٿانوَ هيٺان ٻارڻي پوندي، ڪجهہ وقت لڳندو ۽ ان ڪانپوءِ ئي پاڻي گرم ٿيندو. جيڪڏهن ڪو انقلاب آڻڻ چاهي ٿو تہ ڪيس انقلابي نظريو اختيار ڪرڻو پوندو، ٻڌي ۽ تنظيم ڪري هڪ جهنڊي هيٺ گڏ ٿيڻو پوندو، لاها چاڙها ڪرڻا پوندا، صحيح جاءِ تي ڏڪ هڻڻو پوندو، ڪجهہ عرصو لاڳيتي جدوجهد ۽ ويڙهہ ڪرڻي پوندي ۽ ان کان پوءِ ئي سوڀ ماڻبي.

ڪيترين صدين جو تجربو سيکاري ٿو تہ <u>ماڻهو قدرت جي قوتن آڏو بيوس ڪونهي</u>. ماڻهن قدرت خلاف لڙاين ۾ لاڳيتو ويڙهہ ڪري، سوڀ حاصل ڪئي آهي. گهڻو عرصو اڳ ماڻهن پاڻيءَ جي قوت کي پنهنجي قبضي ۾ آندو ۽ اڄ سوڙو ان کي پنهنجي فائدي ۾ ڪتب آڻي رهيا آهن. هوا جي قوت کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ان کي هوا جي زور تي هلندڙ ملن هلائڻ ۽ ٻيڙين تارڻ لاءِ ڪتب آندو آهي. ٻاڦ، گرمي، بجلي ۽ نيوڪلائي شڪتيءَ کي نہ رڳو تسخير ڪيو آهي پر انهيءَ کي پنهنجي فائدي لاءِ ڪتب پڻ آڻي رهيا آهن. انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي تہ ماڻهو بيوس نہ آهي، ماڻهو قدرتي قانونن جو "رانديڪو" نہ آهي، هو قدرتي قانونن تي سوڀ ماڻي، انهن کي پنهنجن مفادن ۾ استعمال ڪري سگهي ٿو. ماڻهو پاڻ ڪنهن حد تائين قدرت تي حڪمراني ڪري ٿو، پر ڇا اهو سڀ ڪجهہ ماڻهوءَ رڳو پنهنجي ارادي، پنهنجي سوچ وسيلي ڪيو آهي؟ نہ، ماڻهوءَ اهو سڀ ڪجهہ رڳو پنهنجي سوچ وسيلي نہ ڪيو آهي، پر قدرتي قانونن جو هنر ڀريو استعمال ڪندي، پنهنجي سرگرميءَ وسيلي اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪيو آهي.

<u>ماڻهوءَ جي مقصد ڀري سرگرميءَ قدرت ۽ سندس پنهنجي سماج کي تبديل</u>

کري ٿي. پر خواهش کيل ماڳ تائين پهچڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته معروضي قانونن پٽاندر عمل ڪيو وڃي. جيڪو قانونن جي ابتڙ ۽ مخالفت ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اهو نيٺ ناڪاميءَ جو منهن ڏسي ٿو.

سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي سڄي تاريخ ان واٽ جي لکيل تصديق آهي ته ماڻهن پنهنجي عملي ڪم دوران ڳولڻ قانونن جو استعمال ڪيئن ڪيو آهي. اڄ ڪلهه مارڪسي-ليننني واٽ جو سائنسي نظريو هڪ سگهاري قوت بنجي ويو آهي جيڪو ڌرتيءَ جي گولي تي هزارين لک ماڻهن جي مدد ڪري رهيو آهي ته پراڻي دنيا کي ڪيئن نين واٽن موجب شاندار بنايو وڃي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو معروضي قانونن ۽ سماجي واڌاري ۾ معروضي اقتصادي حالتن جي فيصلي ڪُن ڪردار ڪيڏڻ کان ناڪار ڪري، اڪيون پُوري، ڏکي بازيءَ ۾ پنهنجي غير حقيقي عقيدي موجب انساني سماج جي ڪنهن به لقاءُ کي پهچڻ يا حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو يا ڪنهن ماڻهوءَ جي خواهش تي بنياد رکي سماجي حالتن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته اهڙي قوم کي خواهش بازي (والنٽزم) چئجي ٿو ۽ اهڙن ماڻهن کي خواهش باز چئجي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ڪي پاڻ کي انقلابي سڏائيندڙ ماڻهو يا ٽولا باقائدي قانونن، سببن ۽ اقتصادي سياسي حالتن جو صحيح تجزيو نه ڪري سگهندا آهن ۽ پوءِ هو پنهنجي انقلابي مشنري کي پنهنجي ٺلهي خواهش پٽاندر ويڙهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. خواهش بازن جون اهڙيون حرڪتون ڪين مهمر بازي (ايڊونچرزم) طرف ڏکي ويندیون آهن ۽ هو نيٺ وڃي سرمائيدارن جاگيردارن جي جهوليءَ ۾ ڪرندا آهن.

اهي قانون جيڪي شعور سميت قدرت ۽ سماج جي شين ۽ لقائن جي وچ ۾ وڏيڪ بنيادي لاڳاپن جي مقرري ڪندڙ قانون آهن، اهي خاص اهميت جا مالڪ آهن. انهن قانونن کي وڏيڪ عام قانون سڏيو وڃي ٿو ۽ مارڪسي جدليات اهڙن ئي قانونن جو اپياس ڪري ٿي. اهي قانون آهن: مقدار جو خاصيت ۾ بدلجڻ جو قانون، ٻن مخالف پاسن جي پاڻ ۾ هيڪڙائي ۽ ٽکر جو قانون- ۽ نفي جي نفي جو قانون.

## مقداري تبديلين جو خاصيتي تبديلين ۾ بدلجڻ جو قانون

**خاصيت، مقدار ۽ ماپ:**

اچو ته پنهنجي دنيا تي هڪ نظر وجهون. اسان کي ڪيترين ئي شين نظر

اچن ٿيون: پٿر، وڻ، گهر، ماڻهو، پاڻي، چنڊ، سج وغيره. هر هڪ شيءِ کي ڪونہ ڪو مهاندو، ڪو ڏيک آهي، ڪي بيان ڪرڻ جهڙا نشان آهن جنهن ڪري اسين ڪنهن بہ شيءِ جي سڃاڻپ ڪري سگهون ٿا.

جيڪڏهن مڪمل طرح هڪ جهڙا، منهن مهاندي ۾، ڏيک ويک ۾، لٽي ڪپڙي ۾، قدبت ۾، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾، عادتن ۾ ۽ سمجهہ ۾، مڪمل طرح هڪ جهڙا بہ ماڻهو يا بہ گل اسان آڏو آندا وڃن، تہ انهن کي ڪيئن سڃاڻي سگهنداسون. هر هڪ شيءِ کي پنهنجو جوهر آهي، ان جا ڪي خاص گڻ آهن جنهن وسيلي ان کي سڃاڻو ٿا. آخر ائين ڇو ٿوچوان تہ هيءُ پينسل آهي، هي وڻ آهي، هي گل آهي وغيره. پينسل ان ڪري چوان ٿو جو منهنجي هٿ ۾ هڪ سنهي، گول، اڌ فوٽ کن ڪاٺي آهي، جنهن جي وچ ۾ گهرو پيل آهي ۽ اها پني تي لکي سگهي ٿي. آئون چوان ٿو تہ هي وڻ آهي، اهو وڻ ان ڪري آهي جو هو زمين ۾ کتل آهي، ٿڙ، ڏار ۽ ٽاريون اٿس ۽ ساوا ساوا پن اٿس. گل ان ڪري آهي جو جيڪي مهاندا گل جا آهن اهي اسان کي گل ۾ نئي نظر اچن ٿا. ساڳيءَ طرح هي سنڌي قوم آهي ۽ هوءَ پنجابي قوم آهي، هي پٺاڻ آهي ۽ هو بلوچ، هي هيٺين طبقو آهي ۽ هو مٿين طبقو، مظلوم آهي ۽ هو ظالم آهي وغيره. اهي وڏا گڻ، مهاندا، نشانيون، ڏيک جن وسيلي ڪنهن شيءِ کي ٻي شيءِ جي ڀيٽ/مقابلي ۾ سڃاڻي سگهون ان کي خاصيت چئجي ٿو. <u>اهي ضروري بنيادي مهاندا جن وسيلي ڪنهن شيءِ جي بنيادي فطرت کي سڃاڻي سگهجي، ان کي خاصيت چئجي ٿو.</u>

پر شيون ۽ لقاءُ نہ رڳو پنهنجن خاصيتي گڻن وسيلي سڃاتا وڃن ٿا، پر پنهنجي مقداري مهاندن ڪري پڻ سڃاتا وڃن ٿا. اسين نہ رڳو شين جي خاصيتن بابت ڄاڻڻ جي خواهش رکون ٿا (تہ اهي ڪيئن آهن) پر اها خواهش پڻ رکون ٿا تہ اهي ڪيترا آهن، ڪيڏيون آهن وغيره. هر هڪ شيءِ کي نہ رڳو مقرر خاصيت آهي پر ان کي مقرر ڳڻپ پڻ آهي. مثال طور، هر هڪ ٻنيءَ کي پنهنجي مقرر پڪيڙ آهي جنهن کي هٿن، فوٽن، والن، ميٽرن، ويسن، جريبن يا ايڪڙن جي حساب سان ڪڇي سگهجي ٿو. هر هڪ ايٽم کي پنهنجو مخصوص ايٽمي وزن آهي ۽ ان کي پنهنجن اليڪٽرانن، پروٽانن وغيره جو مقرر تعداد آهي.

مقداري گڻ ڪيترائي آهن ۽ انهن کي ڪيترن ئي نمونن سان ظاهر ڪري سگهجي ٿو. مثال طور، جيڪڏهن ڪو پڇي تہ باغ ۾ ڪيترن قسمن جا گل آهن يا

ڪيترا گل آهن، يا سنڌو نديءَ تي بند ٻڌڻ مهل ڪيترين مشينن ڪم ڪيو، تڏهن جواب کي ڳڻپ ۾ ٻڌائي سگهجي ٿو مثال طور، ۵، ۱۰، ۱۵، ۵۰، ۱۰۰ وغيره. يا وري مثال طور پڇيو وڃي ته هن سال ڪٽڪ ڪيتري لٽي تڏهن چيو ويندو ته ويهه گاڏيون يا هزار ٽن يا ڪل فصل جو ويهه سيڪڙو وغيره. مطلب ته انگ، ماپا ۽ مايا مقدار کي ظاهر ڪن ٿا.

مقدار شين ۽ لقائن کي انهن جي ڳڻپ، قد بت، ٻڪيڙ ۽ شين جي والاريل جاءِ وغيره وسيلي ظاهر ڪري ٿو.

اسين اهو ڄاڻون ٿا ته جڏهن ڪنهن به شيءِ جون خاصيتون تبديل ٿين ٿيون ته اها شيءِ به تبديل ٿي وڃي ٿي. مثال طور، ٻار جون ٻارپڻي واريون خاصيتون بدلجن ٿيون ته ان کي جوان چئون ٿا ۽ جڏهن جوانيءَ جون خاصيتون بدلجن ٿيون ته ان کي ٻُڍو چئون ٿا. ساڳيءَ طرح جڏهن حياتيءَ جون خاصيتون بدلجن ٿيون تڏهن مُردو چئون ٿا. پر هاڻي اچو ته اهو ڏسون ته مقدار ۾ تبديلي آڻڻ ڪري شيءِ ۾ به ڪا تبديلي اچي ٿي يا؟

جن ماڻهن سنڌو نديءَ تي بند ٺهڻ جو نظارو ڏٺو هوندو اهي اسان کي پڪ سان ٻڌائي سگهن ٿا ته جڏهن ڀريائين پٿرن ۽ ڇپن جا ڍير آٽي نديءَ جي پيٽ ۾ اڇلايا ويا تڏهن ڪو بند نهي ڪونه پيو، پر انهن جو ته نالو نشان به ظاهر ڪونه هو، پاڻي وهندو رهيو. اهڙيءَ طرح ڇپن جي ٻي ڍير ۽ ٽين ڍير وجهڻ ڪانپوءِ به بند نه نهيو. جڏهن پٿرن ۽ ڇپن جا ڪيترائي ڍير ڪنهن مخصوص ترتيب سان اڇلايا ويا تنهن ڪانپوءِ نيٺ اها گهڙي به آئي جڏهن هوري هوري پاڻيءَ جي وهڪ تي بنيادي اثر پوڻ شروع ٿيو ۽ پوءِ، بهرحال، بند جڙي راس ٿيو. بند ڏار ڏار ڇپن ۽ پٿرن جي ڍير مان نهيو. ڏار ڏار ڇپن جي خاصيت ۽ بند جي خاصيت ۾ وڏو فرق آهي.

اچو ته اهو ڏسون ته هت ڇا ٿيو. جڏهن اڃا مقداري تبديليون ٿي رهيون هيون تڏهن ڪنهن حد تائين (مٿين مثال ۾ بند جي ظاهر ٿيڻ واري حد تائين) ڪا به نئين خاصيت واري شيءِ ڪانه نهي هئي، پر جيئن ئي اهي مقداريءَ شيون ڪنهن مقرر مقداري حد تائين پهتيون تڏهن مقداري تبديلين ظاهر ظهور خاصيتي اثر ڏيکارڻ شروع ڪيا. اهو ڏاڪو يا حد جنهن تي مقداري تبديلين ڪري خاصيتي تبديليون ظاهر ٿيڻ لڳن انهن کي ماپ چئجي ٿو.

فلسفي جي هڪ درجي جي حيثيت ۾ ماپ ڇا آهي؟ سمورين شين ۽ لقائن کي ڪي نه ڪي خاص خاصيتون آهن ۽ انهيءَ سان گڏ ڪونه ڪو مقدار به آهي.

هر هڪ قسم جي ايٽمن ڪي اليڪٽرانن، پروٽانن وغيره جو مقرر نمبر آهي جنهن ڪري ان ايٽم جون مخصوص خاصيتون نهن ٿيون. هئڊروجن جي ايٽم وٽ اليڪٽران آهي، نائٽروجن ۾ ست، آڪسيجن ۾ اٺ ۽ يورينيم جي ايٽم ۾ ٻيانوي اليڪٽران آهن. اها ئي انهن عنصرن جي مخصوص خاصيتن جي حد آهي، ماپ آهي. جيڪڏهن ڪنهن ايٽم ۾ اليڪٽرانن ۽ پروٽانن وغيره جو گهاٽو واڌوٽي پئي ته ايٽم جون خاصيتون بدلجي وينديون. مثال طور آڪسيجن جي ايٽم ۾ رڳو هڪ اليڪٽران جي واڌاري ٿيڻ ڪري اوزون نهي پوندي ۽ اوزون ۽ آڪسيجن جي خاصيتن ۾ وڏو فرق آهي. ساڳيءَ طرح هئڊروجن گئس جا ٻه ايٽم ۽ آڪسيجن گئس جو هڪ ايٽم پاڻ ۾ ملي پاڻيءَ جو ذرو ناهن ٿا ۽ هڪ نئين نهيل شيءِ جون خاصيتون اڳوڻن شين کان نرالي قسم جون آهن. اها جهت، اها گهڙي جنهن ۾ پراڻيون خاصيتون بدلجڻ لڳن ۽ نيون خاصيتون نروار ٿيڻ لڳن ان کي ماپ چئجي ٿو. هر هڪ شيءِ کي پنهنجي هڪ مخصوص ماپ آهي.

ماپ اهو ڏاڪو آهي جتي شين ۽ لقائن جا خاصيتي ۽ مقداري پاسا ملي هيڪڙائي ناهن ٿا. هر هڪ شيءِ کي ماپ آهي. ڪابه شيءِ تيستائين بدلجي نه ٿي سگهي جيستائين ان جي ماپ کي تبديل نه ڪيو وڃي. ائين ٿي ئي نه ٿو سگهي ته مقدار ۾ لاڳيتيون تبديليون ڪيون وڃن پر ان شيءِ يا لقاءَ جون خاصيتون ساڳيون ئي رهن ۽ ساڳيءَ طرح اهوبه ممڪن ڪونهي ته جيڪڏهن ڪنهن شيءِ يا لقاءَ جي خاصيتن ۾ ته تبديلي اچي پر ان جو مقدار ساڳيو رهي. هر هڪ شيءِ کي ماپ انهيءَ ڪري آهي جو ان جون مخصوص خاصيتون ڪنهن حد تائين ٿين ٿيون. خاصيت ۽ مقدار هڪ ٻئي جي تصديق ڪن ٿا ڇو ته اُهي ماپ جي حدن اندر آهن.

هن بحث مان نتيجو نڪري ٿو ته جڏهن شين ۾ ڪي به مقداري تبديليون اچن ٿيون تڏهن اهي ڪجهه وقت لاءِ ڪنهن حد تائين، ماپ جي حد تائين پنهنجون خاصيتون تبديل نه ٿيون ڪن. انهن حدن اندر شيءِ جون خاصيتون ساڳيون ئي رهن ٿيون، انهن تي ڪوبه اثر ڪونه ٿو پوي، پر جيئن ئي اها حد پهچي ٿي جڏهن ان شيءِ جي ماپ کي ڏوڏيو وڃي، تڏهن مقداري تبديليون شيءِ جي خاصيتي حالت ۾ مڙي، ڦري وڃن ٿيون، ان حد کان پوءِ مقدار خاصيت ۾ بدلجي وڃي ٿو.

**مقدار جو خاصيت ۾ بدلجڻ:**

بند ٻجهڻ جي مٿين مثال مان هڪ ڳالهه چٽيءَ طرح واضح ٿي آئي آهي ته

مقداري تبديلون هوري هوري، غير محسوس انداز ۾ پر باقائدي گڏ ٿينديون پيون وڃن ۽ شروع ۾ اهي شيءِ يا لقاءَ جي خاصيت ۾ ڪابه تبديلي ڪونه ٿيون آڻن، پر هوري هوري نيٺ اهو ڏاڪو اچي ٿو جڏهن مقداري تبديلون رچي راس ٿين ٿيون تڏهن شيءِ يا لقاءَ جي خاصيت ۾ ڦيرو آڻي ٿيون ڇڏن.

اچو ته هڪ ٻيو مثال وٺون؛ پاڻيءَ ڀريل هڪ ڪتلي باهه تي رکي آهي ۽ ان کي اٻرڻو آهي. پاڻيءَ کي باهه تي رکڻ سان ئي پاڻي اٻرڻ شروع نه ڪندو پر پهريائين اهو ٿورو ڪوسو ٿيندو. هوري هوري ان جي ڪوساڻ وڌندي ويندي وڌندي، پاڻي گرم ٿيندو ويندو. گرميءَ جو درجو ۵۰، ۶۰، ۷۰، ۸۰ درجا سينٽي گريڊ تي وڃو پر پاڻي اڃا پاڻي ئي رهيو. پاڻيءَ جي پاڻيءَ واري خاصيتن ۾ ڪابه تبديلي اڃا نه آئي آهي جيتوڻيڪ گرميءَ جو مقدار وڃون پيا وڌائيندا. اهو وسارڻ نه گهرجي ته اهڙي وقت پاڻيءَ ۾ ڪي ٿورڙا فرق آيا آهن، ڦوٽا نهن پيا، ڏارون هيٺ مٿي ڦرن پيون، پر پاڻي بنيادي طرح اڃا به پاڻي آهي. اهڙيءَ طرح گرميءَ جو درجو وڃي ۹۹ درجن تي پهچندو پر اڃا به پاڻيءَ جون خاصيتون تبديل نه ٿيون آهن. هاڻي اسان کي هڪ درجو گرمي اڃا به وڌائڻي آهي ۽ ان کان پوءِ ڏسنداسون ته نه رڳو پاڻيءَ اٻرڻ شروع ڪيو آهي پر ٻاڦ ۾ به تبديل ٿيندو پيو وڃي. ان حد تي پهچي پاڻيءَ جون خاصيتون پاڻيءَ جي حيثيت ۾ ختم ٿي، ڦري، تبديل ٿي نئين شڪل ۽ نين خاصيتن، ٻاڦ جي خاصيتن ۾ تبديل ٿي ويون. جڏهن اسان پاڻيءَ جي ماپ کي ڏوڏيو تڏهن اهو ٻاڦ ۾ بدلجي ويو.

مقداري تبديلين ڪري خاصيتن ۾ تبديل ٿيڻ واري قانون جو تت، ست، جوهر ڇا آهي؟ هن قانون جو جوهر ان حقيقت ۾ لڪل آهي ته مقداري تبديليون هوري هوري، گهڻي ڀوني، غير محسوس طريقي سان گڏ ٿينديون، باقائدي هڪ اهڙي منزل ڏانهن ٻيون وڌن جتي شيءِ جي پراڻن خاصيتن ۾ بنيادي تبديلي اچي وڃي ٿي، جڏهن پراڻيون خاصيتون تبديل ٿي وڃن ٿيون ۽ نيون خاصيتون ظاهر ٿين ٿيون.

پر اهي مقداري تبديلون خاصيتي تبديلين ۾ ڪيئن ٿيون بدلجن؟ اچو ته هڪ ڀيرو وري پاڻي گرم ٿيڻ وارو عمل ياد ڪيون، جڏهن ڪنهن مهل، ڪنهن گهڙيءَ اوچتو پاڻي ٻاڦ ۾ بدلجي ويو، يا وري مثال طور، ٻج ڪجهه عرصو زمين ۾ ننڍاڪڙو رهي ٿو ۽ پوءِ هو وڃي ان حد کي پهچي ٿو جڏهن ٻج جو پيٽ ڦاٽي پوي ٿو ۽ سلو

نڪري اچي ٿو، يا، قومي ۽ طبقاتي آزاديءَ لاءِ هوري هوري پورهيت ماڻهو پنهنجي سمجهه وڌائي، هڪ جهنڊي هيٺان گڏ ٿي، پڪي ڪري، لاڳيتي ڏکي جدوجهد هلائي، نيٺ وڃي اهو زورائتـــو ڌڪ هڻن ٿـــا جنهن جي ڪري ســـامـــراجي ۽ سرمائيدار- جاگيردار نظام پنهنجي ڦورو رياست سميت ڌڙيءَ اچي پٽ تي ڍيري ٿين ٿا ۽ پورهيت عوام نئون، نرالو ۽ سڌريل نظام جوڙن ٿا، جيڪو ترقيءَ جو غير سرمائيدارڪو رستو وٺي وڃي سوشلزم ۾ داخل ٿئي ٿو، جيڪو اڳتي هلي ڪميونزم ۾ بدلجي ويندو.

اها گهڙي جڏهن پاڻي ٻاڦ ۾ تبديل ٿئي ٿو، جڏهن ٻج جو پيٽ ڦاڙي سلو نڪري اچي ٿو، جڏهن ڦورو نظام تباهه برباد ٿئي ٿو ۽ نئون سماج اسري ٿو، ان گهڙيءَ کي جڏهن هڪ خاصيت ٻي خاصيت ۾ بدلجي ٿي، ان گهڙيءَ کي چئجي ٿو ٽپال.

قدرت يا سماج ۾ جڏهن به هڪ خاصيت مان ٻي خاصيت ڦُٽي نڪري ٿي تڏهن اها ٽپال ڪائي ظاهر ٿئي ٿي. ٽپال ئي نئين خاصيت جو نياپو آهي. جانورن جي دنيا ۽ وڻن جي دنيا جي سڄي ارتقا، جانورن جو هڪ جنس مان ٻي جنس ۾ تبديل ٿيڻ به ٽپالن وسيلي ئي ٿيو آهي. اهڙيون تبديليون يا ٽپال سماج ۾ پڻ آيا آهن. شروعاتي رعيتي راڄ مان غلاميءَ جو سماج، غلاميءَ مان جاگيرداري سماج، جاگيرداريءَ مان سرمائيداري سماج به ائين ٽپالن وسيلي ظاهر ٿيا آهن ۽ اڄ جو ڌرتيءَ تي ڪيترين ئي عوام دوست ۽ محب وطن رياستون نڪري نروار ٿيون آهن ته اهي به سرمائيداريءَ يا جاگيرداري- سرمائيداري- سامراجي سماج مان ٽپال ڪائي ظاهر ٿيون آهن.

اڄوڪي ڏسون ته ويٽنام ۾ ڇا ٿيو. ويٽنامين هڪ جاگيرداري- سرمائيداري سماج ۾ گذاريو پئي ۽ انهن تي فرانسين، پوءِ جپانين ۽ ان کان پوءِ آمريڪين پنهنجو غلام بنائيندڙ سامراجي نظام مڙهي ڪين جاگيرداري- سرمائيداري- سامراجي چڪيءَ ۾ پيهڻ شروع ڪري ڏنو. هن قومي ۽ طبقاتي ظلم خلاف ويٽناميئن قومي ۽ طبقاتي جدوجهد شروع ڪري ڏني. هنن جو نظريو ويٽنامي پورهيتن سميت سڄي ڌرتيءَ جي پورهيتن جو نظريو هو، هنن هڪ پارٽيءَ جي رهنمائيءَ ۾ ڪيترين ئي تنظيمون قائم ڪيون ۽ انهن جو نه رڳو ملڪي عوام پر سڄي ڌرتيءَ جي حق پرست عوام سان اتحاد قائم ڪيو. عوام جي تنظيمي، سياسي ۽ انقلابي شعور کي ساڃهه وڌايو، ۴۵ سال لاڳيتي، پرپيچ ۽ ڏکي جنگ ڪري، نيٺ هٽي وڃي

هنڌ ڪيو، سامراجين ۽ ڦورن جي سماج کي ٽڙي ڪيو- انهن جي ڦورو رياست کي ڊاهي پورهيتن جي نئين پورهيت رياست قائم ڪئي، ملڪ ملائي متحد ڪيو ۽ ويٽنامي عوام ترقيءَ جي راهن تي تيزيءَ سان وڌڻ لڳو.

ويٽنام ۾ ڇا ٿيو؟ جاگيرداري- سرمائيداري- سامراجي جي خاصيتن يعني انهن جي پيداوار جي طريقي، انهن پاران غلاميءَ وارو شعور وڌائڻ جي طريقي ۽ انهن جي مڙهيل ڦورو نظام هيٺان باهه ٻاري وئي، جدوجهد هلائي وئي، پاڻي گرم ٿيندو ويو، انقلابي جدوجهد تيز ٿيندي وئي تان جو نيٺ اهو ڏاڪو، اها گهڙي اچي پهتي جڏهن ڦورو نظام ۾ هڪ ڇال آيو ۽ پوءِ جيڪو نئون سماج ظاهر ٿيو ان جون خاصيتون به نيون هيون يعني پيداوار جو سائنسي طريقو، عوام جو آزاد ۽ سڌريل شعور، ڦرلٽ ۽ ظلم کان آزاد انسان، اڳتي وڌي ترقي ڪرڻ جو ارادو وغيره.

جڏهن به هڪ خاصيت کان پوءِ نئين خاصيت ظاهر ٿئي ٿي، اها ڇال کان پوءِ ئي اچي ٿي. ڪنهن به شيءِ جي حد، ماپ کي ٽوڙڻ معنيٰ ڇال شروع ڪرڻ، نيون خاصيتون ڦٽڻ.

**واڌاري جون ٻه صورتون:**

مٿين مثالن مان اهو چٽو ٿي آيو آهي ته قدرت يا سماج ۾ جيڪا به شيءِ هڪڙين خاصيتن مان ٻيون خاصيتون حاصل ڪري ٿي اها ٻن دورن مان گذري ٿي. پهريون ڏاڪو يا دور نسبتن ڍگهو، ورن وڪڙن ۽ لاهن چاڙهن وارو، ڏکيو ۽ آهستي آهستي عمل ۾ ايندڙ آهي ۽ ٻيو ڏاڪو يا دور نسبتن تکڙ ۾ ٿي وجي ٿو. پاڻي گرم ته هوري هوري ٿيو پر ٻاڦ ۾تبديل ٿيڻ وارو عمل هڪدم، نسبتن تکڙ ۾ ٿيو. هوري هوري، غير محسوس طريقي سان ٿيندڙ مقداري تبديليون هميشه پراڻين خاصيتن ۽ ماپ جي دائري اندر ٿين ٿيون، ان ڪري ان کي ارتقائي ڏاڪو يا دور چئون ٿا. <u>ارتقا، سنئين سڌي، سادي نموني، هوري هوري ٻر بقائدي لاڳيتو ٿيندڙ واڌارو آهي جنهن ۾ ڪي به ڇال ڪونه آهن، جنهن ۾ ڪي نه نيون خاصيتون ظاهر ڪونه ٿيون ٿين.</u>

واڌاري جو اهو ڏاڪو جنهن ۾ باقائدي ڇال اچي ٿو، مثال طور، جنهن ۾ جاگيرداري- سرمائيداري- سامراجي نظام جا سماجي رشتا، "ترقيءَ" جا پراڻا سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي ترقيءَ جا نوان رستا تباهه ٿين ٿا ۽ نوان، سڌريل سماجي

رشتا، سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي ترقيءَ جا نوان رستا ظاهر ٿين ٿا، جنهن ۾ پراڻي جي بنيادي تباهي ٿئي ٿي ۽ نئون نظام ظاهر ٿئي ٿو، ان دور کي انقلابي دور چئون ٿا.

پراڻي خاصيت ۾ لاڳيتي مقداري تبديلي اچي ٿي ۽ هوري هوري، غير محسوس طريقي سان پر باقائدي وڌندي نيٺ وڃي ان جي حد، ماپ کي ڏوڙي ٿي، هڪ ٽپال اچي ٿو ۽ نيون خاصيتون ظاهر ٿيڻ لڳن ٿيون. لاڳيتي مقداري تبديليءَ وارو ڏاڪو ارتقائي دور آهي ۽ ٽپال وارو ڏاڪو انقلابي دور آهي. پراڻين خاصيتن واري سماج ۾ لاڳيتون مقداري تبديليون اينديون رهن ٿيون، هلي هلي نيٺ ان جي ماپ جي حد پهچي ٿي، ٽپال اچي ٿو، انقلاب اچي ٿو ۽ نين خاصيتن وارو نئون سماج شروع ٿي وڃي ٿو.

دنيا جي هر شيءِ ۽ هر لقاءُ، پوءِ ان جي ڄمار ڪيتري به ثابت ٿئي، ان ۾ لاڳيتيون مقداري تبديليون ايندي رهن ٿيون ۽ اهو نيٺ ٽپال کائي، نيون خاصيتون اختيار ڪري ٿو.

**سڌارا پسندي واري نالائقي:**

ڪي ميٽا فزڪس واري سوچ رکندڙ وري چون ٿا، هن ڪائنات جي شين ۽ سماج ۾ رڳو ارتقائي تبديلي ئي ممڪن آهي يعني هوري هوري وڌڻ واري عمل ۾ ڪي به ٽپال، ڪي به انقلاب ڪونه ٿا اچن. دنيا ۾ رڳو مقداري تبديليون ئي اچن ٿيون ۽ ان ڪري قدرت ۾ ڪا به شيءِ خاصيتي طرح نئين نه آهي. هي ماڻهوءَ ارتقائي پيشڪش کي ٽوڙي مروڙي بيڪار ارتقائي نموني پيش ڪن ٿا. انهن کي بيڪار ارتقا پسند ۽ ترميم پسند چيو ويندو آهي.

بيڪار ارتقا پسندن جو نڪتي نظر خاص طرح سماجي زندگيءَ سان لاڳو ڪيو ويندو آهي. هنن جو چوڻ آهي ته سماجي تبديليون سماجي سرشتي جي بنيادن تي اثر وجهڻ کان سواءِ ئي سنئين سڌي، آهستي، ارتقائي نموني پيون ٿين. سڌارا پسند ڦرلٽ واري نظام کي بچائڻ لاءِ ان قسم جو ميٽا فزڪس وارو طريقو استعمال ڪندا آهن. هو پورهيت طبقي جي انقلابي جدوجهد کان لنوائن ۽ ان کي رد ڪن ٿا ۽ ان جي بدران چون ٿا ته معمولي سڌارن ۽ ننڍڙين رعايتن وسيلي سماج سڌري پوندو. پراڻا سڌارا پسند نظريا ٽوڙي مروڙي، انهن کي نيون چٽيون هڻي، نوان نظريا ڪري پيش ڪيا وڃن ٿا. هن موجوده وقت اهڙو ئي سڌارا پسندي وارو "نئون نظريو" ڏنو آهي جنهن کي 'صنعتي سماج" جو نظريو سڏيو وڃي ٿو. هنن جو چوڻ آهي ته جديد صنعتي طرح ترقي ڪيل قومن ۾ پيداوار جو طريقوي

صنعتي ٿيندو پيو وڃي. اهو هوري هوري، ڏاڪي بہ ڏاڪي نئين طرز جي ”صنعتي سماج“ اڏجڻ جي نشاني آهي. ٻنهي، سوشلسٽ ۽ سرمائيدار ملڪن ۾ صنعتي ترقي نيٺ وڃي هڪ ”صنعتي سماج“ ۾ پهچندي ۽ هڪ نئون سماج نهي پوندو، ان ڪري پورهيتن کي ذاتي ملڪيت واري (ڦورو) سماج خلاف ۽ ان جي خاتمي لاءِ ڪنهن بہ انقلابي جدوجهد هلائڻ جي ضرورت ڪانهي- سڌارن ۽ سماج جي هوري هوري ”نئين ٺهڻ“ ڪري سڀ شيون نيڪ ناڪ ٿي وينديون.

اهو ئي سبب آهي جو مارڪسي تعليم تي هلندڙ اهڙي طرز جي سڌارن جا مخالف آهن. هو سڌارن جا قائل ضرور آهن پر اهڙن انقلابي سڌارن جا قائل آهن جن جي ڪري پورهيتن کي فائدو پهچي، مثال طور، ”جو کيڙي سو کائي“ وارا زرعي سڌارا ۽ ”جو اپائي سو مالڪ“ وارا صنعتي سڌارا يعني اهي سڌارا جن وسيلي ڦورو ۽ ذاتي ملڪيت واري سماج جا بنياد اڊيڙي تختا ڪدي سگهجن. ڪميونسٽ اهڙن سڌارن جا مخالف آهن جيڪي ڦورو سماج کي سگهارو ڪن ٿا يا پورهيتن کي انقلابي جدوجهد کان پاسيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

سڌارا پسندي ميٽافزڪس واري سوچ آهي چو تہ اها سماجي واڌاري واري عمل جو رڳو هڪڙو پاسو يعني مقداري ڦير ڦار يا ارتقا وارو پاسو قبول ڪري ٿي.

موجوده وقت پاڻ کي سوشلسٽ سڏائيندڙ ڪيترائي ڌڙا ترميم پسنديءَ جي راهن تي هلي پيا آهن. هو مارڪسي تعليم جي روح يعني سماج ۾ جدوجهد وسيلي انقلابي تبديلي آڻڻ واري پاسي ۾ ڦيرڦار ڪري، ان کي بگاڙي، ائين ڪري پيش ڪن ٿا تہ هرو ڀرو انقلاب جي ضرورت ڪانہ آهي چو تہ پورهيتن جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ مزدور يونين وسيلي ”زبردست سڌارا“ ڪرائڻ، اليڪشن ۾ کٽڻ ۽ آهستي آهستي سرمائيدار رياست تي قبضو ڪرڻ ئي ڪوڙ آهي. هو پورهيتن کي معاشي جدوجهد تائين محدود رکڻ گهرن ٿا ۽ معاشي جدوجهد کي سياسي جدوجهد جي تابع رکي هلائڻ ۽ انقلاب برپا ڪرڻ واري پاسي کان انڪار ڪن ٿا. اهڙن ٽولن سان جڏهن زبردست بحث مباحثو ڪيو وڃي ٿو تڏهن ڪنڊ پاسي وبهي، ڪن ۾ سڙٻات ڪندي چون ٿا، ”ڪامريڊ! اسين انقلاب ئي برپا ڪرڻ چاهيون ٿا پر جيڪڏهن انقلاب ”پر امن“ نموني اچي وڃي تہ پوءِ هرو ڀرو هٿياربند جدوجهد جي ڪهڙي ضرورت آهي.“

رياست جي باري ۾ مارڪسي تعليم تي بحث ڪندي (خاص طرح ”رياست

۽ انقلاب" ڪتاب ۾) لينن ان ڳالهہ تي سخت زور ڏنو تہ پورهيتن جي فائدي واري حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ اهو بيحد ضروري آهي تہ ڦرلٽ ڪرڻ واري رياستي مشنري کي ڊاهي، پرزا پرزا ڪري، تباهہ ۽ برباد ڪيو وڃي.

خود "پيرس ڪميون" جي ناڪاميءَ مان انقلابي استادن جيڪو وڏي ۾ وڏو نُڪتو ڳولي ڪڍيو اُهو هيو ئي اِهو تہ پيرس جي پورهيتن سرمائيداز رياستي مشنري کي ڊاهي پرزا پرزا نہ ڪيو. ٻي طرف وري چليءَ جي "سوشلسٽ" حڪومت جي ناڪامي سبق ڏئي ٿي تہ اليڪشن بازيءَ وسيلي ڪڏهن بہ پورهيت حڪومت قائم ڪري نہ ٿي سگهجي.

اهو ئي سبب آهي جو صحيح ۽ سچا انقلابي "پرامن انقلاب" واري ترميم پسند تعليم ۽ اليڪشن بازي وسيلي پورهيت حڪومت قائم ڪرڻ وارن خيالن جي پرزور مخالفت ڪن ٿا. انقلابي نہ رڳو سماج جي سڌاري لاءِ ارتقائي پاسي تي زور ڏين ٿا پر سماج ۾ نين خاصيتن يعني پورهيت خاصيتن پيدا ڪرڻ لاءِ انقلاب واري پاسي تي بہ اوترو ئي زور ڏين ٿا.

**مهم پسندي واري نالائقي:**

ڪجهہ ٽولن ۾ وري هڪ ٻيو لاڙو بہ پيدا ٿيل آهي تہ اهي ڪڏهن ڪڏهن ارتقائي پاسي يعني هوري هوري انقلابي قوتن گڏ ڪرڻ ۽ مناسب تياري ڪرڻ کانسواءِ ئي رڳو چالن آڻڻ، انقلاب برپا ڪرڻ واري پاسي تي زور ڏين ٿا. هي لاڙو بہ ساڳيءَ طرح ميٽا فزڪس واري سوچ تي ٻڌل آهي ۽ انقلاب لاءِ سخت نقصانڪار لاڙو آهي. هن لاڙي کي انارڪزم بہ سڏبو آهي.

عام طرح هيٺين وچولي طبقي جا ماڻهو سياسي اٿل پٿل ۽ حڪومتي ڊڪٽيٽري، دٻاءَ، ۽ ظلم کان بيزار ٿي، ابهرائي ڪري، ٺڏي تي ئي ان خلاف ويڙهہ ڪرڻ جو سوچيندا آهن. اهڙي وقت ۾ هو ننڍڙا ننڍڙا ٽولا ناهي دهشت پسنديءَ وارا ڪم ڪرڻ لڳندا آهن. اهڙن ٽولن جون دهشت پسند ڪارروايون ۽ "انقلابي قدم" عام طرح سچن انقلابين لاءِ سخت هاڃيڪار ثابت ٿيندا آهن.

هر انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ اهو بيحد ضروري آهي تہ اول انقلابي حالتون تيار ڪيون وڃن يعني ارتقائي ڏاڪو طي ڪيو وڃي ۽ پوءِ انقلاب برپا ڪيو وڃي.

جڏهن سويت يونين ۾ انقلاب ڪامياب ٿي چڪو تڏهن لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي وچ ۾ ڪجهہ ڳالهين تي سخت اختلاف پيدا ٿي پيو. ٽراٽسڪيءَ جو خيال هو تہ

جيئن ته روس ۾ انقلاب ڪامياب ٿي چڪو آهي ۽ پورهيت انقلابي فوج به ٺهي چڪي آهي تنهن ڪري هينئر انقلاب کي ٻين ملڪن ۾ برآمد ڪيو وڃي، يعني روسي انقلابي فوج کي گهرجي تي ٻين سرمائيدار ملڪن ۾ ڪاهي پئي ۽ اتي پورهيتن جون حڪومتون قائم ڪري. لينن انهيءَ ڳالهه جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي ۽ هن زور ڏنو ته هر سماج ۾ رڳو اهو انقلاب ڪامياب ٿي سگهي ٿو جيڪو انهيءَ سماج مان ڦٽي نڪتو هجي يعني جتي پورهيتن پاڻ ۾ ٻڌي ڪري پاڻ کي انقلابي نظريي تحت منظم ڪيو هجي، هنن انقلابي حالتون پيدا ڪيون هجن ۽ اهڙين حالتن ۾ پاڻ وڏي انقلاب برپا ڪن. ها، باقي هڪ انقلابي حڪومت جو فرض آهي ته هوءَ اهڙين پورهيت جدوجهدن ۽ انقلابن جي پنهنجي پڄندي آهر مدد ڪري.

لينن انارڪزم، انارڪو-سنديڪلزم، سڌارا پسنديءَ، مهم پسنديءَ، ۽ دهشت پسنديءَ کي سخت لفظن ۾ ننديو ۽ اهڙن لاڙن کي دنيا جي باري ۾ ڦورن جي نڪتي نظر وارا لاڙا سڏيو. اهڙا ماڻهو سماج ۾ ارتقا ۽ انقلاب جي پاڻ ۾ رشتي کان انڪار ڪن ٿا.

**ارتقا ۽ انقلاب ۾ هيڪڙائي جي جدليات:**

ميٽا فزڪس واري اهڙي هڪ طرفي سوچ جي مقابلي ۾ ماديت پسندي ان حقيقت کان شروعات ڪري ٿي ته واڌاري جي هر عمل ۾ ارتقائي ۽ انقلابي پاسا پاڻ ۾ جنهنءَ طرح ۽ اڻٽٽ نموني ڳنڍيل آهن. "جيئن قدرت ۾ حياتي (ساهوارا) ۽ واڌارو پاڻ وٽ ٻئي پاسا رکي ٿو يعني هوري هوري ارتقا ۽ تڪڙو چال بلڪل ساڳيءَ طرح حقيقي زندگي، حقيقي تاريخ به اهڙيون مختلف لياقتون (ارتقا ۽ انقلاب) پاڻ وٽ ضرور رکي ٿي." (لينن، ڪڏيل لکڻيون، جلد ١٦، ص ٣٤٩).

هوري هوري، باقائدي، ڳجهي نموني ٿيندڙ تبديلي واڌاري لاءِ ڏاڍو اهم ڪردار ادا ڪري ٿي پر ان جي ڪري موجود خاصيتن ۾ ڪابه ڦير ڦار ڪانه ٿي اچي. پراڻي خاصيت کي بنيادي طرح تبديل ڪري نئين خاصيت جي اچڻ لاءِ چال، انقلاب بيحد ضروري آهي.

مٿين مثالن مان اهو چٽو ٿي آيو آهي ته بنيادي خاصيتي تبديليون آڻڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته عملي زندگيءَ ۾ انقلاب کي تياريءَ واري دور سان ڳنڍيون. تياريءَ کان سواءِ ڪوبه انقلاب اچي نه ٿو سگهي. انقلاب رڳو انقلابي لفاظي، ٻٽاڪن ۽ سينو ٺوڪي دعوائن ڪرڻ وسيلي ڪونه ايندو. سوپ ماڻڻ لاءِ پائدار بنياد مهيا ڪرڻ لاءِ اهو بيحد ضروري آهي ته انقلابي تيارين (ارتقا) کان پوءِ ئي انقلاب برپا ڪيو وڃي.

## ٻن ابتڙن جي وچ ۾ هيڪڙائي ۽ ٽڪر جو قانون

**ڳالهائڻ ۾ تضاد:**

مٿين عنوان مان ٿي اها ڳالهه صاف ظاهُر آهي ته هينئر تضاد بابت بحث ڪنداسون، پر ڪهڙي قسم جا تضاد؟ پهريائين ان ڳالهه جي وضاحت ڪنداسون ته جيئن جنهن تصور "تضاد" جي ڳالهه ڪيون پيا اهو سمجهي سگهون ڇو ته تضاد لفظ مان ڪيترائي ماڻهو ڌار ڌار مطلب وٺن ٿا.

ڪيترائي ماڻهو ڳالهين ڪندي ۽ بحث ڪندي محسوس ڪري وٺندا آهن ته هنن جيڪا اول ڳالهه ڪئي يا دليل ڏنو، پوئين ڳالهه يا دليل ان سان نهڪي نه ٿو يعني هنن کي پنهنجين ڳالهين ۽ بحث ۾ تضاد محسوس ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح ٻڌندڙ به ڳالهائيندڙ جي ڳالهين ۽ دليلن ۾ تضاد محسوس ڪري وٺندا آهن. انجو مطلب اهو ٿيو ته اوهان ڳالهائڻ ۾ هڪ قسم جي نالائقي يا ڪوٺ پڪڙي ورتي. مثال طور، بائيبل کي، ان تي ايمان رکندڙ 'پاڪ ڪتاب' چوندا آهن ۽ اهو اهڙين ڪوتن ۽ ڇتن تضادن سان ڀريل آهي. مثال طور، پادري ليوُڪ جو چوڻ آهي ته عيسيٰ پنهنجي ٻاراڻي زندگي جليلي ۾ گذاري، پر پادري جان جو چوڻ آهي ته اها يروشلم ۾ گذاري. ڇا اهو ٿي سگهي ٿو ته هُن ساڳي وقت ٻنهي جاين تي وجود پئي رکيو. اهو به چيو ويندو آهي، ڪيس فيض (بپتسمو) جان (بپتسميءَ) ڏنو، پر ٻين جو چوڻ آهي ته جان بپتسمي جيل ۾ هو ۽ هُو بپتسمو ڏئي نه پئي سگهيو. پادرين جي ڳالهين ۾ اهڙا ڪيترائي تضاد آهن.

اسان جي سوچ تڏهن درست ٿي سگهي ٿي جڏهن ان ۾ تضاد نه هجن. مثال طور، هڪڙو فلاسافر چئي ٿو، "منهنجي خيال ۾ هر هڪ شاگرد مسئلي کي چڱيءَ طرح سمجهي ويو آهي،" ۽ اڳتي بيان ڪري وري چئي ٿو، "پر منهنجي خيال ۾ ڪجهه شاگردن مسئلو نه سمجهيو آهي." اهڙي وقت ڪوبه ماڻهو اعتراض ڪري سگهي ٿو ته هن جيڪا پهرين ڳالهه ڪئي اها ٻي سان نهڪي نه ٿي. پهريون بيان صحيح ته ٻيو غلط ۽ ٻيو صحيح آهي ته پهريون غلط. اهو هڪ قسم جو تضاد آهي. پر ان قسم جا تضاد، ڳالهائڻ جا تضاد آهن يعني عام منطقي تضاد آهن. اهڙا تضد منجهيل ذهن، بي ڌياني ۽ اڻ ڄاڻائي جو نشان آهن، انهن کي صحيح سوچڻ جي علم يعني منطق وسيلي درست ڪري سگهجي ٿو.

پر مثال طور چوان ته ايٽم ۾ ڪاٽو چارج ذرڙو اليڪٽران به موجود آهي ته

واڌو چارج ذرڙو پروٽان به موجود آهي يعني ڪاٽو ۽ واڌو هڪ ئي شيءِ ۾ موجود آهن. ته ڇا اهو منهنجي ڳالهائڻ جو تضاد آهي؟ نه، اهو منهنجي ڳالهائڻ جو تضاد نه آهي پر هڪ حقيقت آهي. اهو هڪ شيءِ، هڪ لقاءَ جو تضاد آهي.

تضادن تي سوچ ويچار ڪيتري ئي عرصي کان ٿيندو آيو آهي. مثال طور يونان ۾ جدليات جو وجود ئي تڏهن پيوجڏهن هن ڏٺو ۽ سمجهيو ته تضادن کي سمجهي ڪري ئي حقيقت کي سمجهي سگهجي ٿو. ٻي طرف به وري ان جي ابتڙ لڳ ڀڳ ٥٠٠ سال ق.م ۾ هڪ يوناني فلاسافر زينان ٿي گذريو آهي، جنهن جو چوڻ آهي ته ڪٿي ڪهڙي به قسم جا تضاد هجن پر اهي بيڪار، بي معنيٰ ۽ ڪوڙا آهن. هيءَ ساڳي ڳالهه وري خيال پرست پڻ ورجائن ٿا ته ڳالهين، بيانن، لکڻين ۽ بحثن ۾ ته تضاد ٿي سگهن ٿا پر شين ۽ لقائن ۾ ڪي به تضاد ڪونه آهن.

ڇا اهو نڪتي نظر صحيح آهي؟ ڇا اهو صحيح آهي ته تضاد رڳو منطقي ئي ٿي سگهن ٿا ۽ ان ڪري سيني تضادن کي رد ڪري ڇڏڻ گهرجي؟ جڏهن ان جو جواب ڏينداسون تڏهن ئي ان لائق ٿي سگهنداسون ته جيڪي تضاد بحث هيٺ آڻڻ چاهيون ٿا اهي منطقي تضادن کان مڪمل طرح ڌار قسم جا آهن.

ايتم جي مثال مان اها ڳالهه پڌري آهي ته شين ۾، لقائن ۾، قدرت ۾، مادي ۾، ڪائنات ۾ تضاد، ابتڙ پاسا، ٽڪر ڪائيندڙ ڏيک موجود آهن. اچو ته ماڻهوءَ ۽ ٻين ساهوارن تي هڪ نظر وجهون. ساهوارن جي جسم ۾ ساڳي ئي وقت ٻه ابتڙ عمل ٿين پيا. جيو گهرڙا ڄمن به پيا ته مرن به پيا. جيڪڏهن انهن مان هڪڙو به عمل بيهجي وڃي ته ساهوارو مري ويندو. قدرت ۾ جتي ڪٿي اهي عمل ٿيندا پيا رهن ۽ ايندڙ بحث ۾ انهن کي وري وري مثال طور ڪتب آڻينداسون. اهي قدرت جا يعني مادي جا تضاد آهن. ڪوبه وجود انهن تضادن جي دائري کان ٻاهر ڪونهي. اهي منطقي تضاد ڪونهن پر اهي تضاد حقيقتن سان واسطو رکندڙ جدلي تضاد آهن. مارڪسي فلسفو جدلي تضادن کي ئي بيان ڪري ٿو ۽ مارڪسي قانونن مان وڏيڪ بنيادي قانون آهي ابتڙن جي ميلاپ ۽ جدوجهد جو قانون.

مطلب ته، اهڙا تضاد به وجود رکن ٿا جيڪي ذهن ۾، سوچن ۾ اپرن ٿا ۽ اهي اسان جي سوچ، اسانجي بيان ۽ اسان جي عملن ۾ ظاهر ٿين ٿا- اهي اسان جي اڻ ڄاڻائيءَ جي ڪري ظاهر ٿين ٿا ۽ انهن کي اسين رد ڪري، ختم ڪري سگهون ٿا، پر انهن کان پوريءَ طرح نرالي قسم جا تضاد به وجود رکن ٿا- اهي تضاد حقيقت جا، قدرت جا، مادي جا تضاد آهن، انهن کي جدلي تضاد سڏجي ٿو.

**ابتڙون ڇا آهن ۽ تضاد ڇا آهن؟**

اچو ته هڪ ٻيــرو وري روزاني زندگيءَ کي تفـصـيلي نموني جاچـيـون. "ابتڙون"، "مخالف پاسا" ڇا آهن؟ اسين ڏسون ٿا ته کابو هٿ آهي ۽ ساڄو هٿ به آهي. سنا ماڻهو آهن ۽ خراب ماڻهو به آهن، اتر قطب آهي ته ڏکڻ قطب به آهي، محڪوم طبقا آهن ۽ حاڪم طبقا به آهن، مظلوم آهن ۽ ظالم به آهن، سچ آهي ۽ ڪوڙ به آهي. ڇا انهن کي ابتڙون چئي سگهون ٿا ڇو ته انهن مان هڪ ٻئي جي تصديق به ڪري ٿو ته ٻي کي ڏڪاري به ٿو. ابتڙون لقائن جا اهي پاسا اهي ڏيک آهن جيڪي هڪ ٻئي جو وجود به ثابت ڪن ٿا ته هڪ ٻئي کي رد به ڪن ٿا.

ڪو به ماڻهو ائين چئي سگهي ٿو ته جيئن ته اهي ابتڙون آهن تنهن ڪري انهن جو هڪ ٻئي سان ڪو به واسطو ڪونهي. هڪ چئي سگهي ٿو ته گورو ڪارو ناهي، اتر ڏکڻ ناهي، سچ ڪوڙ ناهي، وغيره. اهو صحيح ته آهي، پر اها هڪ مٿاڇري نظر آهي. جيڪڏهن ڪو ان کي گهري نظر سان ڏسندو ته ان کي اهو چٽيءَ طرح ڏسڻ ۾ ايندو ته قدرت ۽ حياتيءَ ۾ وجود رکندڙ ابتڙون ڪنهن چيني ڀت وسيلي ڌار ڪيل ڪونهن. هڪ پاسي کي ٻي پاسي جي حوالي سان ئي سڃاڻي سگهجي ٿو. عمل ۽ رد عمل هڪ ٻئي سان ڳانڍاپو رکن ٿا. بالُ جيترو زور سان پٽ تي لڳي ٿو، اوترو ئي زور سان موٽي اچي ٿو. ٽوٽ ڦوٽ ۽ جوڙجڪ هڪ ٻئي کان ڌار ڪري نه ٿا سگهجن. جتي به پراڻو تباهه ٿيندو هوندو اتي نئون اڏبو هوندو.

هڪ ٻئي جي حوالي وسيلي سڃاتيون ويندڙ ابتڙن جي وچ ۾ هڪ ڳانڍاپو، هڪ ناتو، هڪ رشتو آهي. ان مان اسان کي خبر پوي ٿي ته ابتڙون نه رڳو هڪ ٻئي جي مخالف آهن پر اهي ڪونه ڪو رشتو به رکن ٿيون. اهو رشتو ئي آهي جيڪو انهن ابتڙن جي وچ ۾ تضاد کي جنم ڏئي ٿو، ڇو ته ابتڙ لياقتون، لاڙا، قوتون هڪ ٻئي جي مخالفت ۾ وڃن ٿيون، ان ڪري ائين چئي سگهجي ٿو ته ٻن ابتڙن جي وچ ۾ رشتو تضاد آهي ۽ ابتڙون هڪ تضاد جا ٻه پاسا آهن.

جيڪڏهن اسين ڪنهن به شيءِ يا لقاءَ کي سمجهڻ چاهيون ٿا ته اول اسان کي ان جا سڀئي پاسا جاچڻا پوندا. سماج جو مثال وٺو- رڳو مظلوم قوم کي سمجهڻ ۽ سامراج کي نه سمجهڻ، رڳو وطن دوستيءَ کي سمجهڻ ۽ بين الاقواميت کي نه سمجهڻ، رڳو پنهنجي تنظيم کي سمجهڻ ۽ ٻين تنظيمن کي نه سمجهڻ، رڳو پورهيت کي سمجهڻ ۽ سيٺين کي نه سمجهڻ، رڳو هارين کي سمجهڻ ۽ جاگيردارن کي نه سمجهڻ، رڳو ماضيءَ کي سمجهڻ ۽ مستقبل کي نه سمجهڻ، رڳو جُز کي

سمجهڻ ۽ ڪل کي نہ سمجهڻ، رڳو خامين کي سمجهڻ ۽ خوبين کي نہ سمجهڻ، رڳو ڳجهي انقلابي ڪم کي سمجهڻ ۽ کليل انقلابي ڪم کي نہ سمجهڻ، رڳو مظلوم کي سمجهڻ ۽ ظالم کي نہ سمجهڻ، رڳو ڦريل کي سمجهڻ ۽ ڦورو کي نہ سمجهڻ، رڳو انقلابي فوج کي سمجهڻ ۽ انقلاب دشمن فوج کي نہ سمجهڻ وغيره، مسئلي جي رڳو ڪنهن بہ هڪ پاسي کي سمجهڻ ۽ ان کي هر طرفو نہ سمجهڻ وڏي ناداني آهي. جيڪڏهن ڪو چاهي تہ هوعملي حصو وٺندڙ ٿي رهي تہ هن کي نہ رڳو مسئلي کي سڀ طرفو سمجهڻو پوندو پر ان کي سماجي تضادن کي حل ڪرڻو بہ پوندو. جيڪڏهن ڪو جُز کي ڏسي ٿو ۽ ڪُل کي نہ ٿو ڏسي، شاگرد کي ڏسي ٿو ۽ اسڪول کي نہ ٿو ڏسي، ماڻهوءَ کي ڏسي ٿو ۽ سماج کي نہ ٿو ڏسي، وڻ کي ڏسي ٿو ۽ ٻيلي کي نہ ٿو ڏسي، ماڻهوءَ کي ڏسي ٿو ۽ سماج کي نہ ٿو ڏسي، وڻ کي ڏسي ٿوءِ ٻيلي کي نہ ٿو ڏسي تہ ان لاءِ ڪنهن تضاد کي حل ڪرڻ ڏکيو، (اجا بہ) ناممڪن ٿي پوندو، هو انقلابي فرض پورا ڪري نہ ٿو سگهي. اهو ئي سبب آهي جو لينن چيو تہ ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي طرح جاڻڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ان جي سڀني پاسن، سڀني لاڳاپن ۽ ”واسطن“ جو گهيرو ۽ اڀياس ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح ئي اسين غلطين ۽ ڪٽرپڻي کان بچي سگهنداسون.

**ابتڙن جي هيڪڙائي:**

جيڪو ڪجهہ مٿي بيان ڪيو ويو آهي ان مان هر هڪ سمجهي سگهي ٿو تہ ابتڙون هڪ ٻئي سان ڳانڍاپي ۾ آهن. اهو ڳانڍاپو ايترو تہ مضبوط، اٽٽ آهي جو ڪا بہ ابتڙ اڪيلي سر وجود رکي نہ ٿي سگهي. اسين ان ڳانڍاپي کي ئي ابتڙن جو مِيلاپ، ابتڙن جي ٻڌي يا ابتڙن جي هيڪڙائي چئون ٿا. ميٽا فزڪس واري سوچ رکندڙ ان هيڪڙائي کان انڪار ڪن ٿا. اهي چون ٿا تہ هڪ ابتڙ اڪيلي سر بہ وجود رکي سگهي ٿي، پر حقيقت ۾ اهي غلط آهن.

موجوده وقت جا ترميم پسند ۽ ساڄڙيا اها دعوا ڪن ٿا تہ سرمائيداري جا ”سٺا“ ۽ ”خراب“ پاسا آهن. ”خراب“ جو علاج ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ سٺي کي وڌايو وڃي تان جو نيٺ اهو ”خراب“ تي حاوي پئجي وڃي ۽ اهڙيءَ طرح ”عالمي ڀلائي“ وارو سماج وجود ۾ اچي ويندو. ٻين لفظن ۾ اهي ائين چون ٿا تہ جسم ۾ رڳو نون جيو گهرڙن کي وڌايو وڃي ۽ ڪنهن بہ طريقي سان پراڻن کي مرڻ کان بچايو وڃي. جيئن تہ اها سوچ قدرتي قانونن جي خلاف آهي تنهن ڪري ان کي ڪو بہ بنياد نہ آهي.

ابتڙون رڳو سادي نموني هڪ ٻئي جي ڀرپاسي ۾ رکيل نہ آهن پر اهي پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ هڪ کي ٻئي کان ڌار ڪري سگهجي. جيڪڏهن ڪنهن کي برايون ختم ڪرڻيون آهن تہ اهڙيون برايون ڄڻيندڙ سماجي ڍانچي کي ختم ڪرڻو پوندو، ان کان سواءِ ٻيو ڪو طريقو ڪونهي.

ابتڙن جي هيڪڙائي انهن جي اٽٽ ڳانڍاپڻي ۾ لڪل آهي. پاڻ ۾ ڳڏجي اهي هڪ تضاد ڀريو عمل تخليق ڪن ٿيون. ابتڙيون هڪ ٻئي جي وجود جي مقرري ڪن ٿيون يعني هڪ ابتڙ ان ڪري وجود رکي ٿي جو ٻي بہ وجود رکي ٿي.

اهو اڳ ۾ ئي چئي آيا آهيون تہ ابتڙون هڪ ٻئي جي مخالفت ڪن ٿيون، هڪ ٻئي سان ٽڪر ۾ آهن، جهيڙي ۾ آهن. اچو تہ ان نُڪتي کي وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيون.

**ابتڙن جو ٽڪر واڌاري جو وسيلو آهي:**

ابتڙن جي وچ ۾ ٽڪر جو سبب انهيءَ ۾ لڪل آهي تہ اهي نہ رڳو پاڻ ۾ ڳنڍيل، هيڪڙائي رکندڙ آهن پر ساڳي وقت اهي هڪ ٻئي کي رد بہ ڪن ٿا. ان ڪري جتي بہ پاڻ ۾ لاڳاپيل ابتڙون آهن اتي انهن جي وچ ۾ جدوجهد بہ هلي پئي.

ڪنهن بہ لقاءَ يا عمل ۾ ابتڙن جي وچ ۾ ٽڪر ان جي نشاندهي ڪري ٿو تہ اهي ابتڙون هڪ ٻئي تي حاوي ٿيڻ جي وڃڻ جي ڪوشش بہ ڪن ٿيون.

اهو ڏسي آيا آهيون تہ ابتڙن جي وچ ۾ نہ رڳو هيڪڙائي آهي پر جدوجهد بہ آهي. پر ڪنهن بہ لقاءَ يا عمل جي واڌاري ۾ وڌيڪ فيصلي ڪُن ڪير آهي؟ هيگل دعويٰ ڪئي تہ ابتڙن جي وچ ۾ واڌارو آڻيندڙ انهن جي هيڪڙائي يا انهن جي پاڻ ۾ بنيادي سڄاڻپ آهي. انهيءَ ڪري سڌارا پسند ۽ خيال پرست هيگل جي خيال کي ڪٺي مخالف طبقن جي وچ ۾ ٻڌي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا يعني اهي طبقاتي سماج ۾ هڪ ٻئي جي مخالف طبقن جي وچ ۾ وجود رکندڙ تضادن تي پردو وجهڻ جي خواهش رکن ٿا. پر اهي انهيءَ ۾ ناڪام ٿيا آهن.

اها ابتڙن جي ٻڌي يا هيڪڙائي نہ، پر انهن جي وچ ۾ جدوجهد ئي آهي جيڪا واڌاري لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. اها جدوجهد لاڳيتو رهي ٿي ڇو تہ ابتڙن ۾ رشتو لاڳيتو رهي ٿو. اها جدوجهد تيستائين رهي ٿي جيستائين ابتڙون رهن ٿيون. جيئن تہ اهي هڪ ٻئي کي رد ڪن ٿيون تنهن ڪري اهي جهيڙي، ٽڪر ۾ آهن. اهو ئي سبب آهي جو ابتڙن جي هيڪڙائي، سڃاڻپ جي حيثيت نسبتي،

عارضي، گذري ويندڙ هوندي آهي جڏهن ته انهن جي جدوجهد، جهيڙو، ٽڪر بنيادي، اهم، دائمي آهي. اهو ئي سبب آهي جو چئون ٿا ته ابتڙن جو ٽڪر، چرپر واڌاري جو وسيلو آهي. جيئن لينن لکيو ته واڌارو ابتڙن جي 'جدوجهد' آهي.

يورپ جي گندي ۽ پوئتي پيل جاگيرداري سرشتي خلاف سرمائيداريءَ جو اسري اچڻ ۽ قومي ۽ طبقاتي ظلم جي ڏبڻ ۾ قاتل ملڪن روس، ويتنام وغيره ۾ آيل حيرت انگيز ترقي انهيءَ جو چٽو مثال آهن ته اهو ابتڙن جو ٽڪر ئي آهي جيڪو نسبتن وڏيڪ عمدو،سنو،ترقي ڪيل ۽ واڌارو ڪندڙ فطرت جو مالڪ آهي.

ڪنهن به قسم جي تضاد ڪي پنهنجي هڪ مخصوص تاريخ هوندي آهي يعني ان جو ظاهر ٿيڻ، وڌڻ (تيز ٿيڻ) ۽ ان جو حل ٿيڻ (۽ نئين خاصيتن جو پيدا ٿيڻ). تضاد تڏهن حل ٿئي ٿو جڏهن ان ڪي جوڙيندڙ ابتڙون ايتريون ته تيز ٿي وڃن جو انهن جو وڌيڪ وجود ناممڪن ٿي پوي.

سرمائيدار سماج سان واسطو رکندڙ تضاد سوشلسٽ انقلاب ڏانهن وٺي هلن ٿا. ابتڙن جي جدوجهد ۽ تضاد جو حل (طبقاتي حيثيت جو ٽٽڻ) جيڪو نتيجو ظاهر ڪري ٿو اهو هيءَ ته سماج هڪ وڌيڪ مٿين، سني ڏاڪي ۾ پهچي وڃي ٿو. پراڻو، مدي خارج سرمائيدار سماج هڪ نئين سوشلسٽ سماج ۾ تبديل ٿئي ٿو. ابتڙن جو ٽڪر ۽ انهن جو حل سماجي واڌاري جو وسيلو آهي.

ابتڙن جي هيڪڙائي ۽ ٽڪر جي قانون جو جوهر انهيءَ حقيقت ۾ لڪل آهي ته اندروني متضاد پاسا، ٽڪر کائيندڙ پاسا- اڻٽٽ نموني گنديل پر ساڳي وقت هڪ لاڳيتي ٽڪر ۾ رهندڙ ابتڙون- هر هڪ شيءِ ۽ عمل منجهه لڪل آهن. اهو ابتڙن جو جهيڙو ئي آهي جيڪو اندروني وسيلو آهي ۽ ترقيءَ ڪي اڳتي وڌائيندڙ قوت آهي.

**تضاد جي همه گيري:**

تضاد جي همه گيري، عالمگيري، سڀ طرفائي يا ڪائناتپڻو ڇا آهي؟ تضاد جي همه گيري ٻٽو مفهوم رکي ٿي، پهريون هيءُ ته تضاد سمورين شين جي وڌڻ ويجهڻ جي عمل دوران موجود رهي ٿو ۽ ٻيو هيءُ ته، هر شيءِ جي وڌڻ ويجهڻ دوران ابتڙن جي چرپر، جدوجهد شروع کان وٺي آخر تائين موجود رهي ٿي.

سمورين شين ۾ موجود ابتڙ پاسن جو هڪ ٻئي تي دارومدار ۽ ساڳي وقت انهن جي وچ ۾ ٽڪر ئي سمورين شين جي زندگيءَ جي مقرري ڪري ٿو ۽ انهن جي

ترقيءَ کي اڳتي وڌائي ٿو. ڪابہ شيءِ اهڙي نہ آهي جنهن ۾ تضاد نہ هجي. تضاد کان سواءِ ڪابہ شيءِ وجود رکي نہ ٿي سگهي.

اينجلس جو چوڻ آهي تہ چرپر بذات خود تضاد آهي. تضاد نہ رڳو چرپر جي سادين شڪلين ۾ موجود رهي ٿو، پر چرپر جي بي انتها ڳتيل، پيچيده شڪلين ۾ پڻ موجود رهي ٿو.

لينن تضاد جي همہ گيريءَ جي وضاحت هينئن ڪئي آهي:

رياضيءَ ۾: واڌو ۽ ڪاٽو (ضرب ۽ ونڊ)

مڪينڪس ۾: عمل ۽ رد عمل (ڇڪڻ ۽ ڌڪڻ)

فزڪس ۾: واڌو ۽ ڪاٽو بجلي (ٿڌو ۽ ڪوسو، چقمقي ڇڪ ۽ ڌڪ)

ڪيميا ۾: ايٽمن جو ٽٽڻ ۽ جڙڻ.

سماجي عملن ۾: طبقاتي جدوجهد (قومي جدوجهد، جمهوريَ جدوجهد).

جنگ ۾ حملو ۽ بچاءُ، اڳتي وڌڻ ۽ پوئتي هٽڻ، سوڀ ۽ هار سڀ پاڻ ۾ ٽڪر ڪائيندڙ آهن. انهن مان هڪ جو وجود ٻي ڪان سواءِ ناممڪن آهن.

انسان جي تصورن ۾ هر اختلاف معروضي تضاد جو عڪس سمجهڻ گهرجي. معروضي تضاد موضوعي فڪر ۾ ظاهر ٿين ٿا. هيءَ عمل تصورن جي ٽڪر ڪائيندڙ چرپر جي جوڙجڪ ڪري ٿوءِ وري اها ٽڪر ڪائيندڙ چرپر فڪر کي وڌائي ٿي ۽ انساني فڪر جي مسئلن کي لاڳيتو حل ڪري ٿي.

پارٽي اندر بہ مختلف خيالن جي وچ ۾ مخالفت ۽ ڇڪتاڻ لاڳيتي پيدا ٿيندي رهي ٿي. اها ڳالهہ پارٽيءَ اندر انهن تضادن جو عڪس هوندي آهي جيڪي طبقن جي وچ ۾ ۽ نئين ۽ پراڻي جي وچ ۾ موجود هوندا آهن. جيڪڏهن پارٽيءَ اندر تضاد نہ هجن ۽ انهن تضادن کي حل ڪرڻ لاءِ نظرياتي جدوجهد نہ هجي تہ جيڪر پارٽيءَ جي زندگي ئي ختم ٿي وڃي.

اها ڳالهہ هاڻي چٽي ٿي وئي آهي تہ تضاد جتي ڪٿي، همہ گير نموني، سڀني عملن ۾ موجود هوندو آهي، پوءِ اها چرپر جي سادي شڪل هجي يا ڳتيل هجي، معروضي لقاءَ هجن يا نظرياتي لقاءَ. پر ڇا تضاد هر عمل جي شروعاتي ڏاڪي تي بہ موجود هوندو آهي؟ ڇاهر هڪ شيءِ جي عمل دوران منڍ کان پڇاڙي تائين ابتڙن جي جدوجهد موجود هوندي آهي؟

**تضاد جي خصوصيت:**

اسين ان ڳالهہ تي بحث ڪري آيا آهيون تہ تضاد سڄي ڪائنات ۾ موجود

آهي، پر ڇا تضاد هر هڪ شيءِ، هر هڪ لقاءَ ۾ به موجود هوندو آهي؟ هن عنوان هيٺ ان سوال تي بحث ڪنداسون.

مادي جي چرپر جي هر شڪل ۾ موجود تضاد پنهنجي خصوصيت رکندو آهي. مادي جي باري ۾ انساني علم مادي جي چرپر جي شڪلين جو علم هوندو آهي. اهو ان ڪري ڇئون ٿا جو دنيا ۾ چرپر ۾ رهندڙ مادي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي ۽ مادي جي چرپر لازمي طرح ڪا نه ڪا شڪل اختيار ڪندي آهي. مادي جي چرپر جي هر شڪل تي غور ڪندي اسان کي انهن شين جو به مشاهدو ڪرڻ گهرجي جيڪي ان ۾ ۽ چرپر جي ٻين شڪلين ۾ گڏيل آهن. ڪنهن به شيءِ بابت اسان جي علم جو بنياد بنجڻ لاءِ اهم ڳالهه اها آهي ته هيءُ مشاهدو ڪيو وڃي ته ڪيفيت جي لحاظ کان چرپر جي ان شڪل ۽ ٻين شڪلين ۾ فرق ڪهڙو آهي. ان ڳالهه جو مشاهدو ڪرڻ ڪانپوءِ ئي اسان شين جي وچ ۾ فرق ڪري سگهنداسون. چرپر جي هر شڪل پنهنجي اندر پنهنجو هڪ مخصوص تضاد رکي ٿي. اهو مخصوص تضاد ئي ان مخصوص ماهيت جي اڏاوت ڪري ٿو جيڪا هڪ شيءِ کي ٻي شيءِ کان ڌار، فرق وارو ڪري بيهاري ٿي. اها مخصوص ماهيت ئي هن دنيا ۾ شين جي بي شمار صورتن جو اندروني سبب آهي. ان کي مختلف شڪلين جو بنياد به چئي سگهجي ٿو. قدرت ۾ چرپر جون ڪيترين ئي شڪليون آهن، مثال طور، مڪينيڪل شڪل، فزيڪل شڪل، ڪيميائي شڪل، بائلاجيڪل شڪل، سماجي شڪل، آواز، روشني، گرمي، بجلي، نيوڪليائي شڪل وغيره. اهي سموريون شڪليون هڪ ٻئي تي دارومدار به رکن ٿيون ۽ ماهيت جي لحاظ کان هر شڪل ٻي شڪل کان مختلف به هوندي آهي. مادي جي هر شڪل جي مخصوص ماهيت جي مقرري ان جو پنهنجو مخصوص تضاد ڪندو آهي. اها ڳالهه نه رڳو قدرت يعني مادي ڪائنات لاءِ درست آهي، پر سماجي ۽ نظرياتي لقائن لاءِ به درست آهي. سماج جي هر شڪل ۽ نظريي جي هر شڪل پنهنجي مخصوص تضاد ۾ پنهنجي مخصوص ماهيت رکندڙ هوندي آهي.

سائنس جي هر شاخ پنهنجي پنهنجي مخصوص شعبي جي تضادن جو اڀياس ڪري ٿي ۽ ان ڪري ئي هر شاخ کي ٻي شاخ کان فرق آهي. مثال طور، رياضيءَ ۾ واڌو ۽ ڪاٽو، مڪينڪس ۾ عمل ۽ رد عمل، ڪيميا ۾ جڙڻ ۽ ٽٽڻ، سماجي علمن ۾ پيداواري قوتون ۽ پيداواري رشتا، حاڪم طبقن ۽ محڪوم

طبقن جي ڇڪتاڻ، ملٽري سائنس ۾ حملو ۽ بچاءُ، فلسفي ۾ خيال پرستي ۽ماديت، ميٽافزڪس وارو نظريو ۽ جدلي نظريو وغيره.

جيڪڏهن اسين تضاد جي همہ گيريءَ کي نہ ٿا سمجهون تہ اسان وٽ ڪائنات کي سمجهڻ جو همہ گير سبب ۽ بنياد نہ هوندو ۽ جيڪڏهن اسان تضاد جي خصوصي هجڻ جو اڀياس نہ ڪيو تہ اسان وٽ ڪو بہ اهڙو وسيلو نہ هوندو جنهن جي ڪري هڪ شيءِ کي ٻي شيءِ کان فرق ڪرائيندڙ ماهيت کي سمجهي سگهون، اسان وٽ ان ماهيت کي مقرر ڪرڻ جو طريقو نہ هوندو، ڪنهن شيءِ جي چرپر، واڌو ويجهہ ۾ مخصوص سبب يا مخصوص بنياد ڇاڻڻ جوڪو طريقو نہ هوندو ۽ هڪ شيءِ ۽ ٻي شيءِ جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جو ڪو طريقو نہ هوندو.

نہ رڳو مادي جي چرپر جي شڪلين جي هر وڏي نظام جو مخصوص تضاد ۽ ان جي ڪري مقرر ٿيل ماهيت جو اڀياس ڪرڻ ضروري آهي پر مادي جي چرپر جي هر شڪل جي وڌڻ ويجهڻ جي ڊگهي راهہ ۾ هر عمل جي مخصوص تضاد ۽ انجي ماهيت جو اڀياس ڪرڻ بہ ضروري آهي. چرپر جي هر هڪ شڪل ۾ وڌڻ ويجهڻ جو هر اهو عمل جيڪو (خيالي نہ پر) حقيقي آهي اهو ڪيفيت جي لحاظ کان مختلف هوندو آهي. اسان کي پنهنجي اڀياس جي شروعات ان نُڪتي کان ڪرڻ گهرجي.

ڪيفيت جي لحاظ کان مختلف تضاد رڳو ڪيفيت جي لحاظ کان مختلف طريقن سان ئي حل ڪري سگهجن ٿا. مثال طور، پورهيت ۽ سيٺ جي وچ ۾ تضاد سوشلسٽ انقلاب جي طريقي سان حل ڪيو وڃي ٿو. عوام ۽ جاگيرداري نظام جي وچ ۾ تضاد جمهوري انقلاب جي طريقي سان حل ڪري سگهجي ٿو مظلوم قوم ۽ ظالم قوم- سامراج جي وچ ۾ تضاد قومي انقلابي جنگ جي طريقي سان حل ڪري سگهجي ٿو. پارٽيءَ اندر تضاد تنقيد ۽ خود-تنقيد جي طريقي سان حل ڪري سگهجي ٿو. سماج ۽ قدرت جي وچ ۾ تضاد پيداواري قوتن کي ترقي ڏيڻ جي طريقي سان حل ڪيو وڃي ٿو. پراڻا عمل ۽ پراڻا تضاد غائب ٿي ويندا آهن ۽ نوان عمل ۽ نوان تضاد پيدا ٿيندا رهندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح تضادن کي حل ڪرڻ جي طريقن ۾ بہ فرق ايندو رهي ٿو. هر هڪ تضاد کي حل ڪرڻ جو طريقو ڌار قسم جو آهي. عقيدي پرست ان اصول جي پابندي نہ ٿا ڪن. انهن کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي اچي تہ مختلف قسم جي انقلابن جون حالتون مختلف هونديون

اهن ۽ انهن کي ساڳيءَ طرح اها ڳالهہ بہ سمجهہ ۾ ڪو نہ ٿي اچي تہ مختلف قسم جي تضادن کي حل ڪرڻ جا طريقا بہ مختلف هوندا آهن. انجي ابتڙ اهي هميشہ اهڙا طريقا استعمال ڪرڻ چاهن ٿا جيڪي ڪن حالتن ۾ مخصوص قسم جي تضاد کي مخصوص ماحول ۾ حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا ويا هئا. اهي هڪڙين حالتن ۾ آيل انقلاب جا طريقا "مَکِي ٿُ مَکِي ۽ ڪاپِي ٿُ ڪاپِي" ڪري ٻين حالتن ۾ مختلف قسم جي انقلابن لاءِ ۽ هر جاءِ تي استعمال ڪرڻ چاهن ٿا. اهي ماڻهو انقلاب کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪونہ ٿا ڪن.

هر وڏي شيءِ جي وڌڻ ويجهڻ جي عمل ۾ ڪيترائي تضاد هوندا آهن. مثال طور، سمورن سماجن مان رڳو پاڪستان جي سماج جو مثال وٺو- مظلوم قومن جو ظالم قوم ۽ ظالم ٽولن سان تضاد، سڀني قومن جي پورهيتن ۽ هارين جو سيٺين ۽ جاگيردارن خلاف تضاد، جمهوريت جو ڊڪٽيٽري خلاف تضاد، عوام جو عالمي سامراج ۽ ان جي چاڙتن خلاف تضاد ۽ انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي تضاد: انهن تضادن کي حل ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جو رويو اختيار ڪري نہ ٿو سگهجي ڇو تہ هر هڪ تضاد کي پنهنجي خصوصيت آهي. اجا بہ وڌيڪ ائين چئجي تہ هڪ تضاد جي ٻن ابتڙن جي باري ۾ بہ هڪ جهڙو رويو اختيار ڪري نہ ٿو سگهجي ڇو تہ هر ابتڙ جون پنهنجون خصوصيتون آهن. جيڪي بہ ماڻهو تضادن کي حل ڪرڻ چاهن ٿا، انهن کي گهرجي تہ نہ رڳو هر تضاد کي سمجهن، نہ رڳو هر تضاد جي هر ابتڙ کي سمجهن، نہ رڳو سڀني تضادن جي پاڻ ۾ لاڳاپي کي سمجهن، پر انهن سڀني تضادن کي سڀ طرفو بہ سمجهن. جڏهن اسين سڀني تضادن ۽ انهن جي سڀني پاسن کي سمجهڻ جي ڳالهہ ڪيون ٿا تڏهن ان جو مطلب اهو هوندو آهي تہ هر پاسي کي ڪهڙي خاص جاءِ مليل آهي، اهو پنهنجي ابتڙ سان هيڪڙائي ۽ ان سان ٽڪر جي سلسلي ۾ ڪهڙيون نوس صورتون اختيار ڪري ٿو، گڏيل طرح اهي ڪهڙي حيثيت اختيار ڪن ٿا. لينن جڏهن چيو تہ مارڪسي تعليم جو روح اهو آهي تہ نوس حالتن جو نوس تجزيو ڪيو وڃي، تڏهن ان جو مطلب ئي اهو هو تہ هر هڪ پاسي ۽ سڀني تضادن جو گڏيل نموني نوس اڀياس ڪيو وڃي. جيڪي نوس اڀياس نہ ٿا ڪن اهي مثاڇرو ۽ سطحي اڀياس ڪن ٿا ۽ جيڪي هر پاسي جو اڀياس نہ ٿا ڪن اهي هڪ پاسي گهلجي وڃي انتها پسنديءَ جي ڏيڻ ۾ ڪرن ٿا.

اهڙيءَ طرح اهو ڏسي سگهجي ٿو ته ڪنهن به قسم جي تضادن جي خصوصيت جو اڀياس ڪندي- مادي جي چرپر جي هر شڪل ۾ موجود تضاد، ان جي وڌڻ ويجهڻ جي هر عمل ۾ تضاد، هر عمل ۾ تضاد جي بنهي ابتڙن، عمل جي هر ڏاڪي تي تضاد ۽ هر ڏاڪي تي تضاد جي بنهي ابتڙن- انهن سڀني تضادن جي خصوصيت جو اڀياس ڪرڻ وقت اسان کي موضوعيت پسند نه ٿيڻ گهرجي، پر ان جي معروضي طرح ٺوس ڇنڊڇاڻ ۽ تجزيو ڪرڻ گهرجي. ٺوس تجزيي کان سواءِ ڪنهن به تضاد جي خصوصيت جو علم حاصل ڪري نه ٿو سگهجي. اسان کي لينن جي لفظن "ٺوس حالتن جو ٺوس تجزيو" کي هميشه ياد رکڻ گهرجي.

**تضاد جي خصوصيت ۽ همه گيريءَ جو پاڻ ۾ لاڳاپو:**

سنڌي قوم جي تضادن کي تيستائين نه ٿو سمجهي سگهجي جيستائين پاڪستان جا تضاد نه سمجهيا وڃن. پاڪستان جي تضادن کي سڄي ڌرتيءَ جي سمورن تضادن کان ڌار ڪري سمجهي نه ٿو سگهجي ۽ وري انسانذات جي تضادن کي قدرتي تضادن کان ڌار ڪري سمجهڻ ممڪن ڪونهي.

جيئن ته شين جو دائرو تمام گهڻو وسيع آهي ۽ انجي واڌ ويجهه جي ڪا حد نه آهي ان ڪري جيڪا شيءِ هڪڙين حالتن ۾ مخصوص هوندي آهي اها ٻي قسم جي حالتن ۾ همه گير هوندي آهي. ان جي ابتڙ جيڪا شيءِ هڪڙين حالتن ۾ همه گير هوندي آهي، اها ٻي قسم جي حالتن ۾ مخصوص بنجي ويندي آهي.

جيئن ته مخصوص همه گير سان ڳنڍيل آهي ۽ جيئن ته هر شيءِ ۾ نه رڳو مخصوص تضاد هوندا آهن پر تضادن جي همه گيري به هوندي آهي، ان ڪري اسان کي گهرجي ته جڏهن جنهن شيءِ جو اڀياس ڪيون تڏهن ان جي همه گيري ۽ خصوصيت، بنهي جي وچ ۾ لاڳاپي کي به سمجهون ۽ اسين جڏهن ائين ڪيون تڏهن ان شيءِ جو ٻين شين سان لاڳاپو ڳولڻ جي به ڪوشش ڪيون. قومي جدوجهد کي بين الاقوامي جدوجهد کان ڪٽي، اڪيلو ڪري نه سمجهي سگهجي ٿو ۽ نه ئي صحيح نموني هلائي سگهجي ٿو ۽ ساڳيءَ طرح بين الاقوامي پورهيت جدوجهد کي قومي جدوجهد کان ڪٽي، اڪيلو ڪري نه سمجهي سگهجي ٿو ۽ نه ئي ڪامياب ڪري سگهجي ٿو.

تضادن جي همه گيري ۽ خصوصيت جي وچ ۾ لاڳاپو، تضاد جي عام نوعيت ۽ انفرادي نوعيت جي وچ ۾ لاڳاپو آهي. همه گيري مان اسان جي مراد اها

آهي تہ تضاد سمورن عملن ۾ موجود هوندو آهي ۽ سمورن عملن ۾ شروع کان آخر تائين جاري رهندو آهي. چرپر، شيون، عمل، فڪر- اهي سمورا تضاد آهن يعني ابتڙن جو ميلاپ آهن. تضاد کان انڪار ڪرڻ جو مطلب آهي هر حقيقي شيءِ کان انڪار ڪرڻ. هيءَ سچائي بنا ڪنهن شڪ شبهي جي سمورن زمانن ۽ سمورن ملڪن لاءِ هڪ سچائيءَ ڀريو قانون آهي. پر اهو بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ عام نوعيت انفرادي نوعيت ۾ لڪل هوندي آهي. انفرادي نوعيت کان سواءِ ڪا بہ عام نوعيت ٿي نہ ٿي سگهي ۽ عام نوعيت کان سواءِ انفرادي، خاص نوعيت ٿي نہ ٿي سگهي. جيڪڏهن انفرادي نوعيت ختم ڪئي وڃي تہ ڪهڙي عام نوعيت باقي بچندي. هر مخصوص تضاد جي ڪري مخصوص يا انفرادي نوعيت پيدا ٿيندي آهي. انفرادي نوعيت شرطن ڀريو ۽ عارضي وجود رکندي آهي ڇو تہ مخصوص نوعيت تضاد جي شروع کان آخر تائين رهندي آهي. جيئن ئي مخصوص تضاد حل ٿيو تيئن ئي مخصوص نوعيت بہ تبديل ٿي ويندي ۽ نئين نوعيت ۾ وري نئين قسم جو مخصوص تضاد هوندو.

### بنيادي تضاد ۽ تضاد جو اصل پاسو:

تضاد کي خصوصي بنائڻ لاءِ اجا بہ بہ نُڪتا اهڙا آهن جن جي ذار ذار چنڊڇاڻ ڪرڻ ضروري آهي. انهن مان پهريون نُڪتو آهي تضاد ۽ ٻيو نُڪتو آهي ڪنهن بہ تضاد جو اصل پاسو.

ڪنهن پيچيده شيءِ جي وڌڻ جي عمل بابت ڪيترائي تضاد ٿين ٿا، انهن مان هڪ لازمي طرح بنيادي تضاد هوندو آهي. اهو تضاد جيڪو ڪنهن بہ لقاءَ ۾ باقي لقائن جو ڏس، طرف، اهميت مقرر ڪري، ان کي بنيادي تضاد چئجي ٿو. مثال طور سرمائيدار سماج ۾ بہ ابتڙ قوتون پورهيت ۽ سرمائيدار (سيٺ) بنيادي تضاد جي جوڙجڪ ڪن ٿا، پر سرمائيدار سماج ۾ رڳو اهو تضاد ڪو نہ ٿو ٿئي. سرمائيدار سماج جا ٻيا تضاد بہ آهن يعني باقي بچيل جاگيردار طبقي ۽ سرمائيدار طبقي جي وچ ۾ تضاد، هارين ۽ باقي بچيل جاگيردارن جي وچ ۾ تضاد، ڪاتيدار ۽ سرمائيدار جي وچ ۾ تضاد، پورهيت ۽ ڪاتيدار جي وچ ۾ تضاد، هڪ هٿين سرمائيدارن ۽ غير هڪ-هٿين سرمائيدارن جي وچ ۾ تضاد، سرمائيدار جمهوريت ۽ سرمائيدار ڊڪٽيٽري جي وچ ۾ تضاد، سرمائيدار ملڪن جي وچ ۾ تضاد، سامراج ۽ غلام بنايل ملڪن جي وچ ۾ تضاد وغيره، اهي سمورا تضاد بنيادي تضاد جي ڪري مقرر يا متاثر ٿين ٿا.

سنڌ جهڙن اڌڙبينڪي راڄن ۾ بنيادي تضاد ۽ غير تضادن جي وچ ۾ لاڳاپو هڪ وڏيڪ پيچيدي تصوير پيش ڪري ٿو.

جڏهن ڌاريا حملي آور ڪنهن اهڙي ملڪ خلاف چڙهائي واري جنگ شروع ڪندا آهن تڏهن ڪجهہ غدارن کان سواءِ باقي سمورا طبقا (عوام) ڌارين حملي آورن خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ عارضي طرح متحد ٿي سگهن ٿا. اهڙي وقت ۾ ڌارين حملي آورن ۽ اهڙي ملڪ جي وچ ۾ تضاد بنيادي تضاد بنجي ويندو آهي، جڏهن تہ ملڪ اندر ٻيا تضاد عارضي طور ٻي درجي جي حيثيت اختيار ڪري وٺندا آهن. سنڌ ۾ عربن، ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ انگريزن خلاف جنگ ۾ ائين ٿيو هو.

پر ٻي قسم جي حالتن ۾ تضادن جي حيثيت بدلجي ويندي آهي. جڏهن سامراجي (پرڏيهي ڦورو سرمائيدار) پنهنجي ظلم ۽ تشدد جي جنگ بدران نسبتن نرم ذريعا يعني سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي ذريعا استعمال ڪندو آهي تڏهن اڌڙ بينڪي راڄ جا حاڪم طبقا سامراج جي فرمانبرداري ۽ اطاعت قبول ڪندا آهن ۽ ٻئي پاڻ ۾ ملي، گٺ جوڙ ڪري عوام تي گڏجي ظلم ڪرڻ لڳندا آهن. اهڙي وقت ۾ عوام سامراج ۽ جاگيردار طبقن جي اتحاد خلاف عام طور گهريلو جنگ جو طريقو استعمال ڪندا آهن. پاڪستان جي نهڻ کان پوءِ ائين ٿئي پيو.

جڏهن ڪا انقلابي گهريلو جنگ ترقي ڪري ڪنهن اهڙي ڏاڪي تي پهچي وڃي ٿي تہ سامراج ۽ انهن جي پالِيل ڪتن يعني ڏيهي رجعت پسندن کي پنهنجو وجود خطري ۾ نظر ايندو آهي. اهڙي وقت ۾ سامراجي ۽ ڏيهي غدار وڃي هڪ پاسي بيهندا آهن ۽ ٻي پاسي وري عوام هوندا آهن. اهڙي وقت ۾ حاڪم طبقا (سامراجي، سرمائيدار، جاگيردار) ٻيا طريقا اختيار ڪندا آهن. هو پنهنجي مفادن لاءِ پنهنجي رجعت پسند فوج کي ميدان ۾ آڻيندا آهن. ڪامورا شاهي جا ظلم وڌائيندا آهن، قانون کي تنگي ڦتو ڪندا آهن ۽ عوامي جدوجهد کي ڪچلڻ لاءِ بم بارود ۽ ٽينڪون وٺي آڻي مقابلي ۾ بيهاريندا آهن. اهڙيءَ طرح تضادن جي اڏاوت ٺهندي رهندي آهي. اهڙو تضاد ٻين تضادن جي مقرري ڪندو آهي.

سماج جي سڄي تاريخ ۾ هر ڏاڪي تي ڪونہ ڪو بنيادي تضاد ٿيندو آهي ۽ باقي ٻيا تضاد ان جي حوالي سان سڄاتا ويندا آهن. جڏهن بہ ڪنهن بہ لقاءَ ۾ هڪ کان وڌيڪ تضاد هجن تڏهن اسان کي بنيادي تضاد ڳولي هٿ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن بنيادي تضاد هٿ اچي ويو تہ باقي تضادن کي سمجهڻ سولو ٿي پوندو. بنيادي تضاد باقي ٻين سمورن تضادن جي وڌڻ جو رخ مقرر ڪري ٿو.

جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته هن سڄي ڌرتيءَ تي، هر هڪ ملڪ ۾، هر هڪ طبقاتي سماج رکندڙ ملڪ ۾ وڏي ۾ وڏو تضاد، طبقاتي تضاد آهي. جتي پورهيتن جون حڪومتون قائم آهن اتي پورهيت راڄ جي خلاف سرمائيدار، جاگيرداري، سامراجي، رجعت پرست ۽ خيال پرست سوچون شدت سان لڙي رهيون آهن. جتي سامراجين، سرمائيدارن، جاگيردارن، رجعت پرستن ۽ خيال پرستن ۽ انهن جي ڇاڙتن جون حڪومتون قائم آهن اتي انهن خلاف پورهيت، مزور، هاري، ترقي پسند ۽ حق پرست عوام جدوجهدون ڪري رهيا آهن. ان ڪري ئي چيو ويندو آهي ته سمورن سماجن جي حساب سان سوشلزم ۽ سرمائيداري جو ٽڪر وڏي ۾ وڏو ٽڪر آهي، پر جيڪڏهن سامراجي حڪومتن ۽ مظلوم قومن جو دائرو ورتو وڃي ته اتي وري وڏي ۾ وڏو تضاد قومي تضاد هوندو آهي ۽ جڏهن ڊڪٽيٽري راڄ جو دائرو ورتو وڃي ته اتي وڏي ۾ وڏو تضاد ڊڪٽيٽري خلاف جمهوري جدوجهد جو هوندو آهي. پاڪستان جهڙي ملڪ ۾ بنيادي تضادن جي سلسلي ۾ اڳ ۾ ئي چئي آيا آهيون ته هتي مظلوم قومن جو ظالم قوم ۽ ظالم ٽولن خلاف ٽڪر، پورهيت، مزور، هاريءَ جو سرمائيداري- جاگيرداري خلاف ٽڪر، ڊڪٽيٽري خلاف جمهوري قوتن جو ٽڪر ۽ عالمي سامراج خلاف عوامي قوتن جو ٽڪر موجود آهي. ان ڪان سواءِ به پاڪستان ۾ ڪيترائي تضاد موجود آهن. جڏهن ڪنهن سماج ۾ ڪيترائي تضاد وڏي اهميت رکندڙ هوندا آهن تڏهن انهن مان ڪو نه ڪو هڪ وڌيڪ تيز، وڌيڪ نروار، وڌيڪ نمايان، وڌيڪ حاوي، وڌيڪ اهم ۽ وڌيڪ بنيادي حيثيت رکندڙ هوندو آهي. اهو تضاد ئي باقي تضادن جي سڃاڻپ جي نشاندهي ڪندو آهي. تاريخ جي مختلف ڏاڪن تي اهڙا بنيادي يا اهم تضاد هڪ ٻئي سان جڳهون تبديل ڪندا رهندا آهن. ڪڏهن طبقاتي تضاد تيزيءَ سان اڀري بنيادي حيثيت وٺندو آهي، ڪڏهن قومي تضاد بنيادي ٿي پوندو آهي، ڪڏهن جمهوري تضاد ته ڪڏهن وري سامراج دشمن تضاد. تاريخ جي هر ڏاڪي تي وڌيڪ نمايان، وڌيڪ تيز، وڌيڪ ڇتي ۽ وڌيڪ بنيادي تضاد کي اهميت ڏيڻي پوندي آهي، پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته ٻين تضادن کان اکيون پوريون وڃن. مسئلي جو سڀ طرفو تجزيو، نوس حالتن جو نوس تجزيو ياد رکڻ گهرجي.

اهڙا ڏڙا جيڪي ڪنهن به تضاد کي ڪنهن به ڏاڪي تي ڏسي، جاچي ۽ پڪڙي نه ٿا سگهن يا شعوري يا لاشعوري طرح انهن کان انڪار ڪن ٿا، اهي ڪڏهن به صحيح انقلابي عمل ڪري نه ٿا سگهن.

تضاد تي غور ۽ فڪر ڪرڻ وقت ڪتي ٻه، ڪڏهن ٻه اها ڳالهه وسارڻ نه گهرجي ته هر تضاد ٻن ابتڙن جو ميلاپ هوندو آهي. ڪوبه تضاد، پوءِ اهو بنيادي هجي يا ٻيءِ درجي جو، ڇا ان جي ٻنهي ابتڙن کي هڪ جيترو سمجهڻ گهرجي؟ ڪڏهن ٻه نه. ڪنهن ٻه تضاد ۾ ابتڙن جي واڌ اڻ برابر هوندي آهي، ڪنهن نه ڪنهن ابتڙ جو پڙ ڳرو هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٻه محسوس ٿيندو آهي ڄڻڪ اهي ٻئي ابتڙون هڪ ٻئي جي برابر هجن پر اهڙي حالت عارضي هوندي آهي جڏهن ته اڻ برابريءَ جي حيثيت بنيادي هوندي آهي. ٻنهي ابتڙن مان هڪ ابتڙ لازمي طرح اول ۽ ٻي پوءِ هوندي آهي. تضاد جو اصل پاسو ان ابتڙ کي چئجي ٿو جيڪا تضاد ۾ رهنما ڪردار ادا ڪري. ڪنهن ٻه شيءِ جي نوعيت جي مقرري غالب پاسي يعني تضاد جي اصل پاسي جي ڪري ٿيندي آهي. مثال طور، جاگيرداري سماج ۾ تضاد جو اصل پاسو جاگيردار هوندا آهن ۽ سرمائيداري سماج ۾ تضاد جو اصل پاسو سرمائيدار هوندا آهن.

پر اها حالت جميل ۽ دائمي ڪانه ٿي ٿئي. تضاد جو اصل ۽ غير اصل پاسو هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿيندا رهندا آهن ۽ انهن جي بدلجڻ ڪري شيءِ، لقاءَ جي نوعيت ٻه بدلجي ويندي آهي. مثال طور، جاگيرداري، سرمائيداري، سامراجي (ڦورو) سماج ۾ جڏهن پورهيت عوام پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، قومي، عوامي جمهوري انقلاب وسيلي حاوي پئجي ويندا آهن تڏهن سماج جي نوعيت ٻه بدلجي ويندي آهي. جيڪو نئون سماج ظاهر ٿيندو آهي ان کي عوامي جمهوري راڄ چوندا آهيون. ان ۾ تضاد جو نمايان، حاوي ۽ اصل پاسو پورهيت عوام هوندا آهن ۽ غير اصل پاسو جاگيرداري، سرمائيداري، سامراجي (ڦورو) سوچ هوندي آهي. 'ڦورو سوچ' ان ڪري چئون ٿا جو جاگيردارن سرمائيدارن کان ذاتي ملڪيت بنايل پيداواري وسيلا کسي عوامي ملڪيت بنايا ويندا آهن.

اسين گهٽو ڪري "پراڻي جي جاءِ تي نئين جي اچڻ" جي ڳالهه ڪندا آهيون. پراڻي جي جاءِ تي نئين جي اچڻ ڪائنات جو اٽل قانون آهي ۽ پراڻي جي جاءِ تي نئون مٿينءَ طرح (يعني اصل پاسي تي تضاد جي غير اصل پاسي جو حاوي پئجي اصل پاسو بنجڻ وسيلي) ايندو آهي. پراڻي جي جاءِ تي نئون نه رڳو سماج ۾ اچي ٿو، نه رڳو ساهوارن ۾ اچي ٿو، نه رڳو سوچ ۾ اچي ٿو پر ڪائنات جي هر شيءِ، هر لقاءَ ۾ پراڻي جي جاءِ تي نئون اوس اچڻو آهي.

ڪنهن بہ لقاءَ ۾ بنيادي تضاد ۽ تضاد جي اصل پاسي کي سمجهڻ کان پوءِ اجان بہ اسان کي اندرين تضاد ۽ ٻاهرين تضاد، دشمني واري تضاد ۽ غير دشمني واري تضاد کي سمجهڻو آهي.

**اندريان ۽ ٻاهريان تضاد:**

اسين عام طرح اهو ٻڌندا رهندا آهيون تہ جيئن تہ اندريان تضاد اجا پچي راس نہ ٿيا آهن، تنهن ڪري انقلاب اچي نہ ٿو سگهي ۽ جتي اندريان تضاد تيز ٿي ويا اتي انقلاب اچي ويو. اچو تہ هن ڳالهہ کي سمجهون. ڪنهن بہ ملڪ ۾ ڪوبہ انقلاب تيستائين برپا ڪري نہ ٿو سگهجي جيستائين ان جو بڻ بنياد ۽ سبب ملڪ اندر موجود قوتن ۾ ڪونهي. سوپيارا پورهيت ڪنهن بہ ٻي ملڪ ۾ انقلاب درآمد ڪري نہ ٿا سگهن. ها، البت ٻاهريون حالتون، ٻاهريان انقلاب، ٻاهريون پورهيت قوتون ڪنهن بہ ملڪ جي اندروني تضادن تي اثر وجهي، انهن کي تيز ڪري سگهن ٿيون. نہ رڳو ڪري سگهن ٿيون پر ڪنديون آهن. هي جو پنهنجي انقلابي سوچ ۾، تنظيم ڪرڻ ۾، جدوجهد ڪرڻ ۾، قوت ۾ ايڏو سارو واڌارو آيو آهي اهو رڳو اندرين حالتن جي عنايت ڪونهي پر ٻاهرين حالتن جو بہ ڏنل آهي.

"تاريخ جي ڄاڻن کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ جيڪڏهن پهرين جنگ عظيم (جي پڄاڻي وقت) روس جا مزور ۽ هاري روس ۾ سامراجي راڄ جو تختو اونڌو ڪري، سامراجي لوڙهي جا ٻرگهل ڪڍي نہ رکن ها، ۽ سامراج جي چيلهہ ڀڃي نہ رکن ها، ۽ ٻي جنگ عظيم ۾ روسي عوام پنهنجي انقلابي پورهيت پارٽيءَ ۽ سرڪار جي اڳواڻي هيٺ لکين ڪروڙين جانيون قربان ڪري، پنهنجي وطن جي ٻاڙيءَ ٻاڙيءَ تي هٽلري ديوَ سان ٻکين نہ پون ها، ۽ ان جي گهر تي ڪاهي نازي شيطانيت جون جڙون نہ اکوڙين ها، ۽ سڄيءَ دنيا جي سامراجين جو نشو نہ ٽوڙين ها، جيڪڏهن چيني عوام لڳاتار ٢٥-سال جپاني، آمريڪي، برطانوي سامراجين سان حياتيءَ ۽ موت جي جنگ نہ لڙن ها ۽ ايشيا ۾ سندن معتبريءَ جي پڳ لاهي نہ رکن ها تہ جيڪر انگريز کي ڪابہ ضرورت ڪانہ پوي ها، جو هو هندستان جهڙيءَ سونا آنا ڏيندڙ ڪکڙ کي هندو سيٺين ۽ مسلمان جاگيردارن کي اڌ پائيواريءَ تي ڏيئي، ٻاڻ ٽيڙ ڪٽي، ڳوٺ هليو وڃي ها. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا لک لائق، پر انهن جي ڏکهي کي بہ طاقت ڪانہ هئي، جو رڳو تلهين تقريرن ۽ جاڙي ٻاڙين سان انگريزن کي ڏيچاري، ڀڄائي ڪڍي ڇڏي ها. اها تہ اسين دعا

ڪرين دنيا جي دلير ۽ سرويچ انقلابي پورهيت عوام ڪي، جن جي قربانين ڪري اسان کي انڌي منڌي مفت جي آزادي ملي، جي نه ته انگريز جيڪر رڳو سچ پچ اکيون ڪڍي ها، ته به ڪانگريسي ۽ ليگي سورما گهرن کان به ٻاهر ڪو نه نڪرن ها." (رسول بخش پليجو، صبح ٿيندو، ڇاپو ٻيو، ص-١٤٠-١٤٢). هي آهي ٻاهرين تضادن جي اثرن جو هڪ مثال.

سبب جيڪي ڦورو سماج جي خاتمي طرف وٺي هلن ٿا، اهي هر هڪ ڦورو ملڪ ۾ اندر لڪل آهن- ۽ ڦورن ۽ ڦريلن جي وچ ۾ هڪ ڇتي ٽڪر جي صورت ۾ موجود آهن.

تنهن ڪري اسان چئون ٿا ته اندريان تضاد موجود هوندا آهن ۽ اهي لقائن يا عملن ۾ اندر لڪل هوندا آهن. پر اهڙا به تضاد ٿيندا آهن جيڪي ٻن شين، عملن يا لقائن جي وچ ۾ موجود هوندا آهن، جيئن مثال طور، سوشلسٽ ملڪن ۽ سرمائيدار ملڪن جي وچ ۾ تضاد ۽ سڄي دنيا جي ترقي پسند عوام جا سامراج سان تضاد. پوءِ اهي ڪهڙا تضاد آهن جيڪي واڌاري، ترقيءَ لاءِ بنيادي ڪردار ادا ڪن ٿا؟ اهي اندروني تضاد ئي آهن جيڪي هر قسم جي واڌاري لاءِ فيصلي ڪُن بنيادي ڪردار ادا ڪن ٿا. (ان ڪري ئي ليئن ٽراٽسڪيءَ جي انقلاب درآمد ڪرڻ واري خيال کي سختيءَ سان رد ڪيو). ان جو مطلب اهو نه آهي ته جدليات ٻاهرين تضادن کي ڪا به اهميت نه ٿي ڏئي. سڄي سامراجي سرشتي جو ڪمزور ٿيڻ يعني سامراجي ملڪن جا پاڻ ۾ تضاد، سامراجي سرشتي خلاف سوشلسٽ سرشتي جا تضاد ۽ سامراجي ملڪن خلاف قومي آزاديءَ جي جنگ وڙهندڙ ملڪن جا تضاد وغيره يعني ٻاهريان تضاد پڻ غلاميءَ جي چرڪي مان نڪرڻ لاءِ غلام ملڪن جي قومن ۽ عوام جي جدوجهد ۾ زبردست مدد ڏين ٿا. پر اهي اندريان تضاد ئي آهن جيڪي سوپ ماڻڻ جي جدوجهد ۾ فيصلي ڪن ڪردار ادا ڪن ٿا.

اندريان تضاد اهي آهن جيڪي واقعي، عمل، لقاءَ، شيءِ جي وڏيڪ گهرائيءَ منجهه موجود آهن. مختلف شين، لقائن، عملن، واقعن جي وچ ۾ موجود تضاد ٻاهريان تضاد آهن.

اندرين ۽ ٻاهرين تضادن جي وچ ۾ فرق ڪرڻ ڪانپوءِ اسان کي دشمني وارن ۽ غير دشمني وارن تضادن جي وچ ۾ به فرق ڪرڻ گهرجي.

**دشمني ۽ غير دشمني وارا تضاد:**

سرمائيدار ۽ مزور جي وچ ۾ تضاد يا جاگيردار ۽ هاريءَ جي وچ ۾ تضاد

يعني اهي تضاد جن ۾ هر هڪ کي پنهنجا پنهنجا طبقاتي مفاد آهن، اهي هڪ شيءِ آهن ۽ اهي مفاد جيڪي ساڳي طبقي جي مفاد ۾ آهن يعني اهي تضاد جيڪي ٻن مزورن، ٻن هارين يا مزورن ۽ هارين جي وچ ۾ موجود آهن، اهي ٻي شيءِ آهن. پهرين شيءِ ۾ جيڪي تضاد آهن اهي سخت ويڙهه وارا تضاد آهن ۽ ٻي شيءِ ۾ پورهيتن منجهه تضاد جي ڳالهه ڪيل آهي. اهي طريقا جن وسيلي هي ٻئي مختلف قسم جا تضاد حل ڪيا وڃن ٿا اهي پڻ مختلف آهن. پهرين قسم جي تضادن ۾ پورهيتن لاءِ ضروري آهي تہ اهي انقلاب وسيلي سيٺين جو سرمائيداري راڄ ڍاهي ڦٽو ڪن. جڏهن تہ ٻي قسم جي تضادن ۾ همت پريو، تنقيد ۽ خود-تنقيد وارو عمل ڪرڻ جي ضرورت آهي. پهرين قسم جا تضاد دشمنيءَ وارا تضاد آهن جڏهن تہ ٻي قسم جا تضاد غير دشمني وارا تضاد آهن.

دشمنيءَ وارا تضاد هر ان جاءِ تي موجود هوندا آهن جتي طبقاتي مفادن جي وچ ۾ ٽڪر هوندو آهي.انساني سماج ۾، دشمنيءَ وارا، يعني پرامن طريقن جا حل نہ ٿيڻ جوڳا تضاد، سماجي قوتن ۽ طبقن جي وچ ۾ جهيڙي، ٽڪر جي صورت وٺندا آهن- زميندارن ۽ هارين جي وچ ۾ جهيڙو، سرمائيدارن ۽ مزورن جي وچ ۾ جهيڙو، مظلوم قومن ۽ سامراج جي وچ ۾ جهيڙو. اهو ئي سبب آهي جنهن ڪري طبقاتي سماج کي، ان جي پنهنجن تضادن، اندرين توڙي ٻاهرين تضادن، ٻنهي جي وسيلي تباهہ ڪيو پيو وڃي.

هڪ طرف سامراجي قومن ۽ ٻي طرف انهن قومن، جن پنهنجي خود مختاري حاصل ڪئي آهي يا اڃا بہ سامراج خلاف وڙهي رهيون آهن، ٻنهي جي وچ ۾ چِٽا دشمني وارا تضاد موجود آهن. ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جا عوام ۽ قومون سامراج خلاف ڇتي جنگ ڪري رهيون آهن تہ جيئن پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪرائي سگهن. سمورا اندريان توڙي ٻاهريان تضاد جيڪي سامراج سان ڇتي ٽڪر ۾ آهن، اهي لاڳيتو سامراج کي ڪمزور ڪري رهيا آهن ۽ اهو وقت اچي پهتو آهي جنهن ۾ سامراجي اڃا وڌيڪ ڪمزور ٿي وڃن ۽ فنا ٿي وڃن. موجوده وقت جا تضاد سامراج کي موت طرف ڌڪي رهيا آهن.

دشمني وارا تضاد ڪيئن حل ڪيا ويندا آهن؟ انهن جو واڌارو باقائدي هڪ رستي تي هلندو آهي- وڌندا آهن، تيز ٿيندا آهن ۽ ٻن ابتڙن جيان منهن مقابل ٿيندا آهن.

دشمني وارا تضاد ٻن قوتن، ٻن مقصدن، ٻن نُڪتي نظرن جي وچ ۾ ڇڙتي ويڙهه ڪندڙ تضاد آهن، اهي هميشه جهيڙي ۽ ٽڪر طرف هلندا آهن ۽ انهن تي رڳو تيز سماجي جدوجهد، سماجي انقلاب وسيلي ئي قابو پائي سگهجي ٿو. اهڙا تضاد پراڻن سماجي رشتن جي چار ۾ رهي حل ڪري نه ٿا سگهجن. انهن سماجي رشتن کي انقلابي وسيلن سان ئي ٽڙي سگهجي ٿو. سڌارن وسيلي اهڙن تضادن کي حل ڪرڻ جي ڳالهه ترميم پسندي آهي.

غير دشمني وارا تضاد دشمني وارن تضادن کان ائين فرق رکن ٿا جو اهي اهڙين سماجي قوتن ۽ لاڙن جا تضاد آهن جن جا بنيادي ۽ دائمي مفاد ڪنهن نه ڪنهن ڏاڪي تي ساڳيا آهن. اهڙا تضاد مزدورن جي وچ ۾، هارين جي وچ ۾، مزورن ۽ هارين جي وچ ۾ موجود تضاد آهن. غير دشمني وارن تضادن جو ٻيو مثال تنظيمن اندر به ملي ٿو. پراڻن ۽ نون ڪارڪنن جي وچ ۾، پراڻن ۽ نون خيالن جي وچ ۾، ڪنهن مسئلي تي راين جي وچ ۾، وڌيڪ ڄاڻو ۽ گهٽ ڄاڻوءَ جي وچ ۾، وڌيڪ ڪم ڪندڙ ۽ گهٽ ڪم ڪندڙ جي وچ ۾، هڪ طرف وڌيڪ ڄاڻو ۽ وڌيڪ ڪم ڪندڙن ۽ ٻئي طرف گهٽ ڄاڻو ۽ گهٽ ڪم ڪندڙن جي وچ ۾ وغيره.

غير دشمني وارن تضادن جي سلسلي ۾ عام طرح اهڙو ڪو به لاڙو نه هوندو آهي جو اهي ڏاڍا تيز ۽ ڇڙتا ٿي وڃن، پر ان جي ابتڙ، اهي عام طرح نرم ۽ ڍلا رهندا آهن ڇو ته انهن جا ڏکهي عرصي وارا عام، دائمي ۽ بنيادي مفاد ساڳيا هوندا آهن. جهڙيءَ طرح دشمني ۽ غير دشمني وارا تضاد مختلف آهن اهڙي طرح انهن مان هر هڪ کي حل ڪرڻ جو طريقو به مختلف آهي. غير دشمنيءَ وارن تضادن کي حل ڪرڻ لاءِ اهي طريقا اختيار نه ڪيا ويندا آهن جيڪي دشمنيءَ وارن تضادن کي حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا وڃن ٿا. غير دشمني وارن تضادن کي سمجهڻ سمجهائڻ، تعليم تربيت، تنقيد خود-تنقيد ۽ ٻين پاڻپي وارن اهڙن طريقن سان حل ڪيو ويندو آهي جيڪي حالتن موجب نهڪندڙ هجن، غير دشمني وارا تضاد اهڙا آهن جن کي وجود رکندڙ سماجي سرشتي اندر ئي حل ڪري سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح سوشلسٽ سماج اندر ۽ ٻن سوشلسٽ ملڪن جي وچ ۾ پيدا ٿيندڙ تضاد به غير دشمني وارا تضاد هوندا آهن. انهن کي حل ڪرڻ جو طريقو به ساڳيو هوندو آهي.

پر غير دشمني وارن تضادن جي سلسلي ۾ اها ڳالهه ڪڏهن به وسارڻ نه

گهرجي تہ ڪڏهن ڪڏهن، ڪن خاص حالتن ۾، ۽ تضادن کي صحيح نموني حل نہ ڪرڻ جي صورت ۾ غير دشمني وارا تضاد عارضي طرح اهڙي صورت بہ اختيار ڪري وٺندا آهن جو اهي دشمني وارا تضاد پانئبا آهن. ڪڏهن ڪڏهن تہ انهن ۾ جنگيون بہ ٿي پونديون آهن. اهڙي وقت ۾ هوش هٿان وڃائڻ نہ گهرجي، همت، پڪي ارادي، مستقل مزاجي ۽ تعمير ڪرڻ جي خيال کان انهن کي سلجهي انداز ۾ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهڻ گهرجي.

مطلب تہ، ابتڙن جي هيڪڙائي ۽ ٽڪر جو قانونُ واڌاري، ترقيءَ جي اندرين وسيلن جي نشاندهي ڪري ٿو. ان ڪري ئي لينن چيو، "حدليات دراصل ان قانون جو ابياس آهي جيڪو خود شيءِ جي ماهيت ۾ موجود هوندو آهي." لينن گهڻو ڪري هن قانون کي جدليات جي ماهيت قرار ڏيندو هو ۽ هُن هِن قانون کي جدليات جو دماغ بہ چيو آهي.

هاڻي اسين شايد اهو سوال ڪرڻ پسند ڪيون تہ ڇا واڌارو هڪ سنئين سڌي رُخ ۾ ٿئي ٿو يا اهو ڪجهہ وڌيڪ پيچيده ۽ ڳتيل آهي ۽ ان جي گهُر آهي تہ پراڻي جو خاتمو ٿئي ۽ نئون ميدان ۾ اچي؟



# اڪيلائپ

*وشنو ڀاٽيا*

اُف! ڪوبہ ناهي اڄ. هرڪو پنهنجو پاڻ ۾ بند ۽ مشغول آهي. ڪنهن جو بہ ڪنهن سان ڪو واسطو ناهي، رشتو ناهي، سنبنڌ ناهي. سڀ پنهنجي پنهنجي سوارٿ ۾ ئي پورا آهن. ڪوبہ ڪنهن جو ناهي. سڀ منهن ڏٺي جا يار آهن. منهن تي چڙهيا، تہ مسڪراهٽون ضايع ڪندا. نہ تہ سندن چهرن تي ڪنهن بہ واقفيت جو دائرو نہ ٺهندو، نہ ٽٽندو. هي واقفيت محض سوارٿن جو هٽ جهلي، سهارو وٺي هلندي آهي. ڪير آهي منهنجو؟

پدما!

فون ڪيائين، "هيلو اِندر آهين؟"

"هائو."

"تہ اڄ شايد مان توسان نہ ملي سگهان." ها، آواز ۾ مجبوري پيري چيو هئائين. ڄڻ هن مٿان مجبوريءَ جو بوجهو رکيل هو.

"ڇو؟"

"ساهيڙيءَ جو مئريج آهي. ان ڪري هن سان گڏجي شاپنگ تي وڃڻو اٿم."

"ڪڏهن آهي مئريج؟"

"نيڪسٽ فرائيڊي تي. سٽنارائڻ جي ڏينهن."

"اُن سان پوءِ بہ وڃي سگهين ٿي."

"اوهہ اِندر، مان ايترو وقت ڪٿان آڻيان؟..."

"تنهنجي مرضي."

"تنهنجي مرضي ناهي؟"

"تو فيصلو ڪري ئي ورتو آهي. پوءِ مان ڪير آهيان دخل ڏيڻ وارو؟"

"اوھ! تون ناراض ٿي ويو آھين؟"

"نہ بلڪل نہ."

"ڪڏھن گڏجندين؟"

"جڏھن توکي فرصت ملي."

ھن پاسي ڪجھہ دير لاءِ مات ٿي ويئي. شايد ھوءَ سوچي رھي ھئي، تہ ھوءَ مون کي ڪھڙو وقت ڏي. وقت جا ڪوھہ ڪٽي ويا آھن، جو منجھانس ٻن ٽن ڪلاڪن جو ڪيڏي ملڻ جو پياس ٻجھائي سگھي. مات جا سر ٻڌي محسوس ڪيم، تہ شايد ھن فون رکي ڇڏيو ھوندو. فون رکڻ تي ھئس، تہ وري آواز آيو، "ھيلو!"

"ڇو؟"

"تون ناراض ٿين، تہ اڄ نہ وڃان؟"

"مان ڇو توکي روڪيان؟"

"ڪجھہ خفي ٿي ڳالھائي رھيو آھين."

"اِھو تنھنجو وھم آھي.مان ڇو خفي ٿيندس؟"

مون کي لڳو، ھي سڀ بي مطلب گفتگو آھي. نہ تہ ھن جو مونسان ڪوبہ واسطو ناھي، نہ ئي منھنجو ڪو ھن سان واسطو آھي. محض ٽائيم پاس ڪرڻ لاءِ اسان جي وچ ۾ سنبنڌ جو لاش ڪنھن مئل پکيءَ جيان لٽڪي رھيو آھي. مونکي پدما جو آواز بلڪل نٿي وڻيو. ان جو ڪارڻ شايد ھن جي ناڪاري ٿي سگھي ٿو. دل ۾ آيو، چوانس، 'وڏيڪ، وقت نہ وڃاءِ. مون کي تنھنجو آواز بہ نٿو آئڙي. بلڪل موڊ بگاڙي ڇڏيو اٿيئي.' نہ، پر مون کي ان طرح وھلور نہ وڃڻ گھرجي. ساھيڙپ بہ تہ ڪجھہ حق لھڻي. ھا، پريمڪا ٿي، تہ اُن جو مطلب اِھو تہ نہ ٿيو تہ ھوءَ چوويھہ ڪلاڪ ئي منھنجي اشارن تي نچندي رھي؟

"تون ئي ٻڌاءِ ڪڏھن ٿو گڏجين؟"

"مان تہ ھينئر بہ تيار وينو آھيان."

فون تي ھڪ ٺھڪ گونجيو. بند ٿي ويو. ڄڻ مون کا بيوقوفيءَ جي ڳالھہ چئي ھئي جنھن تي ھوءَ فقط کلي سگھي ٿي. غصو لڳو. سمجھي ڇا ٿي؟ ھڪ تہ مان وينو انتظار ڪريان. مٿان ھن ياران مڙھيل فيصلو ڀوڳيان. نہ، مان نٿو سھي سگھان. ھينئر ئي ٿو چوانس، "ھلي اچ!"

"ٻڌايم، تہ مون کي...."
"وچ! پڇين ڇو ٿي؟"
"پرميشن وٺڻ ضروري آهي."
"اِن جي ڪابہ ضرورت ناهي."
"ڏس، تون ناراض ٿي ويو آهين؟"
"تہ ڇا خوش ٿيندس؟"
"آءِ ايم ويري ساري."

ٻڌي لڳو، اسان جي رشتي ۾ ڪيتري نہ ڪوڪلاٽپ پرجي ويئي آهي. هوءَ حجت اُٿاري زوريءَ وجڻ لاءِ موڪل گهري ها، تہ مون کي خوشي ٿئي ها. پر هاڻ؟ هوءَ بلڪل سطحي سٺ چئي معافي طلبي رهي آهي. جنهن ۾ ذري بہ گهرائي ناهي.

مون وٽان جواب نہ پائي، اُتان آواز آيو، "تو مونکي معاف نہ ڪيو؟"
"تو ڏوهہ ئي ڪهڙو ڪيوآهي؟"
"توکي تڪليف نہ ٿيندي؟"
"بلڪل نہ."
"منهنجي ڳالهہ مڃيندين؟"
"چئہ!"
"ڪا فلم ڏسي اچ!"
"دل ڪانهي."
"دل لڳاءِ ۽ وڃ!"
"ڏسندس."
"ضرور وڃج. مان وري توکي فون ڪري ٻڌائيندس تہ مان توسان ڪڏهن گڏجي رهي آهيان. چڱو، ٽا-ٽا، باءِ-باءِ..."

لڳو هو، هوءَ جڻ هٿ لوڏي ٽاٽا-باءِ باءِ ڪري رهي آهي. هن جي هٿ ۾ هڪ رومال لٽڪي رهيو آهي. ۽ مان جڻ ڪنهن لنبي سفر تي وڃي رهيو آهيان.

فون رکجي ويو. اج جو پروگرام هو، هئنگنگ گارڊن ۽ ڪملا نهرو پارڪ ڏسبو. پارڪ ۾ ريلنگ تي جهڪي سڄي بمبئي جو درشن ڪبو. مان هن جي ڪلهي تي هٿ رکي ڪيسن ٻڌائيندس، 'هي آهي چوپاٽي، هوڏانهن مرين لائينس

جون آسمان کي ڇهندڙ بلڊنگون، هي ماکوڙن جهڙا ماڻهو. ماڻهو نه، ڄڻ اسپرنگدار رانديڪا هلي رهيا آهن.'

ساڻ نه رهيو. گهمي نه سگهندس. اهڙي ماحول لاءِ ساٿي کپي. بنا ساٿيءَ تنهاين ۾ ڀٽڪندو رهڻ مون کان نه ٿيندو. سوچيو هئم ڪملا نهرو پارڪ ۾ هيٺ، جڳهن ۾ لهي وڃي وهنداسين. هڪٻئي سان ڪلنداسين، ڪلنداسين. خيال، خيال ئي رهيو. ڀلا ساهيڙيءَ سان اپائنٽمينٽ سپاٽي نٿي رکي سگهي؟ ڪهڙو ضرور هو رکڻ جو؟ شايد هوءَ ڊڄي ٿي. منهنجي اڪيلائي کان، پنهنجي اڪيلائي کان. اڪيلائي کان نجاٽان ڇو ڊپ لڳندو اٿم. ضرور هن کي به لڳندو هوندو. تڏهن ته هوءَ مون کان ڪنڌ ڪڍائي رهي آهي.

خير، اِن باري ۾ هاڻي سوچڻو به ناهي. اڄ شام هن مون کي بلڪل اڪيلو ٻڌائي ڇڏيو آهي. پر هوءَ هوندي آهي، تڏهن ڇا مان پاڻ کي اڪيلو محسوس نه ڪندو آهيان؟ شايد هن جي يا منهنجي وهنوار ۾ اهڙو ڪجهه ضرور آهي، جو لڳندو اٿم، مان هن سان گڏ ناهيا. اڪيلو آهيان. هن کي پنهنجا فيصلا وڌيڪ پيارا آهن. ۽ منهنجا ويچار هن کي سهمت ته ٻڌائيندا آهن ليڪن هوءَ ڪندي اُهو آهي، جيڪو هوءَ چاهيندي آهي. مان جيڪو چاهيان ٿو، اُهو هوءَ اهڙي ته چالاڪيءَ سان ٽاري ويندي آهي، جو مان مخالفت به نه ڪري سگهندو آهيان.

اِجهو جئديو کي ڪونه فون ڪيم. پڇيم، "جئديو آهين؟"

"ڪير اِندر؟ ڪئن ياد ڪيو اٿيئي ڙي؟"

"بس تنهنجي ياد ستايو. ان ڪري فون ڪيم."

"ڪهڙا حال آهن؟"

"ٺيڪ، بلڪل ٺيڪ، تون ٻڌاءِ؟"

"اڄ گڏجين ٿو؟"

"ڪجهه خاص ڪم؟"

"ڪم ... ها، گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن ملنداسين. ڪٿي نه ڪٿي هلنداسين."

"مون کي خوشي ٿئي ها. جيڪڏهن...." مون کي خبر هئي ان بعد هو ڇا چوندو. اِن بعد لنبي مشغوليءَ جو بهانو ڏنائين ۽ وري ٻئي ڪنهن ٻيري گڏجڻ جو چئي فون رکي ڇڏيائين.

زور تہ نٿي پري سگھيس. رکي ڇڏيم فون. پدما پنھنجي ٿي بہ نٿي مڃيو، تہ جئديو مان ڪھڙي ٿي اُميد رکي سگھيس؟

اوھ! پيا سڀ مشغول آھن. بزي آھن.ھڪ مان ئي آھيان، جنھن کي ڪوبہ ڪم ناھي، جو ھتي لاءِ ترسيو ويٺو آھيان. ھتي ڏانھن تڪيندو ٿو رھان، تہ ڪڏھن ٿا سات ڏيڻ جي عنايت ڪن.

اڄ صبح جو ڪنھن جو منھن ڏٺو ھئم اُٿندي، جو ھن طرح سان منحوس ڏينھن گذري رھيو آھي؟ صبح جاڳيو ھئس، تڏھن ڪيترو نہ خوش ھئس، تہ اڄ پدما ملندي. پدما تہ نہ ملي، جئديو بہ ملڻ کان انڪار ڪيو.

پدما چيو، فلم ڏسي اچ! ليڪن پدما کانسواءِ فلم ڏسڻ ۾ ڪھڙو لطف؟ آسپاس ويٺل اَجنبي ۽ غير واقف چھرا، جن تي پنھنجائي جو ڪوبہ ڀاو نہ رھندو آھي. نہ رھڻ سياويڪ بہ آھي. ڀلا اجنبي ۽ غير واقف چھرن ۾ پنھنجائپ ڪيئن ايندي؟ انھن ۾ مسڪراھٽ جون ڪليون ڪيئن ڪلنديون؟ ڇو جو اُنھن ۾ واقفيت جو ٻج ۽ گھرائي جو پاڻي پيل نہ ھوندو آھي، جنھن کي سنبنڌ جي اُس نہ ڇھندي آھي.

ڪنھن وٽ وڃان؟ ھتي جيڪڏھن ڪنھن سان اڳواٽ ٽائم نہ رکبو آھي، تہ ڪو بہ وقت تي نہ ملندو آھي. ھر ڪنھن کي پنھنجا پنھنجا مسئلا ۽ پنھنجون پنھنجون مشغوليون آھن. اچانڪ ڪوبہ پنھنجو وقت ڏيڻ نہ چاھيندو آھي. ان لاءِ اڳواٽ اَپلاءِ ڪبو آھي. تنھن بعد ئي سليڪشن ٿيندي آھي ۽ اپائنٽمينٽ ملندي آھي.

ڪٿي ھلجي؟

ھوا لڳي رھي آھي. ليڪن مون کي لڳي ٿو، ڄڻ اُھا بند ٿي ويئي آھي. مون کي مونجھہ جو احساس ٿئي ٿو. شرٽ جو مٿيون بٽڻ کولي ٿو ڇڏيان. ڇاتيءَ تي ھوا کي چرندو محسوس ڪريان ٿو، اُھا ڄڻ مونجھہ کي ڳاري رھي آھي. ھوا ھلڪي لھس جيان ڄڻ پوري بدن ۾ گھڙي ويئي آھي.

اوچتو مان پنھنجي مٿي تي پسيني جي آلاڻ پاِيان ٿو. رومال ڪڍي مٿو اُگھان ٿو تہ لڳيم ٿو، مون کي پسيني جو پرم ٿيو ھو.

ڪوبہ ناھي منھنجو. گھر ۾؟ پيءُ پڙھڻ ۾ پوري، ڀاءُ دوستن ۾ بند، ڀيءُ

راجنيتي تي ڳالهائيندو نظر ايندو. ماءُ آس پاس جون زالون ميڙي اوپاريون لهواريون ڪنديي هونديي. سچ چوان، مون کي اڄ بہ لڳندو آهي، تہ پيڻ پيڻ ناهي، پياءُ پياءُ ناهي، ڀيءُ ڀيءُ ناهي، ماءُ ماءُ ناهي ۽ هاڻ دوست دوست ناهي، پريمڪا پريمڪا ناهي.

ڪٿي ائين تہ ناهي تہ مان سوارٿي آهيان؟ ساٿ بنا پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪري رهيو آهيان؟

هي انيڪ ماڻهن، انيڪ چهرن، انيڪ رنگن جي ڀيڙ جا منهنجي چوگرد ڦهليل آهي، اُن ۾ ڪوبہ منهنجو ناهي. ڪوبہ اڳيان وڌي نٿو اچي ۽ اچي نٿو چوي، ”تون اڪيلو ڇو آهين، اندر؟ مان جو تنهنجو آهيان.“

ڪنهن بہ چهري تي واقفيت جا نقش نٿا اُڀرن. بند بند ۾ پاو-هيڻ چهرا، منهنجي آسپاس آهن. ليڪن مون لاءِ ناهن. ذري بہ پنهنجائپ انهن چهرن تي نٿي جهلڪي. جڏهن پنهنجا ئي پراوا ٿا لڳن. تڏهن پلا پراوا پنهنجا ڪيئن ٿيندا؟

پوءِ بہ مان ان آس ۾ آهيان تہ جيئن اِن ڀيڙ ڪان ڪنجي ڪو چهرو اڳيان وڌي اچي ۽ مون اڳيان اچي چوي، ”هيلو، ڪيئن آهين اِندر؟“

هي سامهون جيڪو جوڙو وڃي رهيوآهي. مرد پنهنجي ٻانهن عورت جي ڪمر جي گرد ويڙهي ڇڏي آهي. مون کي لڳي ٿو، جيتوڻيڪ هو هڪٻئي سان ٻڌجي هلي رهيا آهن پر تنهن هوندي بہ هو هڪ ٻئي کان ڪيترو نہ الڳ الڳ ۽ ٽٽل ٽٽل لڳي رهيا آهن. بس ٻنهي وٽ خالي وقت آهي، جو پنهنجو پاڻ کي بهلائڻ لڳا آهن.

تہ ڇا پدما سان رهي مان بہ پنهنجو پاڻ بهلائيندو آهيان؟ نہ، نہ. هن سان تہ منهنجو .... ڇڏ! اِن کي ياد ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ليڪن پريم ۾ فائدي ۽ نقصان بابت ڇو سوچي رهيو آهيان؟ پيار آهي. واپار ناهي جو ياد لاءِ بہ فائدي، نقصان جو سوچڻ لڳو آهيان.

پر هن جو مون سان گڏ نہ هئڻ مون کي ڪيترو نہ ڪٽڪي رهيو آهي. هوءَ هجي ها تہ منهنجي مزاج جو رنگ ئي ڪجهہ اور هجي ها. ڪيترو نہ خوش هجان ها. ۽ هينئر مان ڇڻ پنهنجو پاڻ کان بيزار ۽ تنگ لڳو پيو آهيان.

خير، اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. هوءَ نہ ملي، تہ مونکي پنهنجو پاڻ بہ وقت

گذارڻ ايندو آهي. مون کي اها ڏاڻا ناهٽي پوندي تہ پدما جو هئڻ نہ هئڻ مون لاءِ
ڪا خاص وڏي ڳالهہ ناهي.

ڪجهہ ٿڪجي پيو آهيان. هلي ڪنهن ريسٽارنٽ ۾ ويهان. ويجهو ڪو
ريسٽارنٽ بہ ڪونهي. وڏا شاهي اڄ ڪالهہ مشينريءَ جو بزنيس زور آهي. ٻٽي سو
ٽڪا مارجن آهي... اصل هنن بلڊنگون ناهي ڇڏيون آهن. ٻيو ڪم زور آهي
ڪنسٽرڪشن جو. بمبئي ۾ جڳهين جي ڪمي آهي نہ. پوءِ هو جيترو چاهين وٺي
سگهن ٿا. ٧٥ سيڪڙو بلئڪ ۾ ۽ ٢٥ سيڪڙو وائيٽ ۾. مجبوريءَ جو چڱو
فائدو ٿا وٺن. تنهن ڏينهن ڪونہ دلال ٻڌايو، هڪ فليٽ لاءِ ٣٥ هزار روپيا. مون
جهڙو نوڪري-پيشي وارو ماڻهو ايترا پئسا ڪٿان ٿو افورڊ ڪري سگهي؟ ها، اهو
آهي تہ جيڪڏهن مان پنهنجي مرضي ڇڏي مائٽن جي مرضي تي هلان تہ جيڪر
ويهن هزارن سان ڪنوار ملي سگهي ٿي. پر پوءِ پدما؟

هاڻ تہ هلڻ بہ نٿو پڄي. اڪيلو هلڻ ۾ ننڍو مفاصلو بہ ڪيترو نہ وڏو لڳي
رهيو آهي. هليو ڇا هوندس؟ هڪ اڌ ميل. پر لڳي ٿو، انيڪ ڪوهن جو
مفاصلوطئہ ڪري آيو آهيان. پدما رهندي آهي، تہ ميلن جا ميل پنڌ ڪندي بہ
لڳندو اٿم، ڄڻ اجا هينئر جو هينئر هلڻ شروع ڪيو اٿم. بلڪل تازو توانو ۽ ٿڪ
کان سواءِ. هي قدم بہ قدم ملائي هلڻ جا عادي ٿي ويا آهن. اڪيلو هلڻ هنن کان
نٿو ٿئي.

اجهو سامهون مدراسي ڪئفي آهي. مدراسي چانهہ مونکي بلڪل ڪانہ
وڻندي آهي. گهٽي ڪنڊ ۽ گهٽو کير. چانهہ تہ، ڄڻ مٺو کير پيئبو آهي. نہ، ان
ڪئفي ۾ نہ ويندس.

مدراسي ڪئفي پنيان ٿو رهجي وڃي. مان بيهي ٿو رهان. ڪٿي وڃان؟ هن
ريت پٽڪڻ ۾ ڇا رکيوآهي؟ ليڪن ٽائيم تہ پاس ڪرڻو آهي. اڪيلائي کي تہ
مارڻو آهي. اوهہ! هر گهڙيءَ ڇپندڙ اڪيلائيءَ جو احساس!

اجهو هي رهيو ايراني ريسٽارنٽ! هن جي چانهہ نيڪ رهندي. ڪائونٽر تي
ڳاڙهي چمڙيءَ وارو ٿولهو متارو ايراني ويٺو آهي. جيڪو پڳل ٽتل هنديءَ ۾
بيئرون مٿان ڪاوڙجي رهيو آهي. 'اي سالا....' هر ڳالهہ جو شري گٽيس 'اي
سالا...' سان ڪري رهيو آهي. ڄڻ اهو سندس تڪيہ ڪلام آهي.

هوڏانهن ديوار جي ڪنڌ ۾ جپاني عورت جو ڪئلينڊر آهي. ڦڏل چهرو، پوربون ساربون اکيون، اندر تي پيل نڪ ۽ ڪجهه اُپريل سينو. ذرو به اٽريڪشن ناهي منجهس.

ٽيبل تي پيل ڊيلي اخبار ڪنان ٿو. پر پڙهڻ تي دل نٿي ٿئي. خبرون پڙهي پڙهي دماغ خراب ٿيو پوي. ڀلا انهن سڪٽين خبرن پڙهڻ مان ڇا حاصل ٿيڻ وارو آهي؟ ها، صبح جونئڌ مان اُٺندي اخبار پڙهڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي. ليڪن هينئر شام جو اخبار جڻ چيڙائي رهي آهي. يا مان پنهنجو پاڻ کان چڙي رهيو آهيان؟

هي ريسٽارنٽ ۾ جيڪي ٿڙيل پڪڙيل ماڻهو آهن انهن سان به منهنجو ڪو واسطو ناهي. ڀلا ائين ڇو آهي ته انسان پنهنجي اڪيلائپ مارڻ لاءِ ڄاتل سڃاتل ماڻهن سان ئي رهڻ چاهي ٿو؟ ڀلا ائين نٿو ٿي سگهي، ته ڪنهن به شخص، ڀلي اُهو اجنبي هجي، ساٿي بڻائي وقت ڪاٽي سگهجي؟ مثلاً، هو جيڪو سامهون شخص ويٺو آهي ۽ ڪجهه سوچي رهيو آهي، ڪپڙن مان جيڪو ڪلارڪ ٿو لڳي، ڇا اهو ممڪن ناهي، ته مان هنجي سامهون هليو وڃان ۽ وش ڪريان. منهنجي ان حرڪت تي هو ضرور عجب ۾ پئجي ويندو ۽ ڄاڻڻ چاهيندو ته مان ڪيس ڪيئن سڃاڻان؟ اڳ ۾ ڪٿي ۽ ڪنهن سلسلي ۾ گڏيا آهيون؟ ۽ هينئر مان ساڻس ڇو ٿو ڳالهائڻ چاهيان؟ يعني هن جي چهري تان اجنبي پٽي جو رنگ ڪونه اُڪڙجندو.

مان ائين به ته نٿو ڪري سگهان. ڀلي سامهون ويٺل شخص مون ڪي وٽي به ٿو. ته به چونڊ ڪري مان ساڻس وقت گهارڻ چاهيان، ته نٿو گهاري سگهان. ڇو جو هر انسان پنهنجي وقت جو هرڪن مشغولين ۾ ورهائي رکيو آهي. جيڪو وقت هو پنهنجي نموني گهارڻ جو قائل بڻجي ويو آهي. جڻ هر انسان پنهنجي اردگرد لڇمڻ ريکائون اُڪري ڇڏيون آهن. اُنهن کان ٻاهر نڪرندا، ته هن جو رام سان نه، راوڻ سان ٻنارو پوندو. ۽ پوءِ؟ سيتا جيان هن کي ڀڄايو ويندو.

پر مون کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن ڪپڙن مان ڪلارڪ لڳندڙ هي شخص مون سان وقت گهاريندو.

هن پاسي واري ٽيبل وٽ ويٺل شخص، جو سگريٽ جي پاڪيٽ پنيان انگ لکي رهيو آهي. شايد دل ئي دل ۾ اوپن ۽ ڪلوز جي انگن جو جوڙ لڳائي رهيو هجي. اوپن ۾ پنجو ايندو ۽ ڪلوز ۾ ٻڪو. نه اوپن ۾ چوڪو ايندو ۽ ڪلوز ۾

ذيرو. نہ اوپن ۾ ٽڪو ايندو ۽ ڪلوز ۾ چڪو. پنهنجو دوست دولت ڪونہ آڪڙو هٺندوآهي. روز ۴ آني ڪان وٺي روپئي تائين راند ڪندو آهي. داءُ لڳوتہ خوش نظر ايندو. نہ لڳو تہ اُداس.

چوندو، ”اِندر يار! روپيو تہ اُڌارو ڏين.“

گهڻائي روپيا اُڌارا ڏيئي چڪو آهيانس. پر واپس ڪونہ مليا آهن. ملندا بہ ڪونہ. اهري جوئاريءَ وٽان ملڻ جا بہ ناهن. هاڻ گهرندو آهي ۽ ڪيسي ۾ ’پئسا رهندا ‘بہ آهن، تڏهن بہ انڪار ڪندوآهيان. ٻيو ڪو طريقو ئي ڪونهي، انڪار ڪرڻ ڪانسواءِ. نہ تہ هٿ وٺي پئنسن ڪي پاٽيءَ ۾ اڇلڻو ٿيو.

هينئر مان اڪيلو ناهيان. ڪنهن جو نہ ڪنهن جو ويچار منهنجو ساٿ ڏيندو رهيو آهي. چهرا سامهون نہ ٿا رهن، تہ هنن جي ياد بہ نٿي رهي. هيتري ڀيڙ ۾ ماڻهو اڪيلو ٿي بہ نٿو سگهي. اڪيلو هوندو، تہ بہ ڀيڙ ساڻ ساڻ هلندي.

نہ، ... پر پدما جي غير موجودگيءَ ۾ مان پنهنجو پاڻ پنهنجي دل کي ڏِيئي رهيو آهيان. يا اڪيلائيءَ کان بچڻ لاءِ مان پاڻ کي ماڻهن سان گڏ سمجهي رهيو آهيان؟

اوهہ! نہ مان هلي ٿو سگهان، نہ ويهي ٿو سگهان. هليس پئي، تڏهن پاڻ کي ٿڪل محسوس ڪري رهيو هوس. هاڻ ويٺو آهيان، تہ هلڻ تي پيئي دل ٿئي.

هل سائين! وڏان اڳتي.

روڊ لئمپس ڏانهن نهاريان ٿو تہ لڳيمر ٿو، اهي روڊ لئمپس اُتان اُڪوڙجي، ڀالا ٻڌجي مون کي چڀي رهيون آهن.

هينئر مان آپيرا هائوس وٽ پهچي چڪو آهيان. ٽڪيٽ ملي تہ اندر هليو ويندس. ٽي ڪلاڪ گذري ويندا. ليڪن ’هائوس فل‘ جو بورڊ اندر اچڻ کان منع ڪري رهيو آهي.

”تين ڪا پانچ... تين ڪا پانچ....“

هاڻي ڪهڙي غرض پيئي آهي پنجين روپين ۾ فلم ڏسڻ جي؟ هي بليڪ وارا تہ وات ڦاڙي ويٺا آهن. بس فلم هلي، تہ هنن جي ڪمائي بہ شروع. ها، غرض هوندي، تہ ماڻهو پاٽيهي وٺندا. تنهن ڏينهن ڪونہ پدما سان لبرٽيءَ ۾ ٽن روپين جي ٽڪيٽ لاءِ ڇهہ روپيا خرچي ويو هئس. پدما گهڻو روڪيو. ڪهڙي ضرورت آهي

فلم ڏسڻ جي؟ پر مون مٿان اُن مهل فلم ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ جو ڀوت ڇانيل هو يا شايد مون ڀدما کي اهو ڏيکارڻ چاهيو ٿي، تہ تنهنجي خوشيءَ لاءِ مان ڇهہ روپيا بہ خرچي سگهان ٿو.

پر هاڻ ڀدما ناهي، تہ پئسا خرچڻ بہ وڏي ڳالهہ پيئي لڳي. نہ ڏسبي فلم تہ ڇا ٿيندو؟ مان آپيرا هائوس کان ٿيندو چوپاٽي ڏانهن مڙان ٿو.

"صاحب!"

هڪ عمر چڙهيل شخص منهنجي سامهون آهي. ڌوتي ۽ ڪرتي ۾. چپ پان جي ڪاٿي سان رنگيل. اکين ۾ سرمو اٿس. ڪجهہ ڪجهہ عاشق مزاج پڻ لڳي رهيو آهي.

"ڇوڪري کپي؟" هو ويجهو اچي پڇي ٿو. ڄڻ ڪو راز ٻڌائي رهيو هجي.

"نہ."

"صاحب، هڪدم فرسٽ ڪلاس مال. پارسڻ، ڪرسچن، مرهٽڻ، مدراسڻ، بنگالڻ، سنڌڻ، هر طرح جي ڇوڪري، فقط ويهن روپين ۾. جوان آهيو، جوانيءَ لاءِ اهي ويهہ روپيا ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. پارسياڻي لنبي سنهڙي ۽ مست ڇاتي واري آهي. آهہ! ڪرشچن تہ بلڪل ميم جيان آهي. مرهٽياڻي بلڪل چستَ ۽ درست ۽ گٺيل بدن واري. مدراسڻ، ڇاتي ڇا اٿس، اصل ڪجو راهو جون مورتيون ڏٺو. باقي بنگالڻ جون اکيون، ڇا چئجي؟ سنڌڻ، اصل هيروئڻ، بلڪل ساڌنا سمجهو، يا وجئنتي مالا... توهان پاڻ هلي ڏسو، منهنجي چوڻ ۾ ذري بہ ڪوٽ ناهي. ڏسي پرکي وٺو. جيتري دير چاهيو، ويهي سگهو ٿا. اصل گهرو قسم جون ڇوڪريون آهن. نيون نيون آهن. اسان پنهنجي گراهڪن جو پورو پورو ڌيان رکندا آهيون! توهان کي ڪنهن بہ طرح جي تڪليف نہ ٿيندي. هڪ ڀيرو اچي خاطري ڪريو."

"نہ، مونکي ڪنهن بہ قسم جي ڇوڪري نہ کپي." جيتوڻيڪ عاشق مزاج ٻڍي جي ڳالهين مان مون کي رس اچي رهيو آهي. پر پوءِ بہ چوان ٿو، "منهنجو ڇوڪرين ۾ ڪوبہ چاهہ ناهي."

"صاحب، هڪ دفعو چاهہ وٺي ڏسو. آزمائڻ کان اڳ توهان سون جي سچائي ڪيئن پرکي سگهندا؟"

ٽارڻ لاءِ چوانس ٿو، "مون کي پنهنجي گهر واري آهي."

"گهر واري؟"

هو هڪ چالاڪ بزنيس مئن جيان چوي ٿو، "خير، گهر واري آهي ته به ڪڏهن ڪڏهن ٻاهرين ضرورت محسوس ٿي سگهي ٿي. گهر واري بيمار به پئجي سگهي ٿي. ڪڏهن به گهرج پئيوَ ته مان وينو آهيان. مون ڪي گٽپٽ چوندا آهن. هُت وڏا وڏا ماڻهو ايندا آهن. بلڪل شريفن جو محلو آهي. شريف گهر جون ڇوڪريون آهن. پر صاحب پيٽ لاءِ انسان ڪي ڇا ڇا ڪرڻو نٿو پوي؟"

"ڏنو ويندو." چئي مان اڳيان وڌان ٿو. ويهن روپين ۾ ڪاٻه ملي سگهي ٿي. منهنجي اڪيلائي مري سگهي ٿي. هينئر جو مان پاڻ کي اڪيلو ئي اڪيلو محسوس ڪري رهيو آهيان پوءِ اُها اڪيلائيءَ سائي پائي ضرور ڀڄي ويندي. پر جنهن کي مان پيار نه ڪندو هجان، تڏهن سان ساريرڪ سنبنڌ کي ڪهڙي معنيٰ؟ ها، پدما هجي ته جيڪر سولائي سان مڃي سگهان ٿو. پر مان هن ربت ڇو سوچي رهيو آهيان؟ واسنا جي انڌڪار ۾ هي مان ڪهڙا ويچار دل ۾ پالي رهيو آهيان؟

هي عاشق مزاج دلال ڇو گڏيم؟ پر وچي ڏسان ته ها. اهو به هڪ آزمودو ٿئي ها. ادوينچر ٿئي ها. بلڪل وچتر ۽ انوکو. ڪو غير واقفڪار چهرو ۽ سَرير ڪجهه وقت لاءِ پنهنجو ٿئي ها. جيئن چاهيان ها، اُن سرير سان ڪيلي سگهان ها. سو به فقط ويهن روپين ۾؟

پر هي دلال چالاڪ بزنيس مئن جيان ٿي لڳو. جيڪو پنهنجين شين جي اُستتي ڪندي ٿڪبوئي ناهي. جيڪي خاصيتون ڇوڪرين جون بيان ڪري رهيو آهي، ممڪن آهي اهڙو ڪجهه به انهن ڇوڪرين ۾ نه هجي ها. جيڪو 'نه' هوندوآهي، ان جي 'هئڻ' جون وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن.

مون کي اِن باري ۾ ته سوچڻ ڪيپي. مون کي چوپاٽي جي ڀيڙ ۾ پاڻ کوهڻ ڪيپي. ڪيئن؟ اوهه! سڀ ڪيئن نه خوش خوش نظر اچي رهيا آهن، هڪڙو مان ئي آهيان، جيڪو پاڻ کي اُداس اُداس محسوس ڪري رهيو آهيان. جيتوڻيڪ اُداس رهڻ جو ڪوبه ڪارڻ ڪونهي. اڄ جي شام جيڪڏهن پدما ساڻ نه رهي آهي، ته اُها ڪا وڏي ڳالهه ناهي.

مان ڀيرين ڀيل پوري ڪائيندس ۽ پوءِ آئسڪريم. پوءِ جيستائين تارا آسمان ۾ ايندا، تيستائين ٿڌي ريتيءَ تي ليٽيو آسمان ڏانهن نهاريندس. خالي خالي

آسمان ڏانهن نهارڻ وڻندو اٿم. شايد آسمان ان ڪري به وڻندو اٿم، جو ان ۾ ماڻهن جي پيڙ نه رهندي آهي. شايد مون کي ماڻهن کان نفرت آهي. نه، نفرت مان نٿو ڪري سگهان. ليڪن انهن سان سان پيار به نٿو ڪري سگهان.

اوهه! پيل پوري ۽ آئسڪريم کائي پيٽ بلڪل پرجي ويو اٿم. ماڻهن جي پيڙ کان ٽٽي ۽ انهن جي خيال جي ڇهاءُ کان به ڇٽي مان هڪ خالي جڳهه تي ويهان ٿو. آسمان ۾ تارا اُڃا نه آيا آهن. جيتوڻيڪ اوندهه ڇانئجڻ لڳي آهي. رات کي اچڻ جو سنگل ملي چڪو آهي.

هڪ طرف هڪ جوڙو ويٺل آهي. مرد جي ٻانهن عورت جي ڪلهي ۾ ويڙهيل آهي. هو پاڻ ۾ ڪي ڳالهيون ڪري رهيا آهن. اتي مان ۽ پدما هجون ها ته؟ ڇڏ هن کي ياد به ڪرڻو ناهي. نه آئي، ته ياد به ڇو ٿي اچي؟

ڪجهه ڪجهه وڇوٽي تي، الڳ الڳ جوڙا ويٺا آهن، جيڪي پنهنجو پاڻ ۾ گم آهن. آسپاس جي پيڙ سان ڪوبه واسطو نه اٿن. پوءِ مان ڇو آسپاس جي پيڙ لاءِ سوچي رهيو آهيان؟ مون لاءِ اها پيڙ ڇو ٿي معنيٰ رکي؟ ڇو اُن پيڙ کي اهميت ڏيان؟

ريسٽارنٽ جي ديوار تي لڳل جپاني عورت جو ڪئلينڊر منهنجي اکين آڏو ڪڙو ٿي ويو آهي. ڄڻ ان ڪئلينڊر مان جپاني عورت نڪري اچي منهنجي پر ۾، مون سان گڏ ربتيءَ تي ويٺي آهي. ڦٽل چهرو، پوريون ساريون اکيون. اندر بيٺل نڪ ۽ ڪجهه اپريل سينو ڪافي آهن. مون کي ڄڻ ساٿي ملي ويو آهي. منهنجي اڪيلائي ڄڻ ڪنجي ويئي آهي. وقت ڄڻ گذري ويندو.

ڪئلينڊر واري جپاني عورت، جيڪا پهرين مون کي بلڪل اٽريڪٽو نٿي لڳي، اُن جي ياد هينئر ڇو ٿي اچيم؟ ۽ هينئر اڪيلائپ جو احساس ڇو نه ٿو ٿوڙي؟

گهر.ڏانهن واپس موٽندي جيڪڏهن دلال وري گڏجندو، ته پڇندو سانس ’ڇا تنهنجي هٿ ۾ ڪا جپاني ڇوڪري ڪانهي؟‘



# توهين عدالت

محمد علي مهر

يارو ڪانسٽيبل ليسڻ ۾ پيل چئوٽي تيل ڏهين جي نوٽ کي حسرت سان ڏٺو ۽ پوءِ موٽر سائيڪل سوار نوجوانن کي آهستي چيو، ”بابلا، مين تُساکون چوڙ تہ ڏيوان پر صاحب اسان والا وڏا بلهہ زير هئي. ڪانءَ دي اک هئيس، خبر پئي ڳيس تہ ميڏي ٻچي ٻير تي چاڙهہ چوڙسي.“

ڪيس ائين چوڪرن سان ڪچهري ڪندو ڏسي پريان بيٺل هيڊ ڪانسٽيبل پير بخش کان رهيو نہ ٿيو، تنهن دانهن ڪيس.

”اڙي هاڻي ڇڏ پچر انهن لونڊڙن جي، وجي گاڏي جهل، ماڻهين نڪتي ٿي وجئي.“ يارو، تڙ تکڙ ۾ ليسڻ چوڪرن کي موٽائڻ جي ڪئي تہ ڏهين جو نوٽ وجي پَٽ پيو. هيڊ ڪانسٽيبل نوٽ کي ڪرندو ڏسي ورتو سو وڏي اچي نوٽ تي ائين پير رکي بيهي رهيو جڻ ڪيس خبر ئي ڪانہ هجي تہ بُوٽ هيٺان ڪو نوٽ اچي ويو اٿس. ياروءَ اهو سڄو لقاءُ ڏسي ورتو پر ڪري ڪجهہ ڪونہ سگهيو، سو پوٽ نئين وياپل ڪنيءَ وانگر ڪري پڳو روڊ ڏانهن، جتي هڪڙي اچي رنگ جي وڏي ڪار بنان بيهڻ جي نڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي.

هو روڊ تي پهچي، آهستي تيل ڪار جي اڳيان اچي بيٺو ۽ ٻنهي ٻانهن کي ائين هيٺ مٿي جهٽڪا ڏيڻ لڳو جڻ ڪا پَرَ ڪٽيل پنپوري اڏامڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي هجي.

پير بخش، ياروءَ کي ائين ڪنيڙاتيون هٽندو ڏٺو تہ سندس مختصر وجود ۽ غير معمولي وڏين مُڇن جي ڪري، يارو ڪيس انهيءَ مچر وانگر لڳو جنهن صبح جو ليٽرين ۾ ڪيس ويهڪ واري جاءِ تي چڪ پائي روڙا ڪري ڇڏيا هئا. هُن، نموني سان ڪن تي رکيل پينسل هيٺ ڪيرائي، پوءِ ان کي ڪڻڻ جي بهاني، ڏهين جو نوٽ ڪٽي پنهنجي ڪيسي ۾ منتقل ڪري ڇڏيو ۽ چوڪرن کي گولي ٿي وڃڻ جو اشارو ڪيو.

ڪار ياروءَ جي بلڪل اڳيان اچي بيهي رهي ته ونڊ اسڪرين مان نظر آيس ته ڊرانبونگ سيٽ تي ڪا عورت ويٺل هئي.
در کولي هيٺ ٿي ته ياروءَ ڏٺو ته هوءَ قدآور ۽ نهايت خوبصورت هئي. وهي ڪاني هلي هئي پر اجان منهن ۾ نيمڪ هوس. ياروءَ کي خيال آيو ته ٻهراڙيءَ ۾ هجي ته جيڪر اڄ ٻه خون ڪرائي.
"ڪيا مصيبت هئي؟" عورت ڪاوڙ ۾ پڇيس.
ياٰرو اڳ ۾ ئي مائيءَ جي شخصيت جي رعب هيٺان دٻجي چڪو هيو. دڙڪو ٻڌي ويتر سندس هوش جواب ڏئي ويو. ڳيت ڏيندي وراڻيائين.
"مصيبت ته ڪانهي بابا. باقي اڄ روٽين چيڪنگ هو رها هئي. صاحب گاڏيون کي ڪاغذ چيڪ ڪرتا هئي."
"ڪڌر هئي تمهارا صاحب؟" مائي وري ڏڏڪي ڏنس.
يارو، جنهنکي هاٽي باقاعدي ڏڪٽي پئجي وئي هئي. وڏيڪ ڪونه ڪڇيو ۽ هٿ سان اُن طرف اشارو ڪيو جتي حاجي رحمت الله، نائب مختيارڪار، ميز ڪرسي وجهي گاڏين جا ڪاغذ چيڪ ڪري رهيو هيو.
ضيائي مارشل لا جو دؤر هيو، سختي وڌي وئي هئي. سو حاجي صاحب به مليل اختيارن موجب اچي روڊ جي پرسان، تڏي تي ڏنڊ هڻڻ واري ڪورٽ هنئي هئي، جنهن جو نشانو گهڻو تڻو موٽر سائيڪلي چوڪرا ئي هئا.
عورت ڪنڌ ورائي ڏٺو. حاجي تي نظر پيس ته منهن تي حقارت تري آيس.
حاجي رحمت الله قد ۾ ڪجهه ڪَسُ ڪائي ويو هيو پر ٻُت ۾ ڀريل هئو ۽ رنگ پڪو هئس. وري هاٽي جڏهن ڪان باري تعاليٰ جي ڪرم نوازيءَ سان حج جي سعادت ماٽي موٽيو هيو ته سونهاري به ڇڏي هئائين جيڪا اجان ڏيڊ مُٺ جي ڪانه ٿي هئي. هونءَ ته ڪٽي زماني جو ماٺهو هو پر حج تان موٽڻ ڪان پوءِ ٽپ آنيست ٿي پيو هيو. جنهن ڪري پنهنجي بالا آفيسرن جي نظرن ۾ پڻ فوراً ڪري پيو هيو. صبح شام مٿين جي ڦِٽ لعنت جي ڪري چهري تي يتيميءَ جو اهڙو تاثر پئدا ٿي پيو هوس، جنهن سندس شخصيت جو رعب ئي ختم ڪري ڇڏيو هيو.
عورت کي حاجي رحمت الله، مئجسٽريٽ ڪان وڌيڪ ڪنهن آفيس جو نائب قاصد لڳو. هوءَ وڌي آئي حاجيءَ ڏانهن، جيڪو روڊ جي پر ۾ ڪورٽ لاتيون ويٺو هيو.

سياري جي منڍ هئي ۽ حاجي صاحب ڪراڙو مڙس، سو ميز اچي کُلي آسمان هيٺان ٽِڙڪي تي وجهائي هئائين. پر جيئن جيئن ڏينهن چڙهندو ٿي ويو تيئن تيئن ڏينهن ۾ تپش پئي ايندي وئي. حاجيءَ، پنهنجي ڪراڪلي ٽُپي لاهي، پنهنجي گنجي مٿي کي رومال سان خشڪ ڪيو. اُس هاٿي ڪاٽڻ لڳي هئي، سوچيائين تہ ميز ڪرسي ڪٽائي پر واري وڻ هيٺان رکائي پر پوءِ مائيءَ کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي پروگرام في الحال ملتوي ڪري ڇڏيائين.

”ڪيون خواه مخواه لوگون ڪو تنگ ڪر رهي هو؟“ عورت ويجهو اچي چيس، ”ڪيون روڪا هئي؟“

”آپ ناراض نہ هون مائي بابا!“ حاجي ٿڌي نموني وراڻيس، ”روٽين چيڪنگ هو رهي هي.“

’مائي‘ جو لفظ ٻڌي مائيءَ جو منهن تامٽي ڏئي ويو.

”تميز نهين هئي تمهين!“ عورت جارحانہ لهجي ۾ چيو. ”مين تمهاري نوڪراني هون جو مجهي مائي ڪهتي هو. دو ٽڪي ڪي آدمي، تمهين همت ڪيسي هوئي ميري گاڙي روڪني ڪي. جانتي هو مين ڪون هون.“

حاجي عورت جون ڳالهيون ٻڌي في الحال تہ اندر ۾ ڏڪي ويو، پر پوءِ جڏهن ڪيس ياد آيو تہ روزي الله باري تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي تہ ڪيس لڳو تہ جڻ سندس دل ايمان جي روشنيءَ سان منور ٿي وئي هجي. آواز ۾ ڪڙڪو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين.

”آپ سرپر دوپٽہ لين اور تميز سي بات ڪرين. آپ ڪو پتا نهين ڪہ يہ عدالت لگي هوئي هئي. آپ ڪاغذات چيڪ ڪرائين اور جائين.“

”هون! عدالت!!“. عورت جي وات مان اصل گِگ پئي ڳڙي. ”تم ڪون هوتي هو مجهي دوپٽي ڪي باري ۾ ڪهني والي. تم لوگ چلي آتي هو انٽيريئر سي همين تميز سڪاني. خود ڪو پتہ نهين هوتا ڪہ تمهاري پيٺ پيڇي تمهاري عورتين ڪِس ڪِس ڪي بغلون مين پڙي هوتي هين.“

”مائي!“ حاجي رحمت الله کي باقاعدي ڪاوڙ اچي وئي سو رڙ ڪيائين: ”تمهين مين ني بتايا هي ڪہ يہ عدالت لگي هوئي هئي. تم زياده بات نهين ڪرو ورنہ تم پر توهينِ عدالت ڪا ڪيس بن جائيگا. ڪاغذات چيڪ ڪرائو اور جائو.“

”ڪيا ڪرليگي تمهاري عدالت ميرا؟“ عورت پرس مان هڪڙو ڪارڊ ڪڍي

حاجيءَ جي اڳيان ميز تي اڇليو. ”پهلي يہ ڪارڊ ديکو ڦر مزيد بات ڪرو.“

حاجيءَ ڪارڊ تي نظر ئي نہ وڌي. ’جهيڙو تہ جهيڙو. ماشاءَالله. روزي رب جي وس آ. ڏنو ويندو.‘ اهو سوچي هُن پير بخش هيڊ ڪانسٽيبل کي سڏي چيو.

”مائي جي گاڏي هتي بيهاريو ۽ ڪنهن رڪشا ٽيڪسيءَ ۾ ويهاري چلتو ڪيوس تہ مان ڏسان.“

هيڊ ڪانسٽيبل اهو سڄو لقاءُ پريان بيٺي ڏٺو، سو حاجيءَ کي ڪنَ ۾ سرڳوشيون ڪيائين:

”سائين ڳالهہ ڳچيءَ ۾ نہ پئجي وڃي. وڌيڪ جيئن توهان جو حڪم.“

”اڙي ها ها، تون چنل آن.“ حاجيءَ چيس، ”ڦاٽي روانو ڪرينس تہ وڃي مالڪن کي رسي. پوءِ جيڪو آڱوٺو پٽرائڻو ٿس، سو پٽرائي!“

پير بخش، بڪ شڪ ڪندڙ مائيءَ کي ٽيڪسيءَ ۾ ويهاري روانو ڪرڻ ڪانپوءِ يارؤ کي ويجهو اچي چيو، ”ابا، حاجي صاحب سمجهہ تہ ڪلهہ مري ويو.“

”ياروءَ کي پير بخش تي اچان ڪاوڙ هئي سو اهو غُصو مانيءَ مان ڪڍيائين.

”حاجي صاحب ڪالهہ مري ويو جو، جڻ اينهن بد پيچي رن ڊي پيو دي باچا هي هئي.“

حاجي رحمت الله فوري طور تي ڪورٽ ڊسمس ڪئي ۽ آفيس پهچي عورت جي ڪارڊ تي ڏنل ايڊريس تي فوري تعميل لاءِ هيٺيون نوٽيس جاري ڪيو.

مسز ريحانہ حق نواز

معرفت بريگيڊيئر حق نواز

مارشل لا هيڊ ڪوارٽر زون سي،

ڪراچي.

جيئن تہ توهان اڄ هيٺ صحيح ڪندڙ جي سربراهيءَ ۾ هلندڙ ڪورٽ ۾ دنگو فساد ڪيو آهي ۽ ڪورٽ سان تعاون ڪرڻ ۾ انڪار ڪرڻ جي ڏوهہ جون مرتڪب ٿيون آهيون. تنهن ڪري ٽن ڏينهن جي اندر ڪورٽ ۾ حاضر ٿي وجوهہ ڄاڻايو تہ ڇو نہ توهانجي خلاف توهينِ عدالت جي ڏوهہ ۾ قانوني ڪارروائي ڪئي وڃي.

حاجي رحمت الله

نائب مختيارڪار، ديهہ.....

ڪراچي.

سچو ڏينهن معمول مطابق ڪم ڪري شام جو گهر آيو.

رات جي مانيءَ ۾ جوٽس دستور موجب، دال جو ڪنو چاڙهيو هيو. جڏهن کان حج تان موٽي اچي 'آنيسٽ' ٿيو هيو تڏهن کان جوٽس، صبح شام ڪين جو بهانو ڪري، دال جي ڪِي باهه ٻاري ڏني هئي ته من حاجي وري راهِ راست تي اچي ۽ وري سندن موجن وارا ڏينهن موٽي اچن پر حاجي جي پرن تي پاڻي ئي ڪونه پيو هيو.

ماني کائي اجان ڇيلهه مَسَ سڌي ڪيائين ته فون جي گهنٽي وڳي.

"اڙي حاجي، خداءِ جي مار پوينئي. هي ڪهڙو ڪلور ڪيو ائٿي وري!" فون کنيائين ته لائين تي مختيارڪار جو گهٻرايل آواز ٻڌڻ ۾ آيس. "اڙي توکي ته ڪٿي خداءِ ايمان ڏنو آهي پر اسانکي ڪهڙي ڏوهه ۾ تو مارائين؟ پنهنجي ۽ اسانجي نوڪري تيل ڪرائٿي ائٿي ته ميان سنئون سڌو ٻڌاءِ!"

حاجي ۽ مختيارڪار هڪٻئي کي ڪلارڪي وارن ڏينهن کان سڃاڻيندا هئا ۽ ڪي قدر فري هئڻ سان گڏوگڏ هڪٻئي جي رڳ رڳ کان پڻ واقف هئا. مختيارڪار جو گهٻرايل آواز ٻڌي حاجي سُر کي سمجهي ويو پر پوءِ به تجاهلِ عارفانه کان ڪم وٺندي چيائينس:

"سائين خير ته آهي، صفا ٻاهوڙيا پيا آهيو، ٿيو ڇاهي نيٺ؟"

"اڙي حاجي، خداءِ جي ڪا مارَ پوندئي. پڇين ٿو ته ٿيو ڇاهي، اڙي. خبر ائٿي ته اها مائي آهي ڪير، جنهنکي تو نوٽيس سَروَ ڪرايو آ."

"خبر نه هجي ها ته نوٽيس گهر ڪيئن وڃي نڪريس هان!" حاجيءَ مزو وٺندي چيس.

"اڙي ميان اهو نوٽيس هاڻي جو هاڻ وِت ڊرا ڪراءِ. ڇو اچي سيني جو دشمن ٿيو آن!"

"سائين، نوٽيس ته ود ڊرا ڪونه ٿيندو." حاجي پڪي لهجي ۾ ورندي ڏنس.

"اڙي تون آهين ڇا ميان. ٽڪي جو هيڊ مُنشي!" مختيارڪارِ مچرجي پيو، "ڪِول وانگر چپٽي تي مهٽي اچليندئي. پيٺ ائٿي ته ڊي سي صاحب ڪيڏو،

ڪاوڙيو وينو اٿئي. مس ٿڏو ڪيو اٿمانس. مٿان وري ڪؤنسيو بہ فوجين سان آهين. پنهنجي تي چڙهيا تہ سنهي ٻُهہ مان ڪڍي ڇڏيندئي."

"سائين توهان ڇُتل آهيو." حاجي ايمان جي سلامتيءَ سان هيو، تنهن ڪري اطمينان سان ورندي ڏنائين.

"ميان پاڻ چاڻ، مان صاحب کي ٻڌايان ٿو تہ اسانکي تہ تو ڪنگهيو بہ ڪونہ. وڏيڪ منهن بہ پاڻ ئي ڏجانءِ." اهو چئي مختيارڪار ڪاوڙ ۾ فون بند ڪري ڇڏي.

حاجيءَ فون رکي وڏي اوگرائي ڏني. اجوڪي دال 'پينسان' ڪيس گيس ڪري وڏي هئي.

ڏهہ پندرهن منٽ ئي مس گذريا تہ ٻي. سيءَ جي فون آيس. صاحب پهريائين ٿڌي نموني، پوءِ جڏهن حاجي صفا گهہُ ڪري ويهي رهيو تہ دڙڪي ڏوئس وسيلي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيس. حاجيءَ نپ انڪار ڪري ڇڏيو.

ٻئي ڏينهن، وقفي وقفي سان، مختلف سول ۽ فوجي آفيسر، حاجيءَ کي Contempt نوٽيس ود ڊرا ڪرائڻ لاءِ مختلف ذريعن سان زور ڀريندا رهيا پر حاجي جيڪو تازو حج جي سعادت ماڻي موٽيو هيو ۽ اجان ايمان جي سلامتيءَ سان هيو، پنهنجي ضد تي قائم رهيو ۽ دل ۾ پڪو پَهہ ڪري ڇڏيائين تہ ڇا بہ ٿي پوي انصاف جا تقاضا ضرور پورا ڪبا ۽ عدليہ جي وقار کي ڌڪ لڳڻ نہ ڏبو.

شام جو ڪمشنر، ماڻهو موڪلي کيس بنگلي تي سڏايو جتي ٻين آفيسرن سان گڏوگڏ اُن عورت جو مڙس بريگيڊيئر صاحب بہ موجود هيو. سيني گڏجي حاجي رحمت الله کي نتيجن کان آگاهہ ڪيو ۽ کيس معاملو لئي مٿي ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. جنهن جي جواب ۾ حاجيءَ، کين مختلف قانونن سان گڏوگڏ قرآن شريف ۽ حديثن جي حوالي سان سفارش جي لعنت ۽ ڏوهيءَ کي بيڏوهي ۽ بيڏوهيءَ کي ڏوهي قرار ڏيڻ واري معاملي جي سنگينيءَ کان آگاهہ ڪيو ۽ مٿن واضح ڪيو تہ ڪيس کُلي ڪورٽ ۾ هلايو ويندو ۽ جيڪڏهن مائي نِردوش ثابت ٿي تہ ڪيس باعزت بري ڪبو، پر جي ڏوهہ مٿس بيٺو تہ کيس قرار واقعي سزا، جنهن ۾ قيد يا ڏنڊ يا ٻئي سزائون، شامل آهن، ڏجي تہ جيئن ٻيا عبرت حاصل ڪن ۽ ٻيهر ڪنهن کي بہ ڪورٽ سڳوريءَ جي توهين ڪرڻ جي همت نہ ٿئي.

انهيءَ سموري عرصي ۾ ڪمشنر بلڪل نہ ڪڇيو. جڏهن پيڻ سيڻي جي وچڻ ڪانپوءِ حاجيءَ بہ ڪانئس اجازت گهري تہ هن بنان ڪجهہ چوڻ جي معنيٰ خيز انداز ۾ مشڪي سندس پٺي ٺپي.

رات جو حاجي صاحب جي گهر بہ فوجي آفيسر پهتا، جن مان هڪڙو ڪيپٽن ۽ ٻيو ميجر هيو. هنن حاجيءَ کي مارشل لا انتظاميہ جو نياپو ڏنو، جنهن جو تت هيو تہ: سياڻي ڪيس هلائڻ مهل، حاجي ان پهلو تي بہ غور ڪري تہ مارشل لا انتظاميہ ڪنهن بہ اهڙي فعل کي پسنديدگيءَ جي نظر سان نہ ڏسندي جنهن مان فوجي حڪومت يا انجي اهل ڪارن تي حرف اچي ۽ جيڪڏهن ڪنهن بہ ماڻهوءَ اهڙي ڪا ڪوشش ڪئي تہ ان کي فوجي حڪومت خلاف بغاوت تصور ڪيو ويندو.

حاجيءَ هنن جون ڳالهيون غور سان ٻڌيون ۽ پوءِ کين چيو:

"سائين توهان تڪليف ڪري آيا. وڏي مهرباني. سياڻي، جڏهن اهو ڪيس Take up ڪبو تہ توهانجون ڳالهيون ضرور غور هيٺ آڻبيون، پر، انشاءالله العظيم، فيصلو ميرٽ تي ڪبو. توهان يلي وچي پنهنجي مٿين صاحبن کي آٿت ڏيو تہ ناانصافي نہ ٿيندي."

فوجي آفيسر، وٽانئس سخت ناخوش ٿي موٽيا.

اهو فيصلو ڪرڻ ڪانپوءِ تہ ڇا بہ ٿي پوي مائيءَ کي سيڪت ضرور ڏبي ۽ سندس مٿي مان مارشل لا جي مڳي ضرور ڪڍبي، حاجي صاحب کي ڏاڍي سٺي ننڊ آئي.

ٻئي ڏينهن آفيس پهتو تہ ڏٺائين تہ مائي استاف ڪار ۾ ڪورٽ جي احاطي ۾ موجود هئي ۽ سندس گاڏيءَ جي پرسان اُپي تير جي نمبر واري جيپ جي آسپاس چار پنج ملٽري پوليس وارا بيٺا هئا. حاجي کي لڳو تہ جهيڙو ضرور ٿيندو.

'ديکا جائيگا' حاجيءَ کي ڪمشنر واري ٽپڪي ياد آئي تہ وڏي آٿت مليس.

هو اجان آفيس پهچي، پنهنجي ڪرسيءَ ۾ ويٺو ئي ڪونہ تہ دروازي مان مائي اندر داخل ٿي. سندس وار وڪريل هئا ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويون هئس. ٻن ڏينهن ۾ ئي سندس چهرو ڪومائجي ويو هو. وڃ وانگر وراڪا ڪندي آئي ۽ رڙو لاهي

حاجيءَ جي پيرن ۾ وڌائين.

”حاجي صاحب، آپ ميري باپ کي جگہ ہين، مجھہ سي بڙي غلطي هوگئي ٿيَ، خدا کي واسطي مجھي معافي ديکر اس عذاب سي ڇڙائين“ .

حاجيءَ رئو پيرن مان ڪنيو. مائيءَ جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا.

”مائي بابا، دوپٽہ سر پر لو!“ حاجيءَ رئو مٿي تي وجھندي چيس.

”نهين جج صاحب.“ مائيءَ جو آواز پرجي ويو هيو. هوءَ حاجيءَ کي ٻي ڪسيءَ جي تصوير نظر آئي. ”جب تک آپ مجھي معافي نهين دينگي، مين دوپٽا سر پر نهين لونگي.“

عورت جي اها حالت ڏسي، حاجيءَ کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ سموري مارشل لاءَ، مڪروهہ چهري واري ضيا ملعون سوڌي، اڇي مظلوم سنڌي قوم جي قدمن ۾ ڦان ڪيو هجيَ. سندس منهن تي فاتحانہ مرڪ تري آئي.

هن قلم ڪنيو ۽ فيصلو لکيو:

”هي ڪورٽ ملزمہ ريحانہ حق نواز جي غير مشروط معافي جي درخواست قبول ٿي ڪري ۽ ڪيس متنبہ ٿي ڪري تہ هو آئيندا اهڙي غير محتاط رويي کان پاسو ڪري.“

فيصلو پڙهي ٻڌائڻ مهل حاجيءَ کي هڪڙي ڪتي اوڳرائي آئي جنهن جي ڪري هو عورت جي آڏو شڪي ٿيو پر پوءِ جڏهن مائي مشڪي ڪري ائين ظاهر ڪيو ڄڻ ڪيس خبر ئي نہ پئي هجي تہ ڪيس آئت ٿي.

هن بهرحال فيصلو ڪري ورتو هو تہ دال گيس جو پرابلم ڪري رهي هئي، تنهن ڪري ان جو ڪونہ ڪو بلو ڪرڻو پوندو.



# بابا ڪچري وارو

ڪرشن چندر/ راحيله ناز

جڏهن هو اسپتال مان ٻاهر نڪتو ته هن جون ٽنگون ڪنبي رهيون هيون، هن جو سڄو بدن آلي ڪپهه جو ٺهيل ٿي لڳو. هن جي دل پنڌ ڪرڻ نه ٿي چاهيو. اتي ئي فٽ پاٿ تي ئي ويهڻ لاءِ دل پئي چيس.

قاعدي مطابق ته هن کي اڃان هڪ مهينو وڌيڪ اسپتال ۾ رهڻو هو، پر اسپتال وارن هن جي موڪل ڪري ڇڏي هئي. ساڍن ٽئن مهينن تائين هو اسپتال جي پرائيوٽ وارڊ ۾ رهيو هو ۽ ڏيڍ مهيني تائين جنرل وارڊ ۾، انهيءَ دوران اسپتال وارن هن جو هڪ گردو ڪڍي ڇڏيو هو ۽ هن جي معدي جو هڪڙو حصو وڍي معدي جي ڪم جي عمل کي درست ڪري ڇڏيو هو. اڃا هن جي دل جي ڌڙڪن صحيح نه ٿي هئي هو ته هن کي اسپتال مان وڃڻو پئجي ويو. ڇو ته ٻيا ماڻهو انتظار ڪري رهيا هئا، جن جي حالت هن کان به خراب هئي. ڊاڪٽر هن جي هٿ ۾ دوائن جو نسخو ڏئي ڇڏيو ۽ چيائينس ته "هي ٽانڪ پيءُ، طاقت واري خوراڪ کائجان. بلڪل تندرست ٿي ويندين. هاڻي تنهنجو اسپتال ۾ رهڻ ضروري ڪونهي!"

"گهر وڃ، ڪجهه ڏينهن زال خدمت ڪندئي ته بلڪل ٺيڪ ٿي ويندين!"

آهستي، لڏندڙ قدمن سان فٽ پاٿ تي هلندي هلندي هن سوچيو: گهر؟ پر منهنجو گهر آهي ڪٿي؟'

ڪجهه مهينا اڳ منهنجو گهر ضرور هو. هڪ زال به هئي، جنهن کي هڪ ٻار ڄمڻ وارو هو. هو ٻئي زال مڙس نئين مهمان جي تصور سان ئي ڪيڏا نه خوش هئا. دنيا ۾ وڌيڪ آبادي ٿيندي. پر هو ته هن ٻنهي جو پهريون ٻار هو ۽ هُن جي حيرت ۽ خوشي مان خبر ٿي پئي ته ڄڻ، اُهو ٻار دنيا جو سڀ کان پهريون ٻار هوندو!

ڏُلاري، هن جي زال، جنهن پنهنجي ٻار لاءِ تمام گهڻا خوبصورت ڪپڙا سبيا هئا ۽ اسپتال ۾ کڻي آئي هئي، هن کي ڏيکارڻ لاءِ. انهن ڪپڙن جي نرمائش تي هٿ ڦيريندي، هن کي اهو محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ هو پنهنجي ٻار کي، پنهنجي ٻانهن ۾ کڻي پيار ڪري رهيو هجي.

پر پوءِ ايندڙ ڪجهه ڏينهن ۾ گهڻو ڪجهه لُٽجي ويو. جڏهن هن جي گردي جوُ پهريون آپريشن هو تہ ڏُلاريءَ پنهنجا زيور وڪڻي ڇڏيا، ڇو تہ اُهي اهڙن موقعن لاءِ ئي تہ هوندا آهن.

ماڻهو اهو ئي سمجهن تہ زيور، عورت جي حسن کي وڌائڻ لاءِ هوندا آهن، اُهي تہ ڪنهن ٻئي جي درد جو بہ دارون ڪندا آهن. مڙس جو آپريشن، ٻار جي تعليم، ڇوڪري جي شادي، زيورن جي اها ٻئنڪ تہ انهن ئي موقعن لاءِ کلي ٿي ۽ خالي ٿي وڃي ٿي. زيور عورت جي تحويل ۾ تہ هوندا آهن پر مشڪل سان زندگيءَ ۾ پنج، ڇهہ ڀيرا زيور پائڻ جي توفيق ڪري ٿي.

گردي جي ٻئي آپريشن کان پهرين ڏُلاريءَ جو ٻار ضايع ٿي ويو، اهو تہ ٿيڻو ئي هو. دلاريءَ کي ڏينهن رات محنت جو ڪرڻي ٿي پيئي. اهو خطرو تہ سڀ کان پهرين موجود هو. سڀ کو چوندو هو تہ ڏُلاريءَ جو سونهري بدن اهڙي سخت محنت لاءِ تہ ڪونہ ناهيو ويو آهي، انهي ڪري اهو دانا ٻار وچ ۾ ئي ڪٿي اٽڪي پيو هو. مناسب حالتون نہ ڏسي ۽ ماءُ پيءُ جي خراب حالت ڏسي، هن پيدا ٿيڻ ئي مناسب نہ سمجهيو. ڪيترا ٻار اهڙا ئي عقل وارا هوندا آهن! دلاري ڪيترن ئي ڏينهن تائين اسپتال نہ اچي سگهي ۽ جڏهن هن اچي اها خبر ڏنس تہ هو ڪيتري قدر رُنو هو! جيڪڏهن هن کي خبر هجي ها تہ اڳتي هلي هن کي ان کان وڌيڪ روئڻو پوندو، تہ هو هن حادثي تي روئڻ بجاءِ خوشي جو اظهار ڪري ها.

گردي جي ٻئي آپريشن کان پوءِ هن جي نوڪري ختم ٿي وئي. ڊگهي بيماريءَ ۾ ائين ئي ٿو ٿئي. ڪير ڪيستائين ٿو انتظار ڪري سگهي؟ بيماري انسان جو پنهنجو ذاتي معاملو آهي، ان ڪري جيڪڏهن انسان چاهي تہ هن جي نوڪري قائم رهي تہ هن کي گهڻي دير بيمار نہ رهڻ کپي. انسان مشين وانگر آهي، جيڪڏهن ڪا مشين گهڻي عرصي لاءِ خراب هجي تہ هن کي ڪڻي هڪ پاسي رکيو ٿو وڃي ۽ ان جي جاءِ تي نئين مشين اچي ٿي وڃي. ڇو تہ ڪم روڪي نٿو سگهجي. بزنس بند نٿو ڪري سگهجي ۽ وقت بيهي نٿو سگهي. ان ڪري جڏهن

هن کي خبر پئي تہ هن جي نوڪري بہ وئي هلي تہ هن کي شديد ڌڪ لڳو. هن کي محسوس ٿيو تہ ڄڻ هن جو پيو گردو بہ ڪڍيو ويو آهي. هن ڌڪ سان هن جا ڳوڙها بہ سڪي ويا. اصلي ۽ وڏي مصيبت ۾ ڳوڙها بہ نٿا نڪرن. هن محسوس ڪيو تہ سندس دل اندر هڪ خال آهي، زمين قدمن هيٺان کسڪندي محسوس ٿي ۽ رڳن ۾ خون جي جاءِ تي خوف ڊوڙندو ٿو محسوس ٿئي.

ڪيترن ئي ڏينهن تائين هو اينديڙ زندگيءَ جي خوف ۽ دهشت جي ڪري سمهي نہ سگهيو هو. ڊگهي بيماري جا خرچ بہ ڊگها ٿين ٿا. آهستي آهستي گهر جون سڀ قيمتي شيون وڪامجي ويون، پر ڏُلاريءَ همت نہ هاري. هن ساڍن ڇئن مهينن تائين پنهنجي مڙس کي پرائيويٽ وارڊ ۾ رکيو. هن جو بهترين علاج ڪرايائين. پنهنجي گهر جي هڪ هڪ شئي وڪڻي ڇڏيائين ۽ آخر ۾ نوڪري بہ ڪيائين. هو هڪ فرم ۾ نوڪري ڪرڻ لڳي هئي ۽ هڪ ڏينهن پنهنجي فرم جي مالڪ کي ساڻ ڪري اسپتال بہ آئي هئي، هو سنهڙو، ڊگهي قد ۽ وڏي عمر جو شرميلو ماڻهو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. گهڻ ڳالهائڻ ۽ منهن مرڪ وارو. صورت شڪل سان هو ڪنهن وڏي فرم جو مالڪ هجڻ بدران ڪتابن جي ڪنهن دُڪان جو مالڪ ٿي لڳو. ڏلاري هن جي فرم ۾ ٻن سون روپين جي عيوض نوڪري ڪئي هئي. ڇو تہ هو گهڻو پڙهيل لکيل نہ هئي، ان ڪري هن جو ڪم لفافن تي ٽڪليون لڳائڻ هو.

”هيءَ تہ ڏاڍو سولو ڪم آهي“ ڏُلاريءَ جي مڙس چيو.

فرم جو باس چوڻ لڳو ”ڪم تہ آسان آهي پر جنهن ڏينهن پنج ڇهہ سو خطن تي ٽڪليون لڳائڻيون پون تہ ان طرح جو ڪم جيڪو بظاهر آسان آهي، ڏاڍو گهڻو مشڪل ٿيو پوي!“

ڏُلاري مرڪي چيو، ”واقعي، مان ڏاڍو ٿڪجي پوندي آهيان!“

فرم جي باس هن کي چيو: ”تون ٺيڪ ٿي تہ پوءِ تون پنهنجي زال جي بدران ٽڪليون لڳائڻ جو ڪم ڪجان، آئون اهو ڪم توکي ڏئي ڇڏيندس!“

جڏهن فرم جو باس وڃڻ لڳو تہ دلاري بہ هن سان گڏ هلي وئي. هن محسوس ڪيو تہ دلاريءَ جي قدمن جي آواز ۾، عجيب خوداعتمادي آهي. هن جو بدن ڪنهن گل واري ٽاريءَ جيان لڏي رهيو آهي. ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ وقت باس، دلاريءَ لاءِ هڪ هٿ سان دروازو کوليو ۽ پوءِ ادب سان دلاريءَ کي دروازي کان ٻاهر وڃڻ جي دعوت ڏيندي، ٿورو جهڪيو ۽ هڪ لمحي لاءِ هن جو پيو هٿ

دلاريءَ جي چيلهه تي وجي پيو. ۽ دلاري جي مڙس کي فرم جي باس جي پهرين هٿ جي حرکت ته وڻي، پر ٻئي هٿ جي حرڪت نه وڻي. پر پوءِ هن پنهنجي دل کي اهو چئي سمجهايو ته ڪڏهن ڪڏهن هڪڙو هٿ جيڪو ڪم ڪري ٿو. انهيءَ جي ٻئي هٿ کي خبر نٿي پوي. ۽ اهو به ٿي سگهي ٿو ته هن جي اکين کي دوکو ٿيو هجي. رڳو هڪ وهم. ان ڪري هن مطمئن ٿي اکيون پوري ڇڏيون ۽ نرم نرم ويهاڻي تي مٿو رکي گلوڪوز جي انجيڪشن لڳڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. هن جو ٿيون آپريشن اسپتال جي جنرل وارڊ ۾ ٿيو هو. ان وقت تائين دُلاري فرم جي باس سان گڏ دارجلنگ وجي چڪي هئي. آخر ڪير ڪيستائين صبر ٿو ڪري سگهي! زندگي ڏاڍي مختصر آهي ۽ زندگي جي بهار ان کان به مختصر ٿئي ٿي. جڏهن جذبا آواز ڏين ٿا ۽ اکين ۾ چنڊ لهي پوي ٿو، جڏهن آڱرين ۾ باهه جو ساهه محسوس ٿئي ٿو ۽ سيني اندر مٺو درد جاڳي ٿو، جڏهن چميون پنورن جيان لبن جي پنکڙين تي ڪرن ٿيون ۽ ڇاتيءَ تي ڪنهن جي گرم گرم ساهن جي گرمي ٿي محسوس ٿئي. اهڙي صورتحال ۾ ڪير ڪيستائين فينائيل ۽ پيشاب جي بدبوءِ سونگهي، ڪانگهارن ۽ رت جو رنگ ڏسي، موت جي دروازي تائين ويندڙ ۽ ايندڙ سڏڪا ٻڌي؟ آخر قوت برداشت جي به هڪ حد هوندي آهي. ۽ ويهه ورهين ڇوڪريءَ جي قوت برداشت به ڇا؟ جنهن جي شادي کي اڃا به سال به مس ٿيا هئا ۽ جنهن پنهنجي مڙس سان گڏ مصيبتن ۽ آزمائشن ڪانسواءِ ڪجهه به نه ڏٺو هجي! ۽ جيڪڏهن هو پنهنجي سپنن جي ڏور سان ٻڌل دارجلنگ هلي وجي، ته اُن ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهه؟ هو ان منزل تان گذري چڪو هو. سو هو ڪنهن کي قصوروار ڇو ڪري؟. هن تي اينترا ڏک هنيا ويا هئا جو هو بلڪل ڇربو ٿي پيو. بلڪل ويراني ۾ اچي ويو. هو بلڪل وائڙو ٿي ويو هو. هاڻي هن جي مصيبت ۽ تڪليف ۾ ڪنهن به طرح جو ڪو جذبو يا ڳوڙهو نه رهيو هو! گهڙي گهڙي هٿوڙن جون ضربون کائي، هن جي دل لوهه جي هڪ پتري جيان.بي حس ٿي وئي هئي. ان ڪري اڄ جڏهن هن کي اسپتال مان ڪڍيو پئي ويو ته هن ڊاڪٽر کان، ڪنهن ذهني تڪليف جي شڪايت نه ڪئي هئي. هن ڊاڪٽر کي اهو نه چيو هو ته هاڻ هو اسپتال مان نڪري ڪيڏانهن وڃي؟ هاڻ هن جو ڪو به گهر نه هو، ڪا زال نه هئي، ڪو ٻار نه هو، ڪا به نوڪري نه هئي، هن جو دل خالي هئي، هن جو کيسو خالي هو ۽ هن جي آڏو هڪ اونداهو مستقبل هو. ـ

پر هن اهو سڀڪجهه ڪونہ چيو هو. هن رڳو اهو چيو هو: "ڊاڪٽر صاحب! مون کان هليو نٿو ٿئي!"

بس اها ھڪڙي حقيقت هئي جيڪا هن کي اُن وقت ياد هئي. باقي هر ڳالهہ هن جي دل تان لهي چڪي هئي وقت هلندي هلندي هو رڳو اهو محسوس ڪري رهيو هو ڄڻ هن جو جسم آلي ڪپهہ جو ٽهيل هجي. هن جي چيلهہ جي هڏي ڪنهن پراڻي ڪٺ جيان چيڪاٽ ڪري رهي هجي. اس تمام گهٽي تيز آهي؛ روشني ڪنهن تير جيان چڀي ٿي، آسمان تي هڪ ميري ۽ پيلي رنگ جو تهہ چڙهيل آهي. ماڻهن جون نظرون ڪنهن خراب رت ۽ خراب پونءِ جيان جسم سان لڳل رهجي وڃن. هن کي ٻچي وڃڻ گهرجي، ڪٿي بہ انهن ڏڳهن، الجهيل بجلي جي تارن وارن ٿنڀن ۽ ان جي وچ ۾ مليل رستن تان ڪٿي پري ٻچي وڃڻ کپي. ۽ پوءِ هن کي پنهنجي ماءُ جي ياد آئي، جيڪا مري چڪي هئي. پنهنجو پيءُ ياد آيو، جيڪو مري چڪو هو. پنهنجو ڀاءُ ياد آيو، جيڪو آفريقا ۾ هو، چ....چ....چ....، سن، سن، هڪ ٽرام هن جي ويجهو کان لنگهي. ٽرام جي بجلي جي تار کسڪندي ڄڻ هن جي جسم ۾ داخل پئي ٿي. هو سڄي ٽرام کي پنهنجي جسم اندر هلندو محسوس ڪري رهيو هجي. هن کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ هو ڪو انسان نہ هجي، بلڪہ هڪ ٽٽل، ڦٽل رستو هجي!

دير تائين هو هلندو رهيو، ڏڪندو رهيو پر هلندو رهيو. اندازي موجب اُن پاسي ڏانهن هلندو ويو، جتي ڪڏهن هن جو گهر هو. حالانڪہ هن کي خبر هئي تہ هن جو ڪوبہ گهر ڪونهي. پرهو اهو ڄاڻندي بہ اوڏانهن ئي هلندو ويو. گهر وڃڻ جي عادت کان محسور ٿي. اس ۽ ڪاڙهو تيز هئا ۽ هن جي سڄي جسم ۾ ماڪوڙيون سُري رهيون هيون ۽ هو رسو بہ وساري چڪو هو. هاڻ هن جي جسم ۾ ايتري طاقت بہ ڪانہ هئي جو هو ڪنهن مسافر کان رستو ئي پڇي ها. رڳو اها پڪا ڪري وٺي تہ هي شهر جو ڪهڙو حصو آهي. آهستي آهستي هن جي ڪنن ۾ ٽرامن ۽ بسن جو گوڙ وڌندو ويو. نگاهن ۾ ديوارون آڏيون ڦڏيون ڦرڻ لڳيون. جايون ڪِرڻ لڳيون، بجلي جا ٿنڀا هڪ ٻئي سان گڏجڻ لڳا. هن جي اکين آڏو اونداهي ۽ قدمن هيٺان ڄڻ ڪو طوفان اچي ويو هجي. هو اوچتو زمين تي ڪري پيو. جڏهن هو هوش ۾ آيو تہ رات ٿي چڪي هئي، هڪ هلڪي اونداهي چئني پاسي ڦهلجي وئي هئي. هن اکيون کولي ڏٺو تہ جنهن جاءِ تي هو ڪريو هو،

ايسٽائين هو اتي ئي ليٽيو پيو آهي. هيءَ فٽ پاٿ هڪ اهڙو موڙ هو جنهن جي پاسي ۾ ٻه طرفا پٽيون ڪنيل هيون. هڪ پٽ فٽ پاٿ سان مليل سڌي شمال ڏانهن وڃي رهي هئي: ٻي شمال کان مغرب ڏانهن، هي ٻئي پٽيون اٽڪل چار فٽن جي ويڇو هيون. هتي زيتون ۽ چمون جا وڻ هئا ۽ انهن وٽن پويان ڇا هو. اهو هن کي ان وقت ڏسڻ ۾ نٿي آيو. ٻئي پاسي مغربي پٽ جي سامهون پنجويهه، ٽيهه فٽن جو فاصلو ڇڏي هڪ پراڻي جڳهه جو پاسو هو. ٽن منزلن جي عمارت هئي. ۽ هر منزل جي پنئين پاسي هڪ دري هئي ۽ ڇهه وڏا وڏا پائپ هئا. پويون پائپ ۽ مغربي پٽ جي وچ ۾ پنجويهه، ٽيهه فٽ ويڪري هڪ وڏي گهٽي ٺهيل وئي هئي. جنهن جي ٽئين پاسي کان پٽ هئي ۽ چوٿين پاسي کان رستو هو. ڪتان پري ڪنهن پوڄا گهر جي گهنڊ، رات جا ٽي وڄايا. هو فٽ پاٿ تي ليٽي ليٽي پنهنجي ٺونٺ تي زور ڏئي ٿورو مٿي اٿيو. ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو. رستو بلڪل خالي هو، سامهون دڪان بند هيا ۽ فٽ پاٿ جي اونڌاهن پاڇن ۾ ڪٿي ڪٿي بجلي جا ڪمزور بلب ٻري رهيا هئا. چند لمحن لاءِ هن کي اها تاريڪي سٺي لڳي. چند لمحن لاءِ هن پنهنجيون اکيون بند ڪري سوچيو: ’شايد هو ڪنهن مهربان سمنڊ جي پاڻي ۾ ٻڏي رهيو هجي.‘

پر هن احساس کان هو پنهنجي پاڻ کي رڳو ڪجهه لمحن لاءِ دوکو ڏئي سگهيو. ڇو ته هن تي شدت سان بک طاري هئي. ڪجهه لمحن لاءِ خوشگوار هوا بعد هن محسوس ڪيو ته هو بکايل آهي، جڏهن کان هن جي معدي جو آپريشن ٿيو هو. هن کي بک تمام گهڻي لڳندي هئي ۽ هن سوچيو ته ڊاڪٽرن هن جي معدي جي فعل کي سجاڳ ڪري هن سان ڪنهن ٻه طرح جي ڀلائي نه ڪئي آهي. هن جي معدي اندر عجيب نموني جا وٽ ٿي پيا ۽ نسون اندر ئي اندر تڙپي تڙپي ماضي جو سوال ڪري رهيون هيون. ۽ ان وقت هن جون ناسون ڪنهن شهري انسان جي ناسن جيان نه، پر ڪنهن جهنگلي جانور جي ناسن وانگر ڪم ڪري رهيون هيون. عجيب قسم جون خوشبوئون هن جي نڪ ۾ اچي رهيون هيون، سرهاڻ جي هڪ قطار هئي جيڪا هن جي احساس تي ڦهلجي رهي هئي. ۽ حيرت جي ڳالهه اها هئي ته هو هن سرهاڻ جي قطار جي هڪ هڪ سُر جو الڳ الڳ وجود سڃاڻي ٿي سگهيو. هيءَ چمونءَ جي خوشبو آهي، هيءَ زيتون جي، هتي رات جي راڻي جي گلن جي، هيءَ تيل ۾ تريل پورين جي، هي بصر ۽ ٿوم ۾ داغ ڪيل پٽاٽن جي،

هي موري جي، هي ٽماٽن جي، هي ڪنهن سڙيل ڳريل فروٽ جي، هي پيشاب جي، هي پاڻيءَ ۾ پسيل مٽي جي، هو هر خوشبوءَ جي نوعيت، شدت، پاسي ۽ فاصلن تائين جو اندازو لڳائي ٿي سگهيو. هڪدم هن کي هي احساس به ٿيو ۽ هو ان ڳالهه تي شڪيو به ته ڪنهن طريقي سان ٻُڪ، هن جي لڪل طاقت کي سجاڳ ڪيو آهي، پر هن امر تي غور ڪرڻ ڇڏي ان پاسي ڪسڪڻ شروع ڪيو، جتان هن کي پٽل جي خوشبو، تيل ۾ تريل پورين ۽ ٿوم جو داغ ڪيل پٽاٽن جي خوشبو آئي هئي. هو آهستي آهستي گهٽي اندر رڙهڻ لڳو، ڇو ته هن پنهنجي بت ۾ هلڻ جي طاقت بلڪل نٿي محسوس ڪئي. هر پل هن کي اهو محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ هو ڪنهن گهري سمنڊ ۾ ٻڏي رهيو هجي. پوءِ هن کي ائين محسوس ٿيندو هو جيئن ڪو ڊوبي هن جي آنڊن کي پڪڙي مروٽي رهيو هجيءُ هن جي ناسن ۾ پورين ۽ پٽاٽن جي ٻک کي اپاريندڙ خوشبو آئي. ۽ هو بيقرار ٿي اڌ ڪليل اکين سان پنهنجي، بيجان جسم کي ريڙهي رهيوهو. جتان پٽاٽن ۽ پورين جي خوشبو اچي رهي هئي.

ڪجهه عرصي ڪانپوءِ جڏهن هو انهي جاءِ تي پهتو ته هن ڏٺو ته مغربي پٽ ۽ هن جي سامهون جي جاءِ جي پويان، پائيپن جي وچ ۾ پنجويهه ٽيهه فٽ جي فاصلي تي ڊگهو ڪچري جو هڪ وڏو ڪليل ٽب رکيو هو. اهو ٽب پندرهن فٽ ويڪرو هو. ۽ ٽيهه فٽ ڊگهو. ۽ ان ۾ قسمين قسمن جو گند پريل هو. ڳريل سڙيل فروٽن جون ڪلون ۽ ڊبل روٽين جا غليظ ٽڪر ۽ چانهه جي پتي. ۽ هڪ پراڻي جيڪٽ ۽ ٻارن جا پيشاب وارا رلڪا ۽ بيڊن جون ڪلون، اخبار جا ٽڪر ۽ رسالن جا ڦاٽل ورق ۽ ماڻين جا ٽڪر ۽ پلاسٽڪ جا ٽٽل رانديڪا، مٽرن جون ڪلون، ڦودني جا پن، پٽاٽن جي ڀاڄي، پورين ۽ پٽاٽن جي ڀاڄي کي ڏسي ڄڻ هن جا آنڊا ٻاهر نڪري آيا. هن چند لمحن لاءِ پنهنجا بيقرار هٿ روڪي ڇڏيا. پر ٻين خوشبو جي مقابلي ۾ هن جي ناسن ۾ ايندڙ ڪجهه ساعتن لاءِ پوري ۽ ڀاڄين جي خوشبوئن اهڙي نموني تيز ٿيندي وئي. جيئن سُرن ۾ ڪو خاص سُر هڪدم مٿي ٿي ويندو آهي ۽ هڪدم تهذيب جون آخري پٽيون به ڪري پيون ۽ هن جي ڏڪندڙ بيقرار هٿن ڪيلي جي ٽڪر کي هٿ ۾ جهلي ورتو ۽ هڪ وحشياڻي طريقي سان متاثر ٿي انهن پورين تي ٽٽي پيو. سموري ڀاڄي کائي هن ڪيلي جي پن کي بار بار چٽيو ۽ هن کي صاف ڪري ڇڏيو. ڄڻ قدرت هن کي ٺاهيو ئي ان لاءِ هو. ڪل

کي چتڻ ڪانپوءِ هن پنهنجيون آڱريون چٽيون ۽ ڏڳهن ڏڳهن ننهن ۾ پيريل پٽاٽن جي پاڇي، زبان جي ڇهنب سان ڪڍي ڪاڏي ۽ جڏهن ان مان بہ هن جي تسلي نہ ٿي تہ هن هٿ وڌائي؛ ڪچري جي ڍير کي هٿ هٽندي هن مان ڦودني جا پن ڪڍي ڪاڏا ۽ موري جا ٽڪر ۽ هڪ اڌ ٽماٽو پنهنجي وات ۾ وجهي مزي سان هن جو رس پيتو. ۽ جڏهن هن سڀ ڪجهہ کائي ورتو تہ هن جي سموري بدن ۾ ننڊ جي هڪ لهر اٿي ۽ هو اتي ئي ٽب جي ڪناري تي ئي سمهي پيو.

اٺ ڏهہ ڏينهن انهي ننڊ ۽ بيهوشي جي عالم ۾ گذاريائين. هو ڪسڪي ڪسڪي ٽب جي ويجهو ويندو هو ۽ جيڪي ڪجهہ کائڻ لاءِ ملندو هوس تہ کائي ڇڏيندو هو. ۽ جڏهن شين جي خوشبوئن جي تسڪين پوري ٿي ويندي هئي تہ بيون خراب بانسون ايرڻ ايندڀون هيون تہ هو ڪسڪي ڪسڪي ٽب ڪان فٽ پاٽ جي ڪنڌ تي هليو ويندو هو ۽ پاسي ۾ پيٽ سان ٽيڪ ڏئي سمهي پوندو هو.

پندرهن، ويهن ڏينهن بعد هوريان هوريان هن جي جسم ۾ طاقت ايرڻ لڳي. ۽ هوريان هوريان هو پنهنجي ماحول سان مانوس ٿيندو ويو. هي جڳهہ ڪيتري نہ سٽي نہ هئي، هتي اُس نہ هئي. هتي وٽن جو پاڇو هو، گهٽي ويران ۽ سنسان هئي.هتي ڪير بہ نہ ايندو هو. ڪنهن ڪنهن پاسي جي عمارت مان ڪا دري کلندي هئي ۽ ڪير هٿ ڪڍي هيٺ ٽب ۾ روزانو جو ڪچرو اڇلي ڇڏيندو هو. اهو گند ڇو ٽب جيڪو هن کي روزي رسائيندڙ هو- جيڪو هن جي ڏينهن رات جو رازق هو. هن جي زندگي جو محافظ هو. ڏينهن جو رستو هلندو هو ۽ دعائون ڪليل هونديون هيون، ماڻهو گهمندا ڦرندا هئا ، بار پکين جيان ڇهڪي رستي تان لنگهي ويندا هئا ، مايون رنگين لغڙن جيان اڏامنديون لنگهي وينديون هيون. پر هيءَ هڪ بي دنيا هئي. هن دنيا ۾ هن جو ڪوبہ علائقو نہ هو، هن دنيا ۾ هاڻ هن جو ڪير بہ نہ هو ۽ هو ڪنهن جو بہ نہ هو.هن دنيا سان هن کي نفرت هئي ۽ هن دنيا ، مان هن منهن موڙي ورتوهو. شهر جون گهٽيون، بازار ۽ رستا هن لاءِ هڪ پاڇو بڻجي چڪا هئا ۽ ان ڪان ٻاهر جو ميدان، ٻنيون ۽ کليل آسمان هڪ بي معنيٰ تصور، گهر، ڪم ڪار، زندگي، سماج، جدوجهد بي معنيٰ لفظ جيڪي ڳري سڙي هن ڪچري جي ڍير ۾ ملي، ڪچرو بڻجي چڪا هئا. هن دنيا ڪان هن منهن موڙي ورتو هو. ۽ هاڻ اها ئي هن جي دنيا هئي. پندرهن منٽ ڏڳهي ۽ اوٽيهہ فٽ ويڪري!

مهينا سال گذرندا ويا ۽ هو هن ڪنڌ تي ويهي ويهي ڪنهن پراڻي يادگار

وانگر سيپني جي نظرن ۾ مانوس ٿيندو ويو. هو ڪنهن سان به ڳالهائيندو ڪونه هو، ڪنهن کي به فيض نه رسائيندو هو، ڪنهن کان به خيرات ڪونه گهرندو هو، پر ڪنهن ڏينهن جيڪڏهن هو اتان اٿي هليو ويندو هو ته هن علائقي جي هر فرد کي هن ڳالهه تي حيرت ٿيندي هئي ۽ شايد ڪيتري قدر تڪليف به.

سڀ ماڻهو هن کي "ڪچري وارو بابا" چوندا هئا. ڇو ته اها ڳالهه سيپني کي خبر هئي ته هو ڪچري جي ٽب مان خوراڪ ڪڍي کائي ٿو ۽ جنهن ڏينهن هن کي اتان ڪجهه به نه ملندو هو. ته هو بکيو ئي سمهي پوندو هو. ورهين کان رستي تان لنگهندڙ ۽ ايراني ريسٽورنٽ وارا هن جي عادت کي سڃاڻي ويا هئا. ۽ اڪثر هنن کي جيڪي ڪجهه وڌيڪ هوندو هو، هو اهو ڪچري جي ڍير ۾ اڇلائي ڇڏيندا هئا. ۽ اڪثر ڪري عمارت جي پروارين درين مان هاڻ ڪچري کان علاوه کائڻ پيئڻ جون ٻيون شيون به موڪليون ويندي‍ون هيون. صحيح سالم پوريون تمام گهڻيون ڀاڄيون ۽ گوشت جا ٽڪر، اڌ چوسيل انب، چٽنٽي ۽ ڪباب جا ٽڪر ۽ ٻيون ڪيتريون ئي کائڻ پيئڻ جو نعمتون "ڪچري واري بابا" کي هن ٽب مان ملنديون هيون. ڪڏهن ڪو ڦاٽل پاجامو، ڪا اڌڙيل نيڪَر، ڪا ڦاٽل قميص، پلاسٽڪ جو گلاس. هيءُ ڪچري جو ٽب ڇا هو، هن لاءِ هڪ ڪليل بازار هئي. جتي هو ڏينهن ڏٺي جو سيپني جي اکين آڏو گشت ڪندو هو. جنهن دڪان جو سامان ڪپندو هو، مفت وٺندو هو. هو هن بازار جي نعمتن جو اڪيلو مالڪ هو. شروع شروع ۾ ڪجهه ٻلين ۽ خارس وارن ڪتن شديد مزاحمت ڪئي هئي. پر هن ماري ماري سيپني کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هو. ۽ هن جي حق کي سيپني تسليم ڪيو هو. مهيني ۾ هڪ دفعو ميونسپالٽي وارا ايندا هئا ۽ هن ٽب کي خالي ڪري ويندا هئا ۽ "ڪچري وارو بابا" انهن سان ڪنهن به قسم جي مزاحمت نه ڪندوهو. ڇو ته هن کي خبر هئي ته ٻئي ڏينهن اهو ٽبُ وري ساڳي نموني ڀرجڻ شروع ٿي ويندوَ ۽ هن جو اعتقاد ان ڳالهه ۾ هو ته هن دنيا مان نيڪي ختم ٿي سگهي ٿي. وفا ختم ٿي سگهي ٿي، رفاقت ختم ٿي سگهي ٿي پر دنيا مان گندگي، ڪن ڪچرو ڪڏهن به ختم نٿو ٿي سگهي. سموري دنيا کان منهن موڙي هن جيئڻ جو آخري طريقو سکي ورتو هو.

پر اها ڳالهه نه هئي ته هن کي ٻاهر جي دنيا جي خبر نه هئي، جڏهن شهر ۾ شيون مهانگائيءَ جي صورت اختيار ڪنديون هيون، ڪچري جي ٽب ۾ مٺائي

جا ٽڪر ڏسڻ ۾ نہ ايندا هئا، جڏهن ڪٺڪ مهانگي ٿي ويندي هئي تہ ڊبل روٽي جو هڪ ٽڪر بہ ڪونہ ملندو هو. جڏهن سگريٽ مهانگا ٿي ويندا هئا تہ سگريٽ جا سڙيل ٽڪر اينترا ننديا ليندا هئا جو انهن کي دڪائي نہ پي سگهندو هو. جڏهن ڀنگين هڙتال ڪئي هئي، تہ ٻن مهينن تائين هن جي ٽب جي ڪنهن بہ صفائي نہ ڪئي هئي. ڪنهن ڏينهن هن کي ٽب ۾ اينترو گوشت بہ نہ ملندو هو. جيترو حج جي عيد ڏينهن ۽ ديوالي واري ڏينهن تہ ٽب جون مختلف ڪندوڻ منائي جي ٽڪرن سان ڀريل هونديون هيون. ٻاهر جي دنيا جو ڪو حادثو يا واقعو اهڙو نہ هو جنهن جو سبب هو ڪچري جي ٽب مان دريافت نہ ڪري سگهي ها. ٻي جنگ عظيم کان وٺي عورتن جي لڪل بيمارين تائين! پر ٻاهر جي دنيا بسان هن کي ڪنهن بہ طرح جي دلچسپي نہ رهي هئي. پنجويهہ سالن تائين هو هن ڪچري واري ٽب جي پاسي ۾ ويهي پنهنجي عمر گذاريندو رهيو. ڏينهن رات، مهينا، سال، هن جي مٿي تان هوائي لهرن جيان گذرندا ويا. ۽ هن جي مٿي جا وار سُڪي ڊٺڙجي تارين جيان لڙڪڻ لڳا. هن جي ڪاري ڏاڙهي ڪچڙي بڻجي چڪي هئي. هن جي جسم جو رنگ ميرو ۽ سائو ٿيندو ٿي ويو. ۽ هو پنهنجي مضبوط ٻانهن، قاتل ڪپڙن ۽ بانس واري جسم سان رستي هلندڙ ماڻهن کي پاڻ بہ ڪچري جو ٽب نظر اچڻ لڳو. هڪ اهڙو ٽب جيڪو ڪڏهن حرڪت ڪري سگهندو هجي ۽ ڳالهائيندو بہ هجي. ڪنهن ٻئي سان نہ، رڳو پنهنجي پاڻ سان، يا وڌ کان وڌ ڪچري جي ٽب سان!

ماڻهو ڪچري واري بابا کي ڪچري جي ٽب سان ڳالهائيندي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويندا هئا. حالانڪہ ان ۾ حيران ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ ڪچري وارو بابا انهن ماڻهن کي ڪجهہ چوندو بہ نہ هو، پر هنن کي ڏسي دل ۾ ضرور سوچيندو هوندو تہ هن دنيا ۾ ڪير آهي جيڪو ڪنهن سان ڳالهائي سگهي ٿو، هن دنيا ۾ جيتري گفتگو ٿئي ٿي، انسانن جي وچ ۾ نٿي ٿئي، بلڪہ هن جي ذات ۽ ان جي ڪنهن غرض جي وچ ۾ ٿيندي آهي، ٻن دوستن جي وچ ۾ جيڪا گفتگو ٿيندي آهي اها دراصل هڪڙي قسم جي خود ڪلامي ٿيندي آهي. هيءَ دنيا هڪ تمام وڏو وسيع ڪچري جو ڍير آهي. جنهن ۾ هر شخص پنهنجي غرض جو ڪو ٽڪر، فائدي جي ڪا ڪل، يا منافعي جو ڪو ڇيڇڙو ڳولڻ لاءِ هر وقت تيار رهي ٿو. هي ماڻهو جيڪي مونکي حقير، فقير يا ذليل سمجهن ٿا. تورو پنهنجي روح جي ڪنڊ پاسي ۾ تہ جهاتي پائي ڏسن. اتي اينتري غلاظت ڀريل آهي. جتي رڳو موت جو ملائڪ ئي وڃي سگهي ٿو.

اهڙي ريت ڏينهن مٿان ڏينهن گذرندا ويا، ملڪ آزاد ٿيا، ملڪ غلام ٿيا، حڪومتون آيون، حڪومتون ويون، پر اهو ڪچري جو ٽب اتي ئي جو اُتي رهيو. ۽ هن جي پاسي ۾ ويهڻ وارو ڪچري وارو بابا اهڙي ريت بيهوشيءَ جي عالم ۾ دنيا کان منهن موڙي زبان ئي زبان ۾ ڪجهه چوندو رهيو ۽ ڪچري جي ٽب کي خالي ڪندو رهيو.

تڏهن هڪڙي رات انڌيري گلي ۾ جڏهن هو ٽب کان ڪجهه فٽن جي فاصلي تي پت سان پٺ هنيو وينو هو. هن رات جي تاريڪي ۾ هڪ خوفناڪ رڙ ٻڌي ۽ هو گهبرائجي ننڊ مان جڻ سجاڳ ٿي ويو. پوءِ هن زور جي تيز رڙ ٻڌي، ۽ پوءِ ڊوڙي ٽب ڏانهن ڀڳو، جتان رڙيون پئي آيون. ڪچري جي ٽب وٽ وڃي هن ڪجهه ڳولهيو ته هن جو هٿ ڪنهن نرم نرم گوشت سان وڃي لڳو. ۽ پوءِ هڪ زور جي رڙ فضا ۾ ابري. ڪچري واري بابا ڏٺو ٽب اندر ڊبل روٽي جا ٽڪر، انب جون کلون، پراڻن جوتن، شيشي جي ٽڪرن ۽ ٽٽل بوتلن جي وچ ۾ هڪ تازو ڇاول ٻار اگهاڙو پيو آهي ۽ پنهنجاهٿ پير لوڏي زور زور سان رڙيون پيو ڪري.

چند ساعتن تائين ڪچري وارو بابا حيرت ۾ ٻُڏل، بلڪل حيران هن ننڍڙي انسان کي ڏسندو رهيو. جيڪو پنهنجي ننڍڙي سيني جي پوري طاقت سان پنهنجي آمد جو اعلان ڪري رهيو هو. ٿورڙي دير تائين هو مات ڪري، پريشان، ڦاٿل ڦاٿل اکين سان هن منظر کي ڏسندو رهيو. پوءِ هن تيزيءَ سان اڳتي جهڪي ڪچري جي ٽب مان هن ننڍڙي معصوم ٻار کي ڪنيو ۽ سيني سان لڳايوءِ جلدي سان هن کي پنهنجي ڦاٽل ڪپڙن ۾ لڪائي ڇڏيو.

پر ٻار هن جي ڪڇ ۾ وڃي به ڪنهن طرح مات نه ٿيو. هو هن زندگيءَ ۾ نئون نئون آيو هو ۽ تڙپي تڙپي پنهنجي ٻڪ جو اعلان ڪري رهيو هو. اجا هن کي خبر نه هئي ته غريبي ڇا ٿيندي آهي، ماءُ جي ممتا ڪهڙي طرح بزدل ٿي ويندي آهي، زندگي ڪهڙي ريت حرامي ٿئي ٿي!! هو ڪهڙي ريت ميري پيڪيٽ ۽ غليظ ڪچري جي ٽب ۾ وڏي ٿي وڃي. اجا هن کي اهو سڀڪجهه معلوم نه هو. اجا هو رڳو ٻڪيو هو ۽ روئي روئي پنهنجي پيٽ تي هٿ هڻي رهيو هو ۽ ٽنگون هلائي رهيو هو. ڪچري واري بابا جي سمجهه ۾ ڪجهه نه آيو ته هو ڪيئن هن ٻار کي چپ ڪرائيندو، هن وٽ ڪجهه به نه هو. نه کير نه چوسٽي، هن کي ته ڪا لولي به ياد نه هئي. هو بيقرار ٿي ٻار کي ڪڇ ۾ ڪٽي مات ڪرائڻ لڳو. ۽ گهري نااميدي مان

رات جي اونداهيءَ ۾ چئني پاسي ڏسڻ لڳو. تہ هن وٽ هن کي ٻار لاءِ کير کڻان ٿو ملي سگهي. پر جڏهن هن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هن جلدي جلدي ڪچري جي ٽب مان انب جو ڪولو ڪڍيو ۽ اهو ٻار جي وات ۾ ڏئي ڇڏيو. اڌ کاڌل انب جو منو منو رس جڏهن ٻار جي وات ۾ وڃڻ لڳو تہ روئندڙ ٻار ماٺ ٿي ويو ۽ ماٺ ڪندي ئي ڪچري واري بابا جي ٻانهن ۾ سمهي پيو. انب جو ڪولو کسڪي زمين تي ڪريو. ۽ هاڻ ٻار هن جي ٻانهن ۾ بي خبر سمهي پيو. انب جو پيلو پيلو رس اڃا تائين هن جي چپن تي لڳل هو ۽ هن جي ننڍڙي هٿ ڪچري واري بابا جو آنگوٺو ڏاڍي زور سان جهلي ورتو هو.

هڪ لمحي لاءِ ڪچري واري بابا جي دل ۾ خيال آيو تہ هو ٻار کي اتي ئي اڇلي ڪٿي پري ڀڄي وڃي. آهستي سان هن ٻار جي هٿ مان پنهنجي آڱوٺي کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ٻار جي جهل تمام گهڻي مضبوط هئي ۽ ڪچري واري بابا کي اهو محسوس ٿيو ڄڻ زندگي هن کي وري جهلي ورتو هجي ۽ آهستي آهستي جهٽڪن سان هن کي پاڻ وٽ سڏي رهي آهي. اوچتو هن کي ڏُلاري، سندس زال جي ياد آئي ۽ اهو ٻار بہ، جيڪو هن جي سخت محنتَ ڪرڻ ڪري ضايع ٿي ويو هو. ۽ هڪدم ڪچري وارو بابا سڏڪا ڀري روئڻ لڳو. اڄ سمنڊ جي پاڻي ۾ ايترا ڦڙا نہ هئا جيترا ڳوڙها هن جي اکين ۾ هئا. ائين محسوس ٿي رهيو هو، گذريل پنجويهہ ورهين ۾ جيترو مير ۽ ڪچرو هن جي روح تي ڄمي چڪو آهي، هو هن طوفان جي هڪ ئي مرحلي ۾ صاف ٿي ويندا.

رات تائين ڪچري وارو بابا هن تازي ڄاول ٻار کي هنج ۾ کڻي بي چين ۽ بيقرار ٿي فٽ پاٿ تي چڪر هڻندو رهيو ۽ جڏهن صبح ٿيو ۽ سج نڪتو تہ ماڻهن ڏٺو تہ ڪچري وارو بابا اڄ ڪچري جي ٽب جي ويجهو وينل ڪونهي. بلڪ رستي جي پار نئين عمارت جي هيٺ ويهي سرون کٽي رهيو آهي. ۽ ان عمارت جي ويجهو گل مهر جي هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ هڪ گلن واري ڪپڙي ۾ ويڙهيل هڪ معصوم ٻار کير جي چوسڻي وات ۾ وجهي مُرڪي رهيو آهي!



## وائي

*معشوق ڏاريجو*

چڏ تون جانِ جان،
آئون گهر وڃان–
پوائنٽ متان نڪري وڃي.
مون کي جلدي آ مني!
ڏوراپو نہ ڏجان–
پوائنٽ متان نڪري وڃي.
دل تہ چوي منهنجي بہ ٿي،
پل بہ ٿي ترسان–
پوائنٽ متان نڪري وڃي.
نيڪ سياڻي سانوري!
اڇجان، ايندس مان–
پوائنٽ متان نڪري وڃي.

• پوائنٽ: يونيورسٽيءَ جي بَس.

## وائي

*برڪت بلوچ*

ڪٽڻ وسري ويم،
رومال جو رکيم،
منڙي! تنهنجي ميز تي.
شيشي هيٺان فوٽو،
متان چپ رکيم–
منڙي تنهنجي ميز تي.
رابيل ڪٿ رکان؟
پرين توڪان پڇيم
منڙي! تنهنجي ميز تي،
سامهون تنهنجي سونهن:
ويهي وائي لکيم–
منڙي! تنهنجي ميز تي.

## پنجڪڙا

*مارو جمالي*

ويو وقت گُذري نہ ايندينءَ تہ ڇا؟
اسان هاڻي ماٺهوءَ سندو موهَہ پرکيو،
سيئي ڏوهہ ڏاڪا سچو ڊوهہ پَرکيو،
اَچي، دل کي آٿت نہ ڏيندينءَ تہ ڇا؟
ويو وقت گُذري نہ ايندينءَ تہ ڇا؟

•

حقيقت ۾ تو تي ميارون بہ کھڙيون؟
بہ تي ڏينهن تو ٻاجهہ سان ٻول ٻوليا،
وري پوءِ وڇوڙو ڏئي روح روليا،
ڪجهہ سات اُن جون سنپارون بہ کھڙيون؟
حقيقت ۾ توتي ميارون بہ کھڙيون؟

•

ڪٿي تو گُذاري جواني سچي؟
جڏهن سونهن وِکري وئي پوءِ ملي آن،
اتئي ياد؟ تي ڊِيل مون سان تَلي آن،
اوهان کي ڏسي مور ٿيا تَي لڄي!
ڪٿي تو گُذاري جواني سچي؟

•

هوائن جي سامهون ڇَتا ڪِين ڇوڙيو،
متان وچڙي وارن سان رُکجي پون،
اِتي ئي نہ ٻانهن سان ٻَڪجي پون،
وڃڻ ڏيو هوا کي نہ منزل کان موڙيو!
هوائن جي سامهون ڇتا ڪين ڇوڙيو!

•••

## غزل

*رجب ٻگهيو*

گُلاب گيسُو صبا چُمي تي،
گلاب مهڪون ڪٿي اچي تي.
سراب پويان، حيات بن ۾،
اُچي هرڻ جيان اجان رُلي تي.
لهوءَ جي رنگ آ، ملي جا خوشبو،
چپن سان چمپا چُمي رکي تي.
صُراحي خالي پرين نہ رکجانءِ،
نگاهہ پياسي، اجان رهي تي.
خَمار نيڻين، خواب پوکي،
چَري ڪا موسم، وري ٽڪي تي.

## نثري نظم

*سنجها سرواڻ*

اُجڙيل
وڻ جيان آ
پنهنجو هيءُ جيون.
۽،
سُڪل پنن جيان آهن!
منهنجا
خواب ۽ خواهشون.
جيئن
اُجڙيل وڻ تان
سُڪل پن
ڇڻي ٿا وڃن
ائين
منهنجي جيون جا
خواب ۽ حسرتون .
ڇڻي
هوا ۾ اُڏري
وکري وڃن ٿيون.

## نثري نظم

ستار رند

### باراڻي ڳالهه

زمين ۽ آسمان ڪي
سامونڊي طوفان جي
خبر پئجي وئي آهي
هن دنيا ۾ جيڪو ڪجهه به آهي
صرف مزي جي خاطر آهي
جيڪي ان ڳالهه ڪان
انڪار ڪرڻ ٿا چاهين
منهنجو انهن سان ڪو واسطو ڪونهي
۽ جيڪي ان ڳالهه جي حق ۾ آهن
انهن کي مان ڪونه سڃاڻان
مان جيڪا به ڳالهه ڪيان ٿو
باراڻي ڳالهه ڪيان ٿو
۽ ان کي سنجيده سمجهڻ وارن لاءِ
لازم شرط اهو آهي ته
هو دنيا ۾ موجود
سيني ڪٽن جي نسلن جي باري ۾
بنان فل اسٽاپ جي
پورو هڪ ڪلاڪ ڳالهائي ڏيکارين
۽ ثابت ڪن ته
سمنڊ مون ڪان ڇرڪي ٿو.

## نثري نظم

*نسيم پارس گاد*

### خواب ۾ ڏنل چمي

هن خواب ۾
مونکي چمي ڏني
ويرانن ۾ برسات وسي پئي
خزان منجهه بهار اچي وئي.
ٻئي ڏينهن تي
ڪيس خواب ۾ ڏنل چميءَ بابت ٻڌايم
هن مونکان خواب ۾ ڏنل چمي واپس ورتي
مان خزان جو زرد پن ٻڻجي پيس
ويرانن ۾ وڻل برسات
واپس اچي هن جي چميءَ ۾ سموئجي وئي
هوءَ خواب ٻڻجي
منهنجي جيون مان هلي وئي.
مان خوابن جي ويرانن ۾
هڪ چميءَ جي انتظار ۾ آهيان
هڪ چمي، جنهن سان
خزان ۾ بهار اچي ويندي آهي
هڪ چمي، جنهن سان
ويرانن ۾ برسات برسي پوندي آهي.

## نئين سال جي دعا

*تخليق: مظهر الاسلام*
*سنڌي وڳو: سعيد سومرو*

يا رب!
گذريل ورهين جون اڻ قبول دعائون
ڪبوترن جان پرن تي مٿو رکي
دل جي چائنٺ تي اداس ويٺيون هن
انهن جي لاءِ قبوليت جي هوا جو
ڪوئي جهونڪو
جيڪو سندن پرن جي آس کي کولي
ڇڏي
يا رب!
دل- دريءَ وٽ اڪيل وقت جو پرُ
هن جي ياد جو آخري سهارو آ.
تون هن کي بي وفائي بخشي ڇڏ
۽ هن جي شال تي
آس جو ڪو نئون گل،
ڪو نئون ٿهڪ، ڪو نئون آواز
ڪو نئون چنڊ ٽاڪي ڇڏ
۽ فاصلن جي فيصلن تي
ميلاپ جي مُهر هڻ
يا رب!
سمورن ٽرن، برپٽن، پهڻن کي
مينهن جي مند خيرات ۾ ڏي
اوسيئڙي ماريل ڇوڪرين لاءِ
نون سهڻن رنگن جا ڌاڳا موڪل
آس جي وڻ تي
سندن نند- آکيرن ۾
پيار- پکين جي واهر ڪر

يا رب!
منهنجا سڀ خواب نڪور موسمن جي
نانءِ لکي ڇڏ
رات ڏجي نند مان اٿيل ٻارن کي
منن خوابن جي لولي ٻڌراءِ
سهڻائپ کي وهيءَ جي بار کان بچاءِ
سڻي وقت کي ٿوري جهٽ لاءِ
ٽرن، رڃن ۾ رهندڙن وٽ مهمان ڪر
يا رب!
هن سال جي جهول کي
پيڙا ، پڇتاءَ جي ڦينگُنِ کان بچاءِ
هن جي وبس تي ٺهڪڙا لک
ڪيس پريم- رنگن سان رنگي ڇڏ
ڪيس ڪنهن سهاڻي سپني جو دان ڏي
يا رب!
ٽپالين، مزورن، هارين ۽ مسافرن
جا رب!
اڳ سال سفارش جي بازار ۾
سچ جو ڪيسو ڪتجي ويو
ڪير سندس حصي جو ڊوڊو ڪٽي ويو
ڪوئن سڀ واعدا ڪتري ڇڏيا
سچاٽپ جي چوائنٺ تي رکيل ديپڪ
گهمنڊ جي هوا اجهائي ڇڏيا
يا رب!
هن سال پاڻ کي
سچ جي پوک پوکڻ لئه حوصلو ڏي
پنهنجي مهربانيءَ جو مينهن
۽ دل گهرين موسمن جي خوشخبري ڏي .

يا رب!
اوکين جاتن ۾ قاتل
"چترال" جي ڳوٺ جي ڇوڪري
ورهه جي ٽڏيري مند ۾
جيڪي گل پوئيا ها
اهي آڳر ۾ پوکي ڇڏيا هن
هي پوک ڳوڙهن سان وڌندي
روشن سوچن جي اُس ۾ پلجندي
يا رب!
موت ڏيرج پريو ۽ سهٺو آ
ماڻ سان ڳالهيون ڪري ٿي
ان کي گوڙ نه وڻندو آ،
لوڪ پوءِ به گوڙ ٿا ڪن
هوءَ پيار سان ڳالهائيندي آ
۽ ماڪ وانگي
جسم جي گلاب کي پڄائي ٿي
يا رب!
منهنجي شهر ۾ نانگ گهڻا هن
ننڍڙيون ننڍڙيون سهڻيون خواهشون
وهه سان پرجي ويون هن
نند کان ڳوريون اکيون
خواب کان ڊڄن ٿيون
ان ڏينهن دفتر ۾ ماڻهن کان
ٻه منڍي نانگ جي ڳالهه ٻڌي
يا رب!
اسان کي نانگن ۽ ٻن چهرن
جي انسانن کان پرتي رک.

يا رب!
منهنجن شهرن کي وري
پيار ۽ دوستيءَ سان لک
انهن جي ڪپڙي تان،
نفرت ۽ دشمنيءَ جا داغ مٽائي ڇڏ،
زندگي جي مڪڙي جا سڙهه
امن ۽ سکون جي هوائن طرف کولي ڇڏ.
يا رب!
دنيا جو نقشو
هنڌان هنڌان ڦاٽي پيو آهي
ان کي امن جي ڌاڳي سان
سبڻ جي ساعت آهي
سمونڊ ۽ رڃ
هن جي دل چورائڻ جا گر سکن پيون
نيڻ ڊنل ڪبوترن جان
موت جو آواز ٻڌن پيا
اداس آڱريون
وڇوڙي جا ڏينهن ڳڻن پيون.
يا رب!
هوءَ چنڊ کان ڊڄندي آ،
جو چنڊ ۾ هن جي دل سمهندي آ
چاچو ڏاڍو شڪي آ
هو هن جي پڇيل ماني کائي
سندس دل کولي ونندو آ ۽
چوندو آ:
'اڄ مانيءَ ۾ ڳوڙهن جو لوڻ
درد جي خوشبو آ،'
هن ڪوڙ دفعا چيو اٿس

’چاچا! جيڪي مائيون
جنڊ تي پاڻ ڪٽڪ پيهن ٿيون
انهن جي اٽي ۾
درد جي خوشبو ٿيندي آهي.‘
پر چاچو نٿو مڃي
۽ چوي ٿو
اڄ مانيءَ ۾ ڏاڍي اڪيلائپ آ
هاڻ هن کي ڪير چوي
ٿڙيل جوڀن ۾
اوسيئڙي جي لمحن ۾
جڏهن ڪائي ڇوڪري
ڪائين جي چلهہ سامهون ويهي
ماني ويليندي آ تہ هن جي مانيءَ ۾
اڪيلائپ ٿيندي آ
پر هوءَ ڳالهہ مڃائيندي ڇوي تي
چاچا! جنهن ڪٽڪ کي
صحيح مند نہ ملي
ان ڪٽڪ ۾ اڪيلائپ هوندي آ.
پر چاچو ڪٿي ٿو مڃي
چوي ٿو
تو اٽو پنهنجي رئي ۾ ڪنيو هوندو.
يا رب!
هن جي پيئل اٽي
پچايل مانيءَ ۾
ملڻ جي سوڳنڌي خوشبو لاهي ڇڏ
يا رب!
ڪچن گهرن جي اڱڻ ۾
ٽتل چوڙيون پور چونڊڻ ۾

نئين رتَ جي ناراضگي
پيار- پرکڻ جو پڇتاءُ
شهر ويل ڪلارڪ بابوءَ جو خيال
پوک جو صحيح اگهہ نہ ملڻ جو ملال
ڏور ڏڳي جي چاري جو فڪر
يا رب!
خوشحالي خواب نہ ڪر
۽ چوڙين کي پيار - پرکڻ جو حوصلو ڏي.
يا رب!
تنهائي ڪنهن جهرڪي وانگي
منهنجي روح ۾ اڏري پئي
صبح کان سانجهہ تائين
داڻو داڻو اداسي چڳي پئي
جهرڪي ڏاڍي پري کان
پنهنجي چهنب ۾
هڪ قطرو پيغام آندو آ
گارشيا جي وطن کان
ميلان ڪنديرا جي ٿوپ کي ڇهي
امرتا پريتم جي خوبصورت لڪٽين
جي ڳڙکيءَ تان اڏي
دک- وڻ جي لامن تي اچي
ويٺي آهي
جهرڪي منهنجي وجود اندر لڳل
آئيني سان ٽڪرجي ٿي
مون کي ۽ پنهنجو پاڻ کي
رتو ڇاڻ ٿي ڪري.
تنهائيءَ جي سمنڊ ۾
ٽيپو ٽيپو ٽپڪنڊڙ

منهنجي ۽ هن جي رَتُ
جدائي جو حال تي لکي.
يا رب!
ان جهرڪي منهنجي من کي
ياد جي پنن ۽ تيلن سان
ڀري ڇڏيو آ
پر هڪ به آکيرو اڏي نه سگهي آ.
اڏي به ڪيئن!
هوءَ ته هر ويل
منهنجا ورق ئي اٿلائي پٿلائي پئي
هن منهنجو اندر اکيڙي ڇڏيو آ.
سڀ پنا، سڀ خيال
سڀ ورهيه هڙ سوال،
ڪنديري ڇڏيا هن.
ڪڏهن مون کي ٻالڪ پڻي کان
۽ ڪڏهن وچ کان پڙهي ٿي
پر محبت جي هڪ به سٽ
ڪيس پڙهڻ لاءِ ناهي ملي.
۽ هاڻ ته
منهنجي دل جي پٽ تي
رڳو جهرڪي جا نيشان رهجي ويا هن
۽ هڪ وڪريل واهيري جا عڪس
هاڻ مان ان نيشان کي
جيئري رکڻ جي جهد ۾ آهيان
محبت نه ملي ڪٿي
پر محبت جا نيشان ته آهن!
يا رب!
منهنجي نانوءَ جون سڀ خوشيون
گهٽين ۾ ٻرن ۾ راند رهندڙ ٻارڙن ۾
ورهائي ڇڏ
قبرستان ۾ دعا گهرندڙ
ڪراڙيءَ ماءُ کي
پنهنجي هجڻ جي آٿت ڏي
۽ ان جي به دعا قبول ڪر
جيڪا پنهنجي دعا دل ۾ رکندي آهي.
يا رب!
"زندگيءَ جي نگر ۾ آيل
نئين سال جي مسافر کي
المئي، پڇتاءَ ۽ جبر جي جاڙ کان
پرانهون رک!
۽ هن دعا کي قبول ڪري
محبتن جي عمر ڊگهي ڪري ڇڏ.
(مظهرالاسلام جي "ياخدا" تان ورتل)

## غزل

*بخشل باغي*

تو سوا ڪجهه ٻيي نه آيو راس جهڙو،
هي سڄو جيون لڳي ٿو ڀياس جهڙو.
تون گُلن کي ڇـو پڇين تـو واس لاءِ،
اي پرين! تون پاڻ آهين واس جـهـڙو.
چنڊ آ عيسيٰ، ڪليون، تارا سپيئي،
اُڀ مون کي ٿو لڳي ڇڻ تياس جهڙو.
ننڊ تارا ٿي اکين تي جـو لٽي آ،
مـون ڏٺـو هو خـواب آ آڪاس جـهـڙو.
ڏسُ، امر ڪيڏو نه پنهنجو پيار آهي،
دور هوندي ٻيي لڳين ٻيو پاس جـهـڙو.
پيـار تنهنجي ۾ تيـاڳي چين پنهنجـو،
درد جـو ٻـوڳيـان ٻيـو بنواس جـهـڙو.
ڪوبه ناهي ماڳ جيون جي سفر جو،
پنڌ پيـرن جـو اڌوري آس جـهـڙو.

## نثري نظم

حسن شيخ

### (نئين سال جي آجيان)

اي دنيا جا سرجڻهار....!
شال نئين سال جو منتظر سورج،
وڏيرن جي شاهي محلن ۾،
ويا جن جي قرضن ۾ ڪاراتيل
غلاميءَ جي قيد ڪاٽيندڙ،
مظلوم هارين ڪي،
آزاديءَ جو پيغام رسائي....
شال نئين سال جو اڻ ڏٺل سورج
انهن مائن جون جهوليون پري سگهي
جن جي گهرن مان،
دهلن ۽ شرناين جي
ماتم ۾، زنده لاشن جي
ڇچ نڪتي....
جن جي ڪنوارين ڌيئرن ڪي
ڪاري رات جي رهزنن، ڪارپ جي
آڙ ۾ بي ڏوهي
گولين سان پرونڻ ڪري
رت جي ڳاڙهي رنگ ۾ رنگي،
رودن تي اڇلايو.........
شال نئين سال جو اوپرو سورج
انهن ونين ڪي آٿت ڏئي سگهي،
جن جي ورن ڪي،
ڪراچيءَ جي ڪوس گهر ۾،
ڪُنو ويو.
سندن لاشن ڪي،
بورين ۾ بند ڪري،
سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ ۾
لوڙهيو ويو....
شال نئين سال جو ايرندڙ سورج
ڌرتيءَ تي ڪرڻا ڇڻڻ ڪان اڳ
انهن يتيم ٻارن جو
سهارو بڻجي سگهي،
جيڪي سچو ڏينهن ڳيپي تڪر لاءِ
واجهائي،
جهٽڪون ملندي
بکئي پيٽ،
فٽ پاٿ تي ٿا
سمهي پون...!!
شال نئين سال جو پهريون صُبح
اسان سيني جي
ڪومايل چهرن تي
مُرڪن جا پمفليٽ چنبڙائي
سگهي....
آمين!

000

## غزل

*امر ساهڙ*

پاٿياريءَ جو پهر ويو ٿي،
ڏيئا، ڏيئا ڏهر ويو ٿي.

ويس اڇي سان گذري وينگس،
سارو اُجرو شهر ويو ٿي.

ڪارونجهر جي ڪور اُڇيءَ سان،
ڪيڏو آهي قهر ويو ٿي؟

وقت اچانڪ وريو اهڙو
هر ماٿهو بي مهر ويو ٿي.

تنها تارن هيٺ سُتيءَ ڪي،
سپنا ڏسندي سحر ويو ٿي.

پرٿي پوڙهي سان، جوين جو،
ڏاٿيقو ئي زهر ويو ٿي.

نؤخيز نگاهن جي اڳيان،
بيوس هندي بحر ويو ٿي.

000

نظم

کشور پهوجا "جيون" (اُدئيپور)

## سنڌيءَ جو شانُ

سنڌيءَ جو شان اوچو، اڳتي اچا بہ تيندو،
دل لاهہ کانہ دلبر، سو وقت جلد ايندو!

• جت ڪٿ آ تنهنجو واسو، هند- سنڌ ۾ تنهنجو ڏاڪو
پرديس ۾ سڄڻ پڻ، نيڪي ۽ نانءُ تنهنجو،
جي قُرب ڏينديون پئي کي، خوش تي ڳلي سان لڳندو.
دل لاهہ کانہ دلبر!

• جهوني سپي سيتا، ويدن جي واٽي تنهنجي،
ڇا لاءِ تو پسلائين، ٻولي اباڻي پنهنجي؟
ڌرتي ۽ گانءُ پنهنجو، سڀ کي سُتو آ سنهندو،
دل لاهہ کانہ دلبر!

• ٻَرُ ٿرُ هجي يا جهر جهنگ، وادي هجي پهاڙي،
ڪيتي ڇڏي نہ هاري، تو ڪيئن سنڌ وِساري؟
هُن پار ڪو سڏي تو، آهي ملڻ لئہ ماندو!
دل لاهہ کانہ دلبر!

• مٺڙي زبان سنڌي آهي پڇاڻ پنهنجي،
ورثي ملي جا توکي، لهہ سار مٺڙا تنهنجي،
جند جان ساڻ "جيون"، قائم سدائين رکندو!
دل لاهہ کانہ دلبر!

ooo

غزل

ساحر راهو

لهر موتي وئي پير منهنجا چهي شام مرکي ڏنو،
نانءُ تنهنجو وٺي جو چپن تي رکيم جام مرکي ڏنو،
پنهنجي تخليق کي روپ ڏيئي نئون مان بہ خوش ٿو ٿيان،
توکي جوڙي پرين غور جڏهن ڪيو رام مرکي ڏنو.
سونهن سيني جي پوشاڪ پائي هئي رات مهمان ٿي،
رات ورهين پڇاڻا منهنجي روح جي لام مرکي ڏنو.
پيار تنهنجي اهڙو نشو هو رتل هوش ڪنهنجو نہ هو،
شيخ "لاحول" پڙهيو جام حيرت ۾ ها خيام مرکي ڏنو.
پير تو ها رکيا پرٽ ٿوهر ڪنڊا ۽ ڏکيا پيچرا،
ريشمي ٿي پيا راهہ پٿر سيئي گام مرکي ڏنو.
شام ڪينجهر هندورو ٻٽي آ پرين ۽ ڪنول تا ٽڙن،
سنگ پنهنجو پسي نور آجيان ڪئي چام مرکي ڏنو.
ها وڇوڙن لمحا، جهريل جيءُ هو پر جڏهن ريت تي
بي خوديءَ ۾ پرين تنهنجو "ساحر" لکي نام مرکي ڏنو.

## غزل

محمد علي جروار

هر تمنا دلشڪن ٿيندي وڃي،
زندگي منهنجي ڪٺن ٿيندي وڃي.
ياد ڪنهن جي ريشمي ۽ خوشنما،
ڪنهن ڪنواريءَ جو بدن ٿيندي وڃي.
ڇا ڪيان مان، هجر جي هر ڪا گهڙي،
بي سبب نظر ڏکن ٿيندي وڃي.
سانوريءَ جي سونهن تي سوچيان پيو،
دل ڇري ڇا لئه مگن ٿيندي وڃي.
شاعريءَ جي روپ ۾ ڪا سُندرتا
بدلجي بحر و وزن ٿيندي وڃي.
پيار ۾ پوڇا ڪرڻ واري خطا،
هر دفعي ئي حادثن ٿيندي وڃي.

ooo

## غزل

ضياءُ شاهه

پوهه جو يارو، رات ڏڳهي،
تولئه تڙپڻ، تات ڏڳهي.

جاني! توکي جيت ملي،
منهنجي قسمت مات ڏڳهي.

ڪيئن ساجن! ماڪ! ٽڪي،
ڪين رهي پريات ڏڳهي.

پيار اڏاميو پوپٽ جان،
سار سندي پر بات ڏڳهي.

نينبهه توکي مناگ هجي،
مون کي نيبهه ذات ڏڳهي.

ooo

## غزل

روشن ظفر راهو

اسان جو روح پٽڪي ٿو سدا تنهنجي سرابن ۾،
رهياسين بي خبر خود کان سکي تنهنجي شبابن ۾.

اکين جي شهر جا رستا، اڪيلا خواب تا پٽڪن،
کٽي آ عمر ساري مون جوانيءَ جي ڪتابن ۾.

جواني سرد راتين ۾ ڪتا وانگر ٻڏاني سين،
مگر پوءِ پي نه ڇاٿان ڇو رهين ٿي تون حجابن ۾.

نگاهون سانت جا پاڇا تکي ٿڪجي سُتيون تڏهن،
اوهان جو عڪس جو ڪوئي ڪڙيو آ چند خوابن ۾.

سِڻون سيني جيان لڳيون جڏهن تو شعر جهونگاريو،
غزل جي مالها پوئي رکي آ تو ڪتابن ۾.

رهيون جي بي رُڪيون اهڙيون سيئي سپنا ڇٽي پوندا،
گذر ٿي پو به ويندي پر حياتي ها! عذابن ۾.

اُجالن جو پشم جهڙيون گهڙيون تنهنجي پڊر تي شلُ،
رهن تو وٽ بهارون ۽ ٽرين هر پل گلابن ۾.

## غزل

فضه غزل

دردن ۾ تون خوش گذار،
جيون آهي ڏينهن ٻه چار.

ماٺهو پري رکڻ تا چاهن،
ڪجهه نه تون پيي سمجهه ڏار.

ڪاوڙ، غصو، ڪونه ڪبو آهي،
ٿورو مُرکي هيڏي نهار.

گڏ رهڻ جا وچن ڪيئي جي،
واعدا پنهنجا هاڻ پار.

ها! جڏهن تنها ٿي پئين،
ان پل مون کي تون پُڪار.

ڏور ڪٿي رهون تا پاڻ،
گڏ آهيون، جي تون سار.

## غزل

موهن لال "موهن" مکواڻا

ننڍ مان چاهت زوري جاڳايو هوندءِ،
ٿورو وقت تہ سوچن ۾ رُلايو هوندءِ.

جڏهن تنهنجو عڪس مون تي پيو هو،
تڏهن چقمق وانگر مونکي چِڪايو هوندءِ.

وساري سڀ ڪهاڻيون ۽ فسانا ڪتابن مان،
سنواري حقيقت جو روپ ڏيکاريو هوندءِ.

جيئڻ پئي آيون امتحان جون گهڙيون ويجهيون،
پريت منهنجي توڪان پڙهڻ ڇڏايو هوندءِ.

رکي آس الله تي ڪريان ٿو دعا "موهن"،
پڪ ساڻ تہ عيد تي ڏيئو جلايو هوندءِ.

000

## غزل

الطاف شيخ "الطاف"

تڙپي ٿو رُئان ليڪن، سُڏڪن ۾ اثر ناهي،
غم دل جو ٿئي هلڪو، لُڙڪن ۾ اثر ناهي.

ڏنا غم جي اوهان تن جا، احوال ڪيان ڪهڙا،
بس باقي زماني جي، دردن ۾ اثر ناهي.

ڪري شوق وري دل پئي، تحرير نئين لکجي،
ماضيءَ ۾ لکيل توڏي، ورقن ۾ اثر ناهي.

مهڪار گُلن جي آ، هر شخص جي گلشن ۾،
منهنجو گُلشن آ ليڪن، گلڙن ۾ اثر ناهي.

"الطاف" وجن ونيو، راهون بہ رولائڻ لئہ،
ڇڏي نقش وجان پڏرا، پيرن ۾ اثر ناهي.

000

## غزل

وحيد علي "وفا" مري

پيار جي مفهوم کي سمجهي نٿو خوامخواهہ الزام ڏيندو ٿو رهي،
ڏوڙ ساان ڏوئي زمانو ڏُوڙ کي ڪوڙ ڏي هر روز ويندو ٿو رهي.

هاءِ منهنجي بدنصيبي ڇا چوان ڪا خوشي دل جي اندر ترسي نٿي،
جنهن جي مان ويجهو وڃڻ لئہ پيو سِڪان سو رقيبن کي سڏيندو ٿو رهي.

ڪو گُلابن جي ٽڙڻ ڪان اڳ هتي سڀ حسين مُکڙيون مَروڙڻ ٿو گهري،
برپٽن ويران رستن تي بہ ڪو ٻج گلڙن جا ڇٽيندو ٿو رهي.

ڪو خوشيءَ سان زندگي گهاري پيو تيز گرميءَ ۾ بہ جهوپن جي اندر،
ڪو تہ محلاتن اندر انسان پيو قيد جيئڻ گهڙيون ڪٽيندو ٿو رهي.

مان نٿو انسان توکي چئي سگهان تون ڊون تي تنهنجي گهرَ جي ويجهڙو،
رات ساري ٻار ماءُ جي هنجهہ ۾ ٻُک تي سُڏڪا ڀريندو ٿو رهي.

ڪانہ وڻندي هوندي تنهنجي شاعري هيءَ غدارن ۽ وڏيرن کي "وفا"
خيال تنهنجو ڇو تہ سُهڻا سنگ ۽ هٿ هاريءَ جا چميندو ٿو رهي.

000

## غزل

### جبار آزاد لغاري

اسان کي پاڻ کان ني پهر ميڙي ويا،
خواب خوشبوءِ نيڻن ۾ پکيڙي ويا.

آئيني سان پاڻ تي هُو شڪايت ڪري،
احساس کي ڳلن تي رنگ ڇو ٽيڙي ويا؟

محفل ۾ شام جي جام جهڙا نيڻ،
روح جا ساز کي هن ڇيڙي ويا.

هاڻ هو ڳلي به ڏانئڻ ٿي پاسي،
منهنجي سانوري کي جو ساهرا تيڙي ويا.

واهڻ جي هر شام ٿي سڏي توکي،
دل جا سيبا ئي دک هن اديڙي ويا.

ooo

## غزل

### باجهي خان لغاري

لڳا پٿر نگاهه جا زخم گلاب تي ٽڙيا،
اوهان جي چاهه ۾ ڪنيل قسم گلاب تي ٽڙيا.

اڳي ته ٽوهرن جيان هئا اسان جا درد سي،
اوهان جي ديد آ ملي ته غم گلاب تي ٽڙيا.

جڏهن به ڪنهن ڪوي ڪٿي قلم لکيو آ قوم لئه،
خدا جو آ قسم اهي قلم گلاب تي ٽڙيا.

اداس هو اوهان بنا اسان جو هي اڱڻ سڄو،
جتي رکيا اوهان پرين قدم گلاب تي ٽڙيا.

اوهان جي شان ۾ پرين جڏهن به ڪو غزل لکيم،
ته سڀ رديف ڪافيا ردم گلاب تي ٽڙيا.

ooo

## غزل

### رياض راهي

جڏهن ڪان پنهنجي اکڙين جي ويا ڪنهن کي اتي آهن،
محبت جا تڏهن کان دل ۾ منتر ويا هٽي آهن.

ڪري سينگار اهڙو جو پرين پيارا اُچن آڏو،
وڃن دل کي پيا ڏاڍو لُٽي دل ويا ڪٽي آهن.

موتي ترڇي نگاهن سان ڦري ماري ويا هِن جو،
پرينءَ جون چيرويون اکڙيون ويون ڏاڍيون وٺي آهن.

اتس لفظن ۾ اهڙو ڪو وڏو جادو پرينءَ جي جو،
نچي گل ڦل به سارا هي ڳائيندا راڳڻي آهن.

سمورو ڪائناتي حسن ان ۾ ٿي سمايل آ،
ادائون هي سڀئي اُن جون ويون سهڻيون بڻي آهن.

نهوڙن ناز تا محبوب جا موتي پيا هردم،
جڏهن نازن سان وارن کي پيا ڏيندا ڦٽي آهن.

لهي غم تا وڃن منهنجا ڪرن جي قرب هڪ پيرو،
اسان کي پيار ڏيندا جڏهن به هو ڪٽي آهن.

بيان ڪهڙو ڪجي "راهي" اُتم هو سونهن ۾ آهن،
حسينن ڪان حسينن جي حسينن جا ڏٽي آهن.

## غزل

### مخمور بخاري

چنڊ پرين ڏي کي خواب ڪٿي وڃ،
نينهن جا گل گلاب ڪٿي وڃ.
ساري زندگي جا رهيل او سڪي!
تون منهنجا هي حجاب ڪٿي وڃ.
تنهنجي اکين سان جو ڏنا مون،
اڄ هي سارا خواب ڪٿي وڃ.
واريءَ تي جڻ ليڪا آهن تنهنجا واعدا،
هجر جا هي عذاب ڪٿي وڃ.
سونهن ۽ سچ جا او شاعر!
تون به ڪن جا سراب ڪٿي وڃ.
منهنجي دل ۾ تولئه محبتون،
اڄ نيهن جا هي شراب ڪٿي وڃ.

## غزل

آغا زائر

حق حا جيڪي قائل ماڻهو،
ناحق ڏانهن چو مائل ماڻهو.
حيرت آهي حيوانن جي،
فعلن جا تيا فاعل ماڻهو.
محبت ڪي جي حَوَسَ چون ٿا،
آهن ڪيڏا جاهِلَ ماڻهو.
ننگا ٿي جي فيشن ڪن ٿا،
سڏجن سي ٿي رائل ماڻهو.
هڪبئي جو پيا رَتُ پيئن ٿا،
ڪيڏا يار اُجايل ماڻهو.
دُنيا جي ميلي ۾ "زائر"،
آهن پاڻ وڃايل ماڻهو.

ooo

## غزل

يامين منگڻ

ياد جي تيلي لڳائي ٿو چڏيان،
درد جي دُونهين دکائي ٿو چڏيان.
هر دفعي چو تون وڌائي ٿي چڏين؟
فاصلا جيڪي گهٽائي ٿو چڏيان.
تنهنجي هر هڪ روپ کي سيني اندر،
زندگي سمجهي سمائي ٿو چڏيان.
چا اکين تي ڪو وجهي پهرا سگهيو!؟
خواب پنهنجا مان سجائي ٿو چڏيان.
تون جڏهن مُرڪي ملين ٿي ڪا گهڙي،
گهاءِ ڏنل تنهنجا ڀُلائي ٿو چڏيان.
آس تي قائم هي سارو جڳ آ،
ائين نراسائي مٽائي ٿو چڏيان.

ooo

## غزل

وحيد ڪرن شورو

چو پلا احسان تنهنجو مان رکان،
زندگي ارمان تنهنجو مان رکان.

آفتون ئي آفتون آهن خدا!
پوءِ به ڏس ايمان تنهنجو مان رکان.

تو چيو آ پيار ڪجهه ناهي ته پو...!
چو پرم نادان تنهنجو مان رکان.

ڏينهن کي ڪو رات نه چوند ئي هُتي!
آ هتي، ڪو مان تنهنجو مان رکان.

مورتي مندر سندي ڪا شيءِ نه تون،
جي نٿو ڪو شان تنهنجو مان رکان.

زندگي جي مون جڏهن پرواه نه ڪئي،
موت چو دهمان تنهنجو مان رکان.

تو نيايو آ سدا شيطانَ سان!
نانءُ چو انسان تنهنجو مان رکان.

## غزل

فرزانه سنڌو

گهايل من کي گهائين چو ٿو؟
مون کي تون تڙپائين چو ٿو؟
ساڻ هر پل تو سان آهيان،
گهبرائين منهنجا سائين چو ٿو؟
ڏور وڃي تون مون کان منڙا!
منهنجو ساه منجهائين چو ٿو؟
غيرن کي ڪري رازدان پنهنجو،
غمن سان نسبت وڌائين چو ٿو؟
اڄ نه اڄ تنهنجي مرضي،
نوان بهانا بنائين چو ٿو؟
مون ڏي ڏس مان تنهنجي آهيان،
بئي کي تون ڀاڏائين چو ٿو؟
غم ئي آهن ڪل اثاثو،
تن کي تون وڃائين چو ٿو؟
گهُورن سان تون گهائي مون کي،
چاڪ دل جا چڪائين چو ٿو؟
سنڌو ته تنهنجو جيون آه،
جيون جوت اجهائين چو ٿو؟؟

## سنڌي ساهت گهر طرفان مارڪيٽ ۾ آيل نوان ڪتاب

**١- ڌرتي سرتي**
استاد بخاري
قيمت: هڪ سؤ روپيا.

**٢- ڪوڪڻ يا ڪليان**
استاد بخاري
قيمت: ڏيڍ سؤ روپيا.

**٣- گيت اسانجا جيت اسانجي**
استاد بخاري
قيمت: هڪ سؤ روپيا.

**٤- پياسي ساپيان جل ٿل خواب**
رخسانہ پريت چنڙ
قيمت: هڪ سؤ روپيا.

**٥- ميران بائي - ڪبير**
مرتب: ناز سنائي
قيمت: اسي روپيا.

**٦- موهن ڪلپنا جون تحريرون-١**
مرتب: ناز سنائي
قيمت: هڪ سؤ روپيا.

**٧- ڪڪ پن**
علي احمد بروهي
قيمت: پنجيتاليهہ روپيا.

**٨- ڪن پَل جو ڇانورو**
ممتاز بخاري
قيمت: چاليهہ روپيا.


قيمت في پرچو: ٽيهہ روپيہ =/30
سال لاءِ: ٽي سؤ روپيا =/300
لائيف ميمبر: پندرهن سؤ روپيا =/1500

Monthly **KEENJHAR**
Hyderabad Sindh.
Registered No. 337

ميبر شپ في منصور پبلشنگ ايجنسي، آفيس نمبر -18 سيڪنڊ فلور، شيلٽر ڪينٽ شاپنگ مال، ڪينٽونمينٽ حيدرآباد، تي موڪليو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَڻَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَڻَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَڻَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهڻ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڙهڻ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)